ڪن ڪر سائيه ڀتسا سمرٿه - ڪن ڪر لانڪ اڙ ڀڳيا ۽
ڪن ڪر جاپ لساپ ڪر ٻل - ڪن ڪر ڪروڙين روڻيبا ۽
هر هٿن غريب ٿيري دو ٻر - وکر هماري لاج ڪئلاش ڪي وسئيا.

اي ڪاشيانٿ! اي سڌ ٻالڪيانٿ! اي سومنانٿ! اي جگنانٿ! اي ٻوليانٿ! توهان جي چرڻن ۾ وار وار پرڻام ڪرارن، هٿ اُدب جا ٻڌي وينتي ٿا ڪرارن تہ جڏهن ٻاوتا سان توهان جو پوڄن، وڌه ۽ شرامد شو براڻ جي پاراڻ جو نير پان ڪيو آهي تڏهن ٻاوتا سان اساڄو لاڀو لڳاٻو ٿاپ وجهندا ۽ اسانجو آرٽ ڪيل پٽر پشپ سوڪار ڪندا ۽ اسان توهان جي چرڻ ڪملن جي اوٽ ورتي آهي تنهڪري هر مشڪل آسان ڪندا، اسان جا ڪارج واس ڪندا، ڌڌ ۾، پتر-سنتان ۾، ڌن ۾، لڪشمي ۾، سهاڳ ۽ ڀاڳ ۾، ڪرپا ڪري واڌارو ڪندا ۽ شل گهر ۾ آنند منگلاچار ڪندا. اسانجون من اڇائون ڪرپا ڪري پوريون ڪندا ۽ اسانکي سٺي ٻڌي ( سمجهه ) پردان ڪندا. اسانکي اگني جي ڀپ کان، پرتکپ جي ڀپ کان، چورن ۽ ڌاڙن جي قرضن کان، جل جي ٻوڏ جي ڀپ کان ۽ راج دربار جي ڀپ کان ۽ ٻين ڦوري ٻيمارين ۽ آپدائن کان هروقت شل ٻچاءَ ڀيا ڪيندا ۽ ٻچاريءَ ۾ تام دان چرڻن جو ڌيان ۽ ڀڳتيءَ ۽ وساهہ جو دان ڏيڻ فرمائيندا.

تو ميؤ ماتا چ پتا تو ميؤ - تو ميؤ ٻندو چ سکا تو ميؤ ۽
تو ميؤ ودياء دروڻم تو ميؤ - تو مير سروم مم ديو ديو.
هر هر هر مهاديو ! هر هر هر مهاديو !! هر هر هر مهاديو !!!

— اوم شم —

شانتي ! شانتي !! شانتي !!!

هيءَ پستڪ شري صرپراج - جي - پڌوائي " انقلاب پرنٽنگ پرس " الهاسنگر - ۳ ( فون ٦٦ ) ۾ ڇپيو ۽ شري اشوڪ ڪي - لعلواڻي پاران ايل - ڪشنچند ۽ سنس، بوڪسيلرس ۽ پبلشرس الهاسنگر - ۲ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

٣- واراٹسیام تو وشو اِشر ، ترامبکم کٹو تمی التي ؛
همالیي تو کیداورام ، گهسرٹیشم شوالهي.
٤- ایتاني جوتر لنگاني ، سام براتھ پٹیموھ ؛
سهت جنم کرتم پاپم ، سمرٹین ونشیتي .



## — شو اِستوتر —

١- ناگیندر هاراء تو لوچناء ، بسمانگرا گاء مهیشوراء ،
نتیاء شداء دگمبراء تسمئي "ن" کاراء نمھ شواء .
٢- مداکني سل ل چندن چرچتاء ندیشور پرمتهاتھ مهشوراء ،
مندرا پشپ اهو پشپ سوپوجتاء تسمئي "م" کاراء نمھ شواء.
٣- شواء گئوري ودنا ابج وراند ، سورياء دکشادور ناشکاء ؛
شري نیل کنٹاء ، ورکپ ذوجاء تسمئي "ش" کاراء نمھ شواء .
٤- وششٹ کمبو دیو گئوتماء ، منیندر دیوارچت شیکراء ،
چندر وارک ونیشوا نرلوچناء تسمئي "و" کاراء نمھ شواء .
٥- یکیسوروپاء جٹادراء ، پناک هستاء سناتناء ،
دوياء دیواء دگمبراء تسمئي "ي" کاراء نمھ شواء.
پنچاکیر مدم پنیم ، ا بدي شو سنڌنو ،
شو لوک مواپنوتي شري ن سھ مودتي.



## — شو پُشپانجلي —

کر چر نکر تر وا کاء جم کرم جم وا - شروڻ نيتجم وا ، مانسم وا -
وھ تم وھ تر وا سروممتت کیمسو - جيء جيء جيء کرنا بذي شري مهادو .

## — پلنہ پائجي —

پتر پتا کا کاره اکاڙي - پتا پتر کر کبهو نه ماري
جو منن پول اکاڙتو کاجا - کمیا کرو میري آپراڌا.
هم اترکبا هاري کي ونتي - سدو غرابن واي
هم تم پتر کپتر هنن - توء پتا کي لاج .

۱۱- چوست جوگن منگل گاوسہ لولہ، کرمہ پٹرو - شو لولہ کرمہ پٹرو،
باجسہ تال مردنگا اڑو باجسہ ڈہرو، هر هر هر مهادیو .....

۱۲- کاشيء پر وشونائه، ابراجسہ لندو برهمچاري - شو لندو برهمچاري،
لمہ اٹ پوگ لگاوسہ - بل بل درشن باوسہ مہما آئي پاري، هر هر هر مهادیو .....

۱۳- کنچن تاله و راجسہ اگر کورو بائي - شو اگر کورو بائي،
مالها کنسہ ابراجسہ - کرلي ولن جرلي، هر هر هر مهادیو .....

۱۴- لوتکا سوامي کي آرلي لش دن جو گاوي - شو لش دن جو گاوي،
پٹمہ شوانند سوامي - انچا ڦل باوي، هر هر هر مهادیو ......

۱۵- جيء شو اونکارا - شو اوابر جل ڈاوا،
شو پوريء جتا وارا - شو بٹل لي هسوارا،
. شو باروايء ابارا - شو اوپمہ مرگ شالا،
. شو کاشيء کو راجا - شو کو وجيا والا،
.. شو پکتن وکہ بالا - شو سنتن پرلي بالا،
برهما وشنو سدا شو - پراي نائه مهادیو، اوڈنگي کٹروا - هر هر هر مهادیو ....



## شو أستتي

۱- ولدي دیو أما پتیم سو کرم - ولدي جگتکارٹسم،
ولدي پنگ پوشٹم مرگ ڈرم - ولدي پشو نام پتیم،
ولدي سوریہ شسانک ولهي لمم ولدي مکند ابو اسم،
ولدي پکتہ جنا شویہ چسہ وردم ولسدي شوم شموم.

۲- أسسہ گوسمن سبالہ کجلم سندو بااوري،
سر ترور شاکا لبکني پتر مروان،
لکتي بدي گرهتوا شاردا سرو کالم
لد اي لو کٹااميش باوم لہ بالي.



۱- ستو راشتري سو مدالرچ، شوي شئیلو ملکاو جمو،
أجتيميام مهاکال، موانکاو مملیشوو م.

۲- ابو لیام وتیهنالرچ، ناکیمام پیم شنکرم،
سیتو بندي لو راميشر، ناگیشر دارو کاوني.

٩- نرگڻ، سگڻ، نرڃن، جگمين نتيه ٻرڀو - ڪال روپ ڪيول هر! ڪالاتيت وڀو ؛
هر هر هر مهاديو .....

١٠- ست، چت، آنند، رس ميه ڏاتا - ٻريم سڏائدي، ٻراتپر، اکل وشو ترانا ،
هر هر هر مهاديو ......

١١- هم آئي دان، ديامه! چرڻ شرڻ ڏيجئي - سڀ وڌي نرمل مڻ ڪر اپنا ڪرليجئي،
هر هر مهاديو .....



## آرتي نمبر (٤)

جيء شو اونڪارا - سوامي هر شو اونڪارا
برهما وشڻو سدا شو - ارڌانگي گئورا ، هر هر هر مهاديو ....

١- ايڪانن چترانن پنچانن راجي - شو پنچانن راجي،
هنساسن گرڙاسن - برک واهن راجي، هر هر هر مهاديو ......

٢- دو ڀڄ، چار چتر ڀڄ، آشٽ ڀڄ تي سوهي - شو دش ڀڄ تي سوهي ،
تانا روپ نرکتا - ترڀون جڳ موهي، هر هر هر مهاديو .....

٣- ڪر مڌاي، ڪر منڊل، چڪر ترشول ڌرتا - شو چڪر ترشول ڌرتا ،
سک ڪرتا دک هرتا - جڳ جڳ پالن ڪرتا، هر هر هر مهاديو ....

٤- شو پتامبر پيتامبر باگامبر اوپي - شو باگامبر اوپي ،
سنڪادڪ ٻرڀو تادڪ - ڀوتادڪ سنگي ، هر هر هر مهاديو ....

٥- اکيه مالا ان مالا رونڊ مالا ڌاري - شو رونڊ مالا ڌاري ،
چندن مرگ مد ليپن - ڀالي شڀ ڪاري، هر هر هر مهاديو .....

٦- ور لڪشمي ور اميا ور، ساوتري سنگي - شو ساوتري سنگي،
آرڌانگي، ترڀرانگي - شو گئورا سنگي، هر هر هر مهاديو ....

٧- برهما، وشڻو، سدا شو جندي جيء آنجي - شو جندي جيء آنجي ،
برٽوا اکير مڌاي - آ نيدو ايڪا، هر هر هر مهاديو .....

٨- برهما، وشڻو، سدا شو، آئتر نا ڪريئو - شو آئتر نا ڪريئو،
برهما تي گڻ گاتا - ڀو ساگر ترئو ، هر هر هر مهاديو ......

٩- سڀانند سروان تريون ڪو واجا - شو تريون ڪو واجا ،
چارني وبد اچارت - ان ڌن ڪو داتا، هر هر هر مهاديو .....

١٠- نندي واهن راجت ٻمرو ترشول ڌاري - شو ٻمرو ترشول ڌاري،
من وانڇت ڦل پاوت - سورت لو تاري، هر هر هر مهاديو ....

۵- ڪرادو ديتي گروم پچالسهتر - ارنيمشمبڊو مولر وشڊو ڪنلمتر،
سندو جتا ڪلا پر ياوڪ پتيالر - ڊمرو ترشول پنا ڪر ڪو ڏرس ترڪ پالر،
هر هر هر مهاديو ....

٦- منڊلي وچيتي مالا پنگمپوتر - وام وياڱي گرجا رو پر الللتر،
سندو سڪل شواري ڪرس پسماپوڻر - لاي ترڪ پدڙج روام ناپ ترپ هرڻر،
هر هر هر مهاديو ....

۷- شنک نادم ڪرترا جهلري ناديتي - امرا جيتي برهما وپد وچام پلتي،
الي مردو چرڻ سروجم هردي ڪملي ڌرترا - اوتر ڪيتي مهيشر ايشر اپمترا،
هر هر هر مهاديو ....

۸- ڌيالر آراي سمي هرديي الي ڪرترا - رامستر جتا نالر ايشر اپترا،
سنگمتموم پرليدن پلير اِه ڪرلي - شو ساپجمر گيتي پڪتاپه شرڻتي،
هر هر هر مهاديو....



## آرتي نمبر (۳)

۱- ستم، سنان، سندو، شوا سبڪي سوامي - اوڪاري، آواشي، آج، انترپامي،
هر هر هر مهاديو ....

۲- آدي النس انامي، اڪل، ڪلاڌاري - امل، اروپ، اگوچر، اوچل، اگه. هاري،
هر هر هر مهاديو ....

۳- برهما، وشنو، مهيشور، تو تو مورتي ڌاري - ڪرتا، ڌرتا، ڀرتا، تو هي سنگهاري،
هر هر هر مهاديو ....

۴- وکيک، پيکک، پرد اوپر داني - ساکپي، پرم اڪرتا، ڪرتا اپماني،
هر هر هر مهاديو ....

۵- مڻي مه، پرن اراسي، اني پرڳي واڱي - لتي، شمشان وهاري، پرڳي وتراڱي،
هر هر هر مهاديو ....

٦- چال - ڪپال، گرل - گل، منڊمال واني - چتا پسم تن، ترامن، اين مهاڪاني،
هر هر هر مهاديو ....

۷- پريس پشاچ سسيرس، پيس جتاڌاري - ووسن وکت روپ ڌر، ردر پرليه ڪاري،
هر هر هر مهاديو ....

۷- شوو، ستوميه، سر سرپڌر، ششيڌر سک ڪاري - اهڪميه، شانتي ڪر، شر مدي من هاري،
هر هر هر مهاديو....

## ڀڄن

( از قلم :- پنڊت ٻلديو ديالچند شرما - ڪتا وان )

ٽل - شو ڀولا شو هر ڀولا، منهنجا هري هر ڀولاناٿ ري؛ منهنجي ڪير بچائي لاڄ ري

(۱) شرڻ ۾ تنهنجي آس ڌري پوڄي، اهڙي مان آس لڳائي،
تو ٻن جڳ ۾ ڪير نه منهنجو، تو ئي هڪ آڌار ري،
دل چاهي هردم ڳائي، شو تنهنجو ئي هڪ نام ري؛ منهنجي ڪير ......

(۲) سومر جو ڌيان آهي سوامي، ٻلو پتر مان آندو،
سنان ڪرائڻ لاءِ، وڏي آرام سان گنگا جل ۾ آندو،
شو پيارا هري پيارا، بس تون ئي منهنجو آڌار ري؛ منهنجي ڪير ......

(۳) قدم قدم تي مايا نڪتي، منهنجو چارو وڃائي،
ان مايا جي چڪر ڪان ٻاريو، تون ئي پار لڳائي،
"شرما" آيو آ تنهنجي دواري، تون ئي اڄاڻ سهاءِ ري؛ منهنجي ڪير ......



## آرتي نمبر (۲)

جيءِ گنگاڌر هرجيءِ گرجا ڌيشا - توم مام پالي نتيم ڪرپا جڳديشا،
هر هر هر مهاديو ...

۱- ڪيلاسي گر شکري ڪلپدرم وپني - گنجتي مدوڪر پنجي ڪنج واي گهني،
ڪوڪل ڪوجت کيلت همساون للتا - رچيتي ڪلا ڪلاپم نرتيتي مد سهتا،
هر هر هر مهاديو ....

۲- تسمن للت سديشي شالامڻي رچتا - تن مدي هرنڪٽي گوري مد سهتا،
ڪري ٻا رچيتي ڀوشا رنجت انج ميشم - اندرا دڪ سر سيوت ناميتي شيشم،
هر هر هر مهاديو ....

۳- وبڌ ڌو ابهو ترليتي هرداي مد سهتا - ڪنر گاين ڪرتي سپتسر سهتا،
ڌن ڪت ٿئي ٿئي ڌن ڪت مردنگ واديتي - ڪوڻ ڪوڻ للتا وينو مڌرم نا ديتي،
هر هر هر مهاديو ....

۴- رڻ رڻ چرڻي رچيتي نوپر مجولتا - چڪرا ورتي ڀوميتي ڪرتي تام ڌڪتام،
تام تام لپ چپ تام تام ڏمرو واديتي - الڪشنان ڪلي نادم لاسڪتام ڪرتي،
هر هر هر مهاديو ....

شريمد شو پراڻ جي پاٺ ڪي ٻڌي ٿو سو ۽ سنسار جا اُم سک ڀالي انت ۾ موڪش کي پراپت ڪري ٿو. هيءَ سرپشت پراڻ پگوان شنڪر کي ڏاڍو پيارو آهي ۽ پگوان شنڪر پڳهتن پيارن لاءِ پياريءَ شيءِ جي ٿي وڇنا ڪئي آهي جو پيارن کي پياري شيءِ ئي ڏني آهي.

شل پگوان شنڪر پيارن پرلم ڪٺن سرڌو، ان پترن سرڌو، هن شو پراڻ جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ وارن پڳتن جو ڪلياڻ ڪري. (هر هر مهاديو شمهو - ڪاشي وشرانٿ گنگي) واڻوي سنگهتا (اُتر کند) ۷، ادڍياءَ ۴۱ سماپت.

— اوم شم —

شانتي ! شانتي !! شانتي !!!

# شـــريـــمـــد شـــو - پـــراڻ

## — سـمـپـورڻ —



### پگوان شنڪر جون چار آرتيون

#### آرتي (۱)

آرتي ڀرم سامب - شنڪر ڪي،
ستيه سناتن شو شـــب ڪر ڪي،
آدي، انـــادي، انت انـــامي؛
آج، اوناشي، اڪال، ڪلامي؛
سرو وهت، تـــت سرو - اُرامي؛
مستڪ سو سرپڌر ششي ڌر ڪي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي،

ڪرتا، پرتـــا جڳ سنگهاري؛
برهما، وشڻو، ردر لـــن ڌاري؛
سرو وڪار روپ اوڪاري؛
آگـــ - جڳ - پالڪ پرلنڪر ڪي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي.

وشراليت وشوگت سوامـــي؛
د وشتا ساڪـــي انترجـــامي؛
ڪام - ڪال - سب - جڳ - هت - ڪامي؛
الگهر - سروپ سڪل اگهه هر ڪي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي.

مني - من - هرڻ مڌر شڀي سندر؛
السي ڪميه روپ سشاور؛
دو ڀـــامبر ڌاما پرشـــڻ ڌر؛
سرو - لڻ - من - هر سک ڪر ڪي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي.

وڪت ڪرال پيچ مکر - ڌاري؛
مند - مال، وش - ڌر، پم - ڪاري؛
هاٿ ڪپال شمشان - وهاري؛
وش آ منگل، منگل ڪرڪـــي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي.

پرگي، اوگي، ڌياني، گياني؛
جڳ - اُپمانـــا ڌار اماتـــي؛
آشر توش، الپي اُترتر دانـــي؛
د ئيمبر - دردت - در گتيهر هر ڪي،
آرتي ڀـــرم سامب - شنڪر ڪي.

———

هئا ۽ سڀئي مڻين جڙيل وڻن ۽ ٽڻن سان پُرڪيل نظاري واري. پاڻيءَ سان الهن ابو ڍنڍ ۾ اچي ٿي پراويءَ تي. چمڪ آڪاس لهي آيو آهي، جتي لهرون بادلن وانگر ڊڪ دوڙ ڪري رهيون هيون ۽ سنڌوڙ ان، ڪمل ۽ قسمين ڪل ڦاڙن وانگر شوڀا پائي رهيا هئا. ٿلهه ۾ لهڻ ۽ چڙهڻ لاءِ سنڌر گهاٽ ٺهرايل هئا ۽ ڪنارن تي سهڻيون ڏاڪڻيون هيون جتان ڪيترائي ماڻهو هميشه لهي ٿي ويا ڪيترائي ماڻهو هميشه ٿي ويا ۽ ڪيترائي ماڻهو سنان وغيره ڪري مٿي چڙهيا. ڪيترائي مني ڪمار سنان ڪري مٿي ٿي چڙهيا ڪي سنڌاري يا ڪوڙيل مٿي سان پسوي رهالي، اچي لنگوٽي ڌاڙڻ ڪري، پاڻي ڪمنڊل يا ڪلش پوڄا وغيره لاءِ کڻي ٿي آڪيا. سنڌن هٿن ۾ ڪمل جا ۽ اهڙيءَ طرح قسمين قسمين ڪل ۽ شوڀا پائي رهيا هئا. پيا ۽ ماڻهو ڪيترائي سنان ڪري اُتي ئي پوڄا پاٺ ۾ لڳي ويا ۽ وري ڪيترن ماڻهن ڪان پوڄا ڪري ڪل، ٻن، ٽن ۽ چئن ڦُٽا ڪمل اُن ٿلهه جي چوڌير ۾ آرپيون ماڻڻ لڳا. وري ڪي ماڻهو سورج کي ارگهه ڏئي رهيا هئا ۽ ڪي ڪناري تي واهي پوڄا ڪرڻ جي تياريءَ ۾ هئا.

اُن تلاءَ جي اُتر واري ڪناري هڪڙي ڪلپ ورکش (ڪلپ وڻ) جي هيٺان سفيد الهيءَ تي مرگ ڇالا وڇائي سدا ٻال روپ ڌاري سنتڪمار پنهنجي آسن ۽ اکنڊ سماڌيءَ مان فارغ ٿي ويٺل آهي جتي پيا رشي ۽ برهمچاري سنڌس پوڄا ڪري رهيا هئا. نيمشارڻيه وارا برهما کان موڪليل رشي مني ۽ اچي پهتا جن کي ڏسي سنتڪمار کين ڪاري ۽ سنڌن اچڻ جو ڪارڻ پڇيو. نيمشارڻيه وارن رشين جڏهن پنهنجو احوال ڏيڻ شروع ڪيو ته آسمان مان نغارن ۽ شرناين جو آواز ٿيڻ لڳو. اُن مهل سورج جي سمان تيجسوي هڪ ومان لهندو نظر آيو جنهن جي چوڌاري الڪ شو-گڻ (ديوتا يا بهادر شواڌاري) ۽ الڪ اپسرائون ۽ رُدر-ڪنيائون ڏسڻ ۾ آيون. ڍول ۽ باجا پيون ۽ وڄائون وڄي رهيون هيون. ومان سنڌر جهنڊن ۽ جهالرن سان سينگاريل هو. ومان جي چوڌاري هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل چندو پڌل هو جتان موتين ۽ لعل جڙت رنگ برنگي لڙيون لٽڪي رهيون هيون. اکش، گندرو، سد ۽ چارڻ وغيره، ڳائڻ وڄائڻ جي ڌن ۾ مگن ۽ مست، چوڌاري ومان کي وڪوڙي بيٺا هئا. ومان مٿان "پٽل" (ڏالد) جي نشانيءَ وارو جهنڊو جهولندو پئي نظر آيو. اهڙي سنڌر ۽ انوکي ومان جي وچ ۾ چندرما سمان سرهن وارو شو-ڀڳت شرومڻي نندڪيشور ۽ سنڌس استري سيشا ويٺل هئا. پرسان ٻه شو-ڀڳت مٿن چوڙيل چهرالي رهيا هئا. شالاد- پتر شري نندڪيشور شاندار سنگهاسن تي ويٺل هو ۽ ڪيترائي اوڌلي (ڳڻ) سنڌس حڪم جي بجا آوريءَ ڪرڻ لاءِ پرسان منتظر بيٺا هئا. سنڌس سرهن جي ڪوڙي ڳالهه. ڪجي! ڀڳوان شنڪر جي ضروري ڪمن جي پورائي ڪرڻ وارو ۽ گمس گيان جا سنڌش پهچائڻ واري خاص عرضي اچ خود **ڀڳوان شنڪر** وانگر ٽن اکين سان، سفيد چنڊن سان، ٻن تي ناڳن جي اي طرف چوڌير سان، سچي هٿ ۾ ترشول سان، مستڪ تي چندرما جي مٿڪ سان ۽ اکين ۾ انند

پڳران شنڪر جي ڪري پراڻن جو لياڳ ڪري ٿو. لکهڪي ۽ مڪتيءَ جو پراپتي ملي ٿي.
-(هرهر مهاديو شنڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) واڳري سنگهتا (اُتر کنڊ) ۰۷ ادڌياءُ ۳۹ سماپت.



## وايو ديوتا جو التردڌيان ٿيڻ، رشين جو سرسوتي ۾ آويرت- سنان، ڪاشيءَ ۾ انوکي تيج جو درشن ۽ رشين جو برهما وٽ وڃڻ حتان وري رشين جو ميروُ- پربت ڏانهن اسهڻ!

سوتجي مهراج- اي رشيئو! اهڙيءَ طرح ڪروڌ ۽ اهنڪار جي جيتڻ واري اُپديوءَ شري ڪرشڻ کي اُپديش ڪري پورو ڪيو مس ته آمر درشتي (التحد جوهه وارو) وايو ديوتا سالچهيءَ جي. وقت التردڌيان ٿي ويو. صبوح جو سوال اُلي سيدي لمسين، رشين ۽ مدين سرسوتيءَ نديءَ ۾ اوڀرڻ - سنان (جو سنان پکيه جي ڪلشن جي پاڻيءَ سان پکيه جي پوري ٿيڻ ڪاڻ ڪيو ويندو آهي) جو فيصلو ڪيو. هيڏانهن برهما جي آڳيا سان سرسوتي ۾ ڦوهه وهڻ لڳي. رشي مني ۽ لومل ۽ شڌ جل پسي من جو من ۾ اَسن ٿيڻ لڳا. سڀني اوڀرڻ سنان ڪيو ۽ پوءِ سرسوتيءَ ۾ خوب ٽبيون هڻيون. ترپڻ ۽ ماوچن وغيره ڪري سڀ لمسوي، رشي مني ۽ ديوتائون وغيره وارانسيءَ ڏانهن هلڻ لڳا. هماليه جي چوٽين مان وهندڙ ڀاڳيرٿي (گنگا) جي لومل ۽ شڌ جل کي ڏسي رشي وغيره پڻ ۾ اچي ويا ۽ اُتي ۽ سنان وغيره ڪري، گنگانديءَ جو ڪنارو وسدا اڳتي هليا. وارانسيءَ ۾ پهچي وري اُتر ڪان وهندڙ گنگانديءَ ۾ سنان ڪري اوهڪتيشور- لنگم جو درشن ڪري، وڏيءَ سان پوڄا ڪرڻ لڳا. پوڄا پوري ڪري اڃان مندر مان ٻاهر نڪتا مس ته آڪاس منڊل ۾ ڪروڙن سورجن جي روشنيءَ جهڙو عجيب ۽ انوکو چمڪاٽ لهر جنهن پنهنجي روشنيءَ سان ڏهن ئي ڏسائن کي ٿوري وقت لاءِ روشن ڪري ڇڏيو پوءِ ڪيترائي سوين لمسوي جن کي بدن ڀسمي رماڻل هئي ۽ پاشوپت ورت ۽ نيمن وارا هئا، سي اُن جلويدار تيج ۾ لين ٿي ويا. اُنهن مهاتمائن جي انهن لين ٿيڻ ڪري اهو انوکو چمڪاٽ ۽ جلد ئي غائب ٿي ويو. هي عجيب گهٽنا کي ڏسي نئيمشارڻيه اواسي مهرشي "هي ڇا ٿيو؟" چوندي واڻڙا ٿيڻ لڳا. ٿوري دير کان پوءِ هن عجيب اسرار جي الت لهڻ لاءِ برهما ڏانهن روانا ٿيا.

هوڏانهن وايو ديوتا ۽ نئيمشارڻيه ۾ لول پکيه جو احوال ۽ رشين جي شڌ-تام ۾ پکتيءَ ۾ شرڌا جي سچي سموري ڪٿا وغيره. وايو ديوتا ۽ برهما کي پڌائي ٻاهر اڪتو ٿي مس ته، رشي به اچي پهتا. اتري ۾ نارد ۽ تمبوره جي وچ ڪانن وديا جي چٽاڀيٽيءَ ۾ اُرهما ڏانهو مشغول رهيو ۽ پر جلد ئي برهما نارد کي تمبوره سان شرط پچائڻ جي بدران گڏجي ڳائڻ وڃائڻ لاءِ صلاح ڏيئي روانو ڪيو. ٻاهر ڪجهه وقت لاءِ ترسيل رشين ۽ مدين برهما وٽ اندر

پيانڪ جهنگل، هسڪ جيوَن جي اڪيلي اهڙي جاءِ نہ هئڻ گهرجي، شهري گوڙ گهمسان کان جاءِ پري هجي ۽ جهنگلي سچ ۽ ويرانيءَ جي ڀ پرسان نہ هجي، گنديءَ ٻستيءَ، مڇرن جي جي آزار، ناڪن-بلائن، هولناڪ ۽ خوفناڪ جانورن جي ٻستيءَ واڳهو ڀ جاءِ نہ هئڻ گهرجي. پوڄا شروع ڪرڻ وقت بدن ۾ روڳ ۽ بيمارين وغيره نہ هئڻ گهرجن ۽ لڪي ڪي سخت اونڌهہ ٻيا سخت سڄ جي ناش ۾ ٻوڄ - ابياس شروع ڪجي. پدم آسڻ لي واهي يا ٻيءَ طرح سولائيءَ سان آسڻ لي واهي شروع ڪرڻ گهرجي. ڪاڏو گهڻو ڀ ڪاڏل هجي يا تمام ڪر ڪان ستايل نہ هئڻ گهرجي. بدن جي بهڪ سڌي هجي ۽ پلٿي ماري، پلٿيءَ جي ڪرنگهيءَ ڪسي پاڪل سڌائيءَ ۾ ٻهاري پڳوان شو جو سمرڻ ان اکين جي وچ ڀهي ٻڙن جي وچ ۾، هردي ۾، لن ۾ ۽ سڄي بدن ۾ رکڻ گهرجي. مهن کي ۽ سڌو ڪري واهجي. پڳوان شنڪر جي لنگ کي، ٻن، ٽن، چئن يا اُن ڪمل جي بدن جي آسن لي ڪلپنا ۾ ناهي ۽ سينگاري واهارجي. ڪلپنا ڪندي يا من جي ڀاونا سان لنگ جي وڏي اوسار جل ڌارائن سان سنان ڪرائجي. تلڪ، چانور، ڌوپ، ڏيئو، وستر، عطر الپير ارپڻ ڪجن ۽ پرساد پيت چڙهائي خوب آرتيون اُتارجن، پشپانجليون ڪجن، پرم جاپ ڪجي ۽ ڌيان ۾ مگن رهجي. پڳوان شنڪر جي ”گهور“، ”شانت“ ۽ ”مشر“ روپ وارن مورتين جو ڌيان ڪجي. ”گهور“ روپ جي چنتن ڪرڻ سان روڳ ۽ بيمارين ناس ٿي ٿيون. ”مشر“ روپ جي چنتن ڪرڻ سان ڪاميابي ملندي پر ”شانت“ مورتيءَ جي چنتن ۽ ڌيان ڪرڻ سان مڪتي ۽ شانتيءَ ماڻ ۾ داڻ لـ ليندي آهي. (هرهر مهادي شمڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) واڻي-سنگهتا (آٺون کنڊ) ٠٧. اڌياءِ ٣٨ سماپت.

⋗⋗⋖⋖

## شو - ڌيان ۽ اُنجي مهما. شو - ڪيتر ۾ پراڻ ڏيڻ سان مڪتيءَ جو لاڀ.

اُپمنيو - اي ڀرڪيراج ڪرشڻ! شري ڪنداٿ جو سمرڻ ڪرڻ سان ماڻهن جا اهڪ دک ناس ٿي وڃن ٿا. سمرڻ سان ڌيان جو لاڳاپو آهي. شنڪر جي سيڌي مورتين جو ڌيان ڪرڻ ڪري مکو جنهن جـو جنهن مورتيءَ ۾ وشواس جمي، يا من الڪي ٻيا ڌيان ۾ آڻي سگهي تنهنجو ٿي ڌيان ڪرڻ ضروري آهي. ڌيان ٻن قسمن جو ٿيندو آهي:- ١- سوشيم، ٢- اوروشيم.
١- سوشيم ڌيان پراڻو ڪال جي سورج جي ڪرڻن وانگر ڪنهن جوت جي آسري وٺڻ وارو آهي ۽ ٢- ٻروشيم ڌيان ٻرڪڻ ۽ اراڪار جو آهي. جهڪا شيءِ ڏسڻ ۾ ڪالہ ٿي اچي تنهنجو ڌيان ڌڪيو ڪري سگهـو تنهنڪري ڌيان کي هڪ هنڌ ٽڪائڻ لاءِ ۽ استر ڪرڻ لاءِ سوشيم ڌيان ٿسي ضروري آهي. پراڻايام ڪرڻ سان ”شانتي، پرشانتي، ديپتي ۽ پرساد وغيره“ سڌيون (ڪاميابيون) ملن ٿيون.

ڳالهيون اندر جي آواز رستي ٻـڌڻ ۽ اچن ٿيون جنهنکي "شروڻ" چئبو ۽ ڪيترا ٿون نسي ڳالهيون نہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي ۽ پنهنجو پاڻ سمجهہ ۾ اچڻ لڳن ٿيون جنهن کي "وارتا" چئبو ۽ ۴. نہ ڏسڻ جي چاهنا ڪانسواءِ ٿي پنهنجو پاڻ ڪيترائون ٿي شيون اکين اڳيان قرڻ لڳن ٿيون جنهن کي "درشن" ڪري چئبو ۽ ۵. نہ سواد وٺڻ جي چاهنا هوندي ۽ واسط ۾ ميناج ۽ سواد اچڻ شروع ٿيو ٿوي جنهن کي "آسواد" چئبو ۽ ٦. نہ ڇهڻ ۽ نہ سنگهڻ جي چاهنا ڪانسواءِ ڪيترن پدارٿن جي ڇهڻ ۽ خوشبوءِ سنگهڻ جي شڪتي پيدا ٿيو ٿوي جنهن کي "ويدنا" چئبو.

اهڙي ٿوڳيءَ جي اڳيان هيرن، جواهرن ۽ رتن جا ڍير لڳي ويندا آهن ۽ سندس واسط ۾ ميناج پنهنجو پاڻ اچيو وڃي ۽ سيني قسمن جي دوائن ذريعي هٿ شفا اچيو وڃي ۽ اپسرائون ۽ ديوتائن جون استوائون ۽ من والهيت ڦل ڏيڻ لاءِ اچي اڳيان ايهندايون آهن. اهڙي ٿوڳيءَ لاءِ ڪتي ۽ نرواڻ پد ۾ ملي سگهيتو. نہ فقط ايترو ٿر اهڙو ٿوڳي پرٿوي، جل، اگني ۽ وايوءَ ۾ اليڪ روپ ڌارڻ ڪري سگهيتو.

ٿوڳيءَ لاءِ ڪجهہ بہ ڪرڻ ڏکيو نہ آهي. جل ۾ وهڻ پرٿوي تي جل مان پنهنجي مرضيءَ موجب ڪري اچڻ، سمنڊ کي بہ پنهنجي موجب ٿي وڃڻ، سنسار ۾ پنهنجي مرضي موجب پاڻي، ندي، سمنڊ گهرائڻ يا سڪائي ڇڏڻ ۽ جل واءُ، تيج (اگني) مان ڪهڙو بہ روپ پيدا ڪرڻ هن ٿوڳي لاءِ ڏکيو نہ آهي. اهڙو ٿوڳي پنهنجي اـدن مان باهہ پيدا ڪري سگهيتو ۽ جلائي سگهيتو ۽ پاڻيءَ مٿان باهہ يا باهہ مٿان پاڻي پيدا ڪري سگهيتو. پاڻڪي هوا والگو هلڪو ۽ پهاڙ والگو ڳرو ڪري سگهيتو ۽ آگـر جي اشاري سان پرلڪيپ ڪري سگهيتو ۽ آسمان ۾ اڏامي سگهيتو، جيڪا شيءِ مدالتي گهرائي يا پيدا ڪري سگهيتو ۽ کهڙي بہ درلپ يا انڻ لپ پدارٿ کي ڏسي سگهيتو يا ڏيکاري سگهيتو ۽ ڪنهن بہ شيءِ کي ڪاٽڻ، مارڻ کولڻ، ڦاڙڻ ۽ بند ڪرڻ سندس هٿ جو کيل آهي. سنساري ماڻهن کي خرش ڪرڻ، مارڻ، پسم، ڪرڻ يا ختم ڪرڻ هنجي لاءِ سولي ڳالهہ آهي. سنساري ماڻهن کي پيدا ڪرڻ، پالڻ ڪرڻ ۽ سنگهار ڪرڻ اـ، ان ٿوڳيءَ جي شڪتيءَ ۾ سولي ڳالهہ آهي. عيش عشرت جا بہ سامان موجود ڪرڻ يا ڪرائڻ بہ سندس هٿ کان ٻاهر ڪو نہ هندو آهي.

مٿين سيني ديوائـن، دايتن ۽ راجائن جي گڻن ۽ خاصيتن هوندي، طاقت ۽ شڪتيءَ وندي بہ هـوا، باهہ، پاڻي ۽ آڪاسي عناصرن مٿان قبضي هوندي بہ اهڙو ٿوڳـي هروقت ماٺو، لهنو، سادو، نرمل حسد ۽ ابرڪا کان پري ۽ سدائين پرڀوءَ جي پليءَ ۾ ۽ شو - نام ۾ رتل رهيتو. طاقت هوندي بہ طاقت جي نشي کان دور ٿي گذاري ٿو.

اي ڪرشڻ! هيءَ ٿوڳ ڪتي ڪجي، ڪهڙو ورتن ڪرڻ ٿـو. ايڪانت واري جاءِ پنهنجي جنهن ۾ ڇيٽي وغيرہ جو ٿيو پائجي. باهہ جي پرسان، سمنڊ جي پرسان ۽

کي ”پراڻ“ چيو آهي، جو ڪجهه ڪالبو آهي لنهنکي جيڪا هيٺ لاهي وڃي ٿا ڳدا جي وستي ٻاهر لڪري لنهنکي ”اپان - وايو“ چيو آهي؛ جيڪا هوا سڀني عضون کي وڌائي ٿي لنهنکي ”ويان“ چيو آهي؛ جيڪا ڳڇهن جاءِ کي هلائي ٿي لنهنکي ”اُدان“ چيو آهي؛ جا هوا سڀني عضون ۾ هڪ ئمراني هلي ٿي لنهنکي ”سمان“ چيو آهي؛ واءِ ۾ اوڳرائيءَ وقت جيڪا هوا ٽري ٿي لنهنکي ”ناڳ“ چيو آهي؛ اکين کي ڇنڀڻ ۾ ”ڪورم“ نالي وايو ڪتب اچي ٿو؛ ڇڪ ۽ اوٻاسيءَ ۾ ”ديودت“ نالي هوا ڪتب اچي ٿي؛ ”ڌننجيه“ نالي هوا وري بدن جي هرهڪ ڀاڱي ۾ حاضر رهي ٿي ۽ هيءَ هوا مئل ماڻهوءَ جي شرير ۾ به هوندي حاضر آهي. وايوءَ ٿي ئي سڄي شرير جو مدار مدبان.

جيئن ٿا من کي هڪ هنڌ لڳائڻ کي ”ڌارڻا“ چيو آهي. هيءَ اڳر ”ڌيان“ مان اڪيل آهي. جنهن شيءِ جو ڌيان ڪجي ٿا ڌيان ڪرڻ وارو ٿا ڌيان ڪرڻ جو مطلب ٿا ڌيان - اهي ٽيئي ڳالهيون يوڳ اڀياس ڪرڻ وارو ماڻهو خيال ۾ رکي. اهڙو ڌياني - ماڻهو، گياني، شرڌالو، ممتا رهت ۽ اُتساهي ليندو آهي ۽ انت ۾ ”ڌيان“ ۾ سڦل ٿي پرم پد پائيندو آهي. اهڙي ماڻهوءَ کي گهرجي ته ڌيان ڪندي اڪجي پوي ته جپ ڪري ۽ جپ ڪندي ٿڪجي پوي ته ڌيان ڪري. جڏهن ڌيان ۽ جپ ٻئي ۾ پورن اڀياس حاصل ليندس ته پوءِ سندس ”سماڌيءَ“ واري اوستا اچي ٿي جتي نه ٻڌي ٿو، نه سنگهي ٿو، نه ڏسي ٿو، نه ڇهي ٿو ۽ نه ٻولي ٿو، نه غرور ڪري ٿو پر فقط هڪ ڌيان ۾ لڳل رهي ٿو. سندس من جي اوستا اهڙي ليو پوي جهڙي جيڪر ٻنا هوا جي واريءَ جاءِ ٿي جٽي هڪ ڏيئي جي لاٽ. پوءِ ته يوڳيءَ جو شو ۾ لين ليو پوي. (هر هر مهاديو شيو - ڪاشي وشوناٿ ڪنگي) واڻي سيکيا (آلو کيڊ) ٥٧ اُڌياءَ ٣٧ سماپت.

—o§o—

## يوڳ - مارگ ۾ وگهن ۽ شو - شوا جي ڌيان جي مهما

شري ڪرشڻ - اي مهراج! يوڳ جي رستي ۾ ڪهڙا وگهن آهن؟

اُپمنيو - اي يوگيراج ڪرشڻ! يوڳ - مارگ ۾ لهنجو ڌاڍو مئن لڳل آهي لنهنڪري لوڪي وستار سان ٻڌائي رهيو آهيان. سستي يا آلس، خوفناڪ يا وچرنڌڙ بيماريون، چرڪون، من جا سڀاءَ، من جي للاندڙ اوستا، اشرڌا، من جي مراجهاري واري حالت، دک، من جي مايوسيءَ جي حالت ۽ وشين واسنائن ۾ ٻڌڻ ۽ موهه، وغيره - اهي سڀ يوڳ جي مارگ ۾ رڪاوٽون آهن. انهن سڀني ڳالهين ٿي قبطو ڪبو ته منزل مقصد ٿي سولائيءَ سان پهچي سگهبو.

اهڙي يوڳيءَ جي وگهن ٿي دور ليڻ ٿي جهن پرڪارن جون سڌيون ملن ليون جن کي ”اپسرڳ“ چيو آهي جي هن طرح آهن :- ١. ڪدريل، هلندڙ ۽ آلمده جي ڳالهين جي حسو پوي ٿي جنهن کي ”پرايا (ڳمان)“ چيو ۽ ٢. ته ٻڌڻ جي ڪوشش ڪندي به ڪمتراون

ليڪ جوڙيون نامڪن ڳالهيون ممڪن لمر ايون. (هر هر مهاديو شمبو - ڪاشي وشونامڪ گنگي) واڙي سنگهتا (اُتر کنڊ) ٧٠ اڌياءَ ٣٢ سماپت.

---

## پرلوڪ ۾ ڦل ڏيڻ وارو ڪرم — شوُ - لنگ مها ورت جي وڏي ۽ مهما جو ورنـن -

اُپمنيو - اي ڪرشڻ! هاڻي مان فقط پرلوڪ ۾ ڦل ڏيڻ واري ڪرم ۽ اُنجي وڏي پڌائي جيو آهيان جنهنجي ڀرپاڳ سان برهما، وشنو، رُدر، اِندر وغيره لوڪپال، اڻ گره، وشوامتر، وسشٽ، برهم جي جاڻڻ وارا سڀ رشي، منو، مهرشي، شرپت، اگستيه، دڌيچي، مان (اُپمنيو) جهڙا شوُ - ڀڪت، نندبشور، مهاڪال، برنگيش، پاتال واسي دانوَ، شيش ناگ ۽ ٻيا سڌ، واڪاس، يکشيه، گندرو، پرنتو پشاچ پنهنجي پنهنجي ڪرم سان شو پد کي پهتا. برهما کي برهم - پد مليو، اِندر ۽ گڻيش کي پنهنجو پنهنجو جوڳو پد حاصل ٿيو.

اَڄي چندن سرڏي جل سان شو - شوا روپ شو - لنگ کي سنان ڪرائي اَرپل اَچن ڪمل سان پوڄا ڪندي، چرڻن ۾ نمسڪار ڪندي جيٺي سان اولر ۽ شڌ اُپل زمين تي سندر سنگهاسن تي براجمان ڪجي. سنگهاسن چانديءَ جو، سون جو يا شڪتيءَ انوسار هيرن جواهرن سان جڙيل هجي. شڪتيءَ ا، هٿ ڪري ڪمل گل جو ٺهيل سنگهاسن ٺهيل هجي. ٽلڪ، چانور، گل، ڌوپ، ديپ، نئويد وغيره سان پوڄا ڪجي. پل - پتر ساڄي پاسي ڪان چاڙهجن، وري اُن جي ساڄي پاسي ۾ اگر، اولهه طرف منسل، اُتر طرف ۾ چندن ۽ اوڀر طرف هڙتال چڙهائجي وري اگر، گگل ۽ ڌوپ جو واس ڪجي. سندر ۽ سهڻا قيمتي ۽ وڻائتا وستر اَرپڻ ڪجن. گيهه ۽ کير سان ٺهيل پداٿن جو ڀوڳ رکجي، جدا جدا منترن اُچارڻ ڪندي هرهڪ سامگريءَ سان پوڄا ڪري آرتي اُتارجي، پشانجلي ڪجي ۽ اُستتي ڪري ڪميا اِستوتر پڙهجي ۽ پسوءِ شو پنج - اکريءَ منتر سان ڏکڻ واري مورتيءَ جو آسرو وٺجي. اهڙيءَ طرح هر روز پوڄا آراڌنا ڪجي. اي ڪرشڻ! تون ڀڳوان شنڪر جو ڀڳت آهين، ٽنهيڪري توکي هي ورتانت پڌائجي ٿو جو فقط شو - ڀڳتن جي ئي پڌڻ لائق آهي. پراچين ڪال ۾ هن مها ورت جو اُپديش ڀڳوان شنڪر پاڻ ڪيو هو.

اي ڪرشڻ ڪٿي ڪرني استاپن ٿيل شو - لنگ نه هجي ته جل، اگني يا سوروج ۾ ئي شو - ڀاونا ڪري پوڄا ڪرڻ گهرجي. (هر هر مهاديو شمبو - ڪاشي وشونامڪ گنگي) واڙي سنگهتا (اُتر کنڊ) ٧٠ اڌياءَ ٣٣-٣٦ سماپت.



ٻن هٿن ۾ ترشول ۽ وڄر ڌارڻ ڪيل اٿس. بدن تي خوفناڪ ناڳ چوڌاري وريا آهن.
هرهڪ پيشانيءَ تي ۲-۳ اکيون سورج واڱر لعل پرڪاش ڏيئي رهيون آهن. اوڀر واري
مورتي سنهيو، ڏکڻ واري ابري بادل واڱر، اتر وارو منهن اڀرندڙ سورج سمان لعلاڻ
وارو ۽ اولهه واري چندرما واڱر سفيد. سندس پرسان ٻي ماهيشوري ديوي سونهن سان
سينگار ڪري "مهالڪشمي" جي ٽاڻي سان براجمان آهي. اهڙي روپ سمان ڪرائڻ لاءِ پوڄا،
گوڻ (ڳاءِ جو ڏڌ، ڪير، مکڻ، گوڦت ۽ ڇيڻي جي رس) گڏ ڪجي. ماکي ۽ کنڊ ۾ ملائي
رکجي. اهڙي ريت اوڀر طرف منڊل ٺاهي ايشان ڪلش جي ٿاپنا ڪجي. ان کان پوءِ چئن
دشائن ۾ 'سدبو جامع' چار مورتيون استاپن ڪجن. پوءِ وري اٺن ڪمل جي پنن تي اٺ
ڪلش رکجن. سڀني ڪلشن کي نورن جي پاڪ گنگا جل جي شڌ، صفا ۽ اونو پاڻيءَ سان
ڀرڻ شروع ڪجي. ڪلشن جي مٿان ڪپڙو رکي کڻبي سٽ سان گلن جون مالهائون ٻڌجن.
ڪلشن جي اندر پنج رتن وجهجن. سون، ٽامو، ڇٽو ۽ خوشبودار شيون جهڙوڪ عطر، ابير
وغيره ملائي پنج ڳوڙ ۽ نيرُت جل سان شو-لنگ کي شو-منترن سان سنان ڪرائجي. لاڳ،
چانور، ڌوپ، ديپ، گل، نئيوديه، پرساد وغيره ڀيٽ رکجي. خوشبودار تيل وغيره ۽ ارپڻ
ڪجن. خوشبودار گل، ڪمل، نيل ڪمل، ٻل-پتر، اڇا ڪمل، لعل ڪمل، سون ۽ چانديءَ
جي ٺهيل ڪمل گلن سان ۽ پوڄا ڪجي. اڄ سڀي ڪجهه جسو ڏيئو ٻارجي ۽ قسمين قسمين
خوشبودار ڌوپ واسجن. ڪافور ۽ ٻارجي. ايشان وغيره پنج برهم، ڇهه انگ ۽ پنجن آورڻن
جي پوڄا ڪجي. کير مان ٺهيل پدارٿن جو پرساد ڀيٽ ۾ رکجي. ڳڙ ۽ گيهه مان ٺهيل چوري
(ڪٽي) ۽ رکجي. سون ۽ هيرن جون مالهائون ۽ ارپڻ ڪجن. پوءِ ناچ ۽ وڄائڻ شروع ڪجي
جنهن ۾ ناچ ۽ ڳائڻ ۽ ٻڌڪرن شڌڪر جا ٻول ۽ استوتر چيا وڃن. پوءِ وري مول منتر جو هڪ
لک جاپ ڪجي. پوڄا هڪ ڀيرو ڪجي يا ۳ دفعا ڪجي. پوڄا شرڌا، ڀڳتي ۽ نيم ڌرم سان
ڪجي. هوم (هون) جي سامان ۾ ڪنجوسائي نه ڪرڻ گهرجي. مارڻ ۽ اُچاٽڻ لاءِ شو جي
"گهور" روپ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. شانتي ۽ سک جي ڪرم لاءِ شو-لنگ ۽ شو اڳنيءَ ۾
شو جي "سئومير" روپ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. مارڻ ۽ ناس ڪرڻ لاءِ لوهه جو سرو ۽
سرڪ، شو-اڳني ۾ هوم (هون) ڪرڻ لاءِ ڪم آڻجي ۽ شانتيءَ ۽ سک لاءِ سواءِ ولهي جو يا
ڪاٺ مان ٺهيل هجي. مرليءَ لاءِ جيستائين بالڻ، گيهه، کير، ڇيو ڪاهه، ۽ ماکيءَ مان ٺهيل
پدارٿن جي آهوتي ڏجي يا فقط کير مان ٺهيل پدارٿن جي آهوتي ڪجي. روڳن ۽ اُماوان
جي شانتي لاءِ شو-اڳنيءَ ۾ لونن جي آهوتي ڪجي؛ غريبيءَ کي ناس ڪرڻ لاءِ ڏن جي
وڌائڻ لاءِ گيهه، کير يا ڪمل جي گلن جي آهوتي ڪجي. ڪنهن کي وس ڪرڻ لاءِ گيهه ۽
چنبيلي گلن جي آهوتي ڪجي. براهمڻ ڪتري ۽ ويش کي گهرجي ته گيهه ۽ ڪرڙ جي گلن
جي آهوتي ڪن. فقط ماکيءَ جي يا اڪ جي پنن سان آهوتيءَ ڪرڻ سان ٿي ڪسي نقصان
پهچائيندو آهي ۽ سرانهن يا تل جي آهوتيءَ ڪرڻ سان ٿي جي تندرستيءَ کي جو ڪر ملندو

شروع ۾ آئل ڪسي ۽ مارڻ وارو ، منترُ ڀوهي، وشواس گهاتي، ماتا پتا جي خون ڪرڻ وارو ۽ اڌرمي پاپي ۽ جيڪڏهن هن استوتر جو پاٺ هڪ چت مَن ۽ شرڌا سان ڪندو ته ۽ سندس پاپ ڌوپجي ويندا.

خراب سپنا، نياڳ، ڏکي مصيبتون، ڦهري آفتون ۽ آپدائون ۽ هن پاٺ ڪرڻ سان دور ٿي وينديون ۽ ماڻهو وڏيءَ عمر وارو، سڀاڳو، عيش ۽ آرام سکي سڀاڳ ۽ مَن واڇت وستن کي حاصل ڪندو. سندس پڌن ڪٿجي وڃن ٿا مطلب ته هن استوتر جي پاٺ ڪرڻ مان انيڪ فائدا آهن جو انسان هن لوڪ ۾ سک ڀالي انت ۾ موکش حاصل ڪندو.

(هرهر مهادنر شميو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) واڻوي سنگهتا (آنر کنڊ) ٠٧. اڳهڻ ٣١ سماپت.



## هن لوڪ ۾ ڦل ڏيڻ وارن ڪرمن جو وڏيءَ سان ورڻن، شڙ ڀوڄن وڏي، شانتي - پشٽي وغيره جدا جدا ڪامنا وارن ڪرمن ۾ هون (هوم) سامگري.

اُپديو - اي شري ڪرشنا هيءُ هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ ڪاميابي (سڌي) حاصل ڪرڻ وارو ڪرم پدايو آهي. هاڻي شو - پُڪتن لاءِ مَن وانڇت ڦل ڏيڻ وارو ٻڌن، هوم، جپ، ڌيان ۽ تپ ۽ دان مه مهان ڪرم جو ورڻن ڪريان ٿو. ڪنهن ڪرم ڪرڻ لاءِ جنهن ديوتا جو آسرو وٺجي تنهجي منتر جي سڌي (ڪاميابي) ڪجي. منتر - سڌيءَ ڪرڻ ڪالسوام ڪر ۽ ڪرم ڦلدائڪ ٿي نيندو آهي. منتر سڌيءَ ڪرڻ ڪانپوءِ ۽ ڪنهن ڪم جي ڪرڻ جي نڇڪاوٽون آهن ته سياڻي ماڻهوءَ کي جرڳو ويچار ڪرڻ گهرجي. ڪي سوڻ يا سپن يا ڪي سپنا يا ڪي اهڙيون نشانيون سمجهجن ته هن ڪم ۾ رڪاوٽون درپيش اينديون ته جوڳو ويچار ڪرڻ گهرجي. مکيه ڳالهه شرڌا جي آهي. شرڌا - هيڻ ماڻهو ڪرم نه ڪري جو ڪرم جي ڦل نه ملڻ ڪري ۽ ديوتا مان شرڌا ٽٽي پوندي. شاسترن انوسار وڏيءَ موجب ڪرم جي ڦل نه ملڻ جو سوال اُٿي ئي نٿو سگهي چاڪاڻ ته جي ڪرم وڏيءَ سان ڪبو ته ڦل اوس ملڻ گهرجي. ڪرم جي ڦل جي اڇا رکڻ واري کي ارهمچريه پالن ڪرڻ کپندو. رات جو هوم (هون) جو اچل پرساد (کاڌو) وٺڻو پوندو. پرهيز سان رهڻو پوندو. نشيدار شين جي واهپي کان دور رهڻو پوندو. ڪير ۽ ميوي تي گذارن ڪرڻو پوندو. سادا، سڌا، سهڻا ۽ اجرا وستر (ڪپڙا) پائڻا پوندا.

اهڙيءَ طرح شب ڏينهن مقرر ڪري، پوڄا ڪري، ڇيٽي سان مقرر ڪيل جڳهه کي شڌ ڪري ڪمل جي آڻ پتن جو اشٽ دل ڪيجي. وچ ۾ آتما شڪتيءَ جو آواهن ڪجي پوءِ اُن مٿان، سون روپي، هيرن يا رتن جي آسن تي شو - لنگ جي مورتي استاپن ڪجي. پارڪدن سونو پڳوان سامب سدا شو جو آواهن ڪجي. ڪهڙي سندس واکاڻ ڪجي! سڦٽڪ مڻيءَ وانگر سندس چمڪ تي مکن تي مرڪ آهي؛ ان هٿن سان وردان جا اشارا اٿس ۽ ٻاٺي

ڪلا، ڀاڳ، ڏانش ۽ مهاديوءَ جا سڀ آستر ۽ شستر. توهان سڀئي منهنجي رکيا ڪريو.

ٽل روپ ڌاري ديو، سرواڻ گڻن جا مهاپالڪ- اتي پتر، اڳوانسل- ۽ ۵ گڻن ماتائون! (جهوڪ: نندا، سنندا، سرڀي، سشيلا ۽ سمنا- تـوهان سڀ شو ۽ شوا آگيا سان منهنجي رکيا ڪريو ۽ اڳيان پوري ڪريو.

ڪيترپال! (ليل ڪنٺ، وڪرال ۽ ڀيانڪ ڏاڙهن مڇن ۽ ڏندن وارا ۽ وڏيـن لعل اکين وارا ديو! ٽن اکين وارا، ناڳن جي مالائن ۽ ڳهڻن پائڻ وارا، مسائن ۾ رهڻ وارا، ڀيروپ ومائڻ وارا، ترشول- پاش- کڙڳ- کپال وغيره کڻڻ وارا ۽ ڀيرو، ڀيروي ۽ ڀوتن، ڀوتن جا مالڪ) شو ۽ شوا جي آگيا سان منهنجو آنند منگل ڪريو.

اي ڀوڄن آونڻ ۾ لائق ديوتائو! پتي آونڻ ۾ ڀوڄن لائق سڀ ديوتائو!! - اي ناوڻ، مني، وشي، ساڌيا، ناگ، ست وشنٽو!!! - گندرو، ڀڪشه، گدر، سڌ، وديادر، الميس، پاتال ۾ رهڻ وارا ديوتائو!! گـرڙ، ناگراج، ڪرشمانڊ، پـريت، ويتال، ڊاڪڻي، شاڪڻي، ڏاڪيون، ڏائڻ، بدزبانيا ڀوت، تورتڪ، مدڪ، ڀيت، ست سمند، پـرٿو سڀ ندين، ڦاڻ ديپون، همالي پربت ۽ سميرو وغيره پـربت، جهنگلي هـسـڪ ۽ آهـسـڪ جانور، پسو، پکي، جنت، ڌرتي جيت، گفائن ۾ رهڻ وارا جيت وراهه (سوئر)، ڏسائن ۾ رهـڻ وارا، ڏسائن جا هاٿي- توهان سڀ شو- شوا جي آگيا سان منهنجا منورٿ پورا ڪريو.

اي پشو وديا، شو- ڌرم، امتيه پرشاوت سروپ، شو پراڻ، ڌرم شاستر- توهان شو ۽ شوا آگيا سان منهنجي پوڄا سڦل ڪريو.

آچاريه، گرو، شش ۽ سنتان پرم پرا ڪـسان شو ڀڳتيءَ ۽ شو- ڪرم ۾ رهڻ وارا شو ڀڳت توهان سڀ شو ۽ شوا جي آگيا سان منهنجي پوڄا سڦل ڪرڻ ۾ مدد ڪريو.

سـورج جي پوڄا ڪندڙ، برهما جي پوڄا ڪندڙ، وشڻ جي پوڄا ڪندڙ، اندر جي پوڄا ڪندڙ، شو جي پوڄا ڪندڙ، وشنوءَ جي پوڄا ڪندڙ، سڌانت مـارگي، پاشوپات شيئو، مها ورت ڌاري شيئو، ۽ ڪپالي شيئو، شو- منترن کي پڙهڻ وارا، شو- جاپ ڪرڻ وارا، براهمڻ، کتري ۽ ونش شو ڀڳت- توهان سڀ مونتي ڪرڻا ڪريو، اسـاقي ناستڪ، لمح ۽ ڪرنگهن، ناس سياه وارا، پاکنڊي، پاپي، دراچاري! توهان سڀ مولڪان ٻري رهي مونکي شو ڀڳتيءَ ڪرڻ جو موقعو ڏيو ۽ توهان جي مهرباني منهنجي ۽ مولڪان الڳ رهي آسـي آشيرواد ڪريو ته منهنجي پوڄا سڦل ٿئي.

”اي پنج آونڻ ۾ پنج سان گهرڻ شري شنڪر ڀڳوان منهنجي نمسڪار آهي.“

اي ڪرشڻ! اهڙيءَ طرح پوءِ ”نمه شواءِ ۽ نمه شوائي“ جو پتا شڪتيءَ جپ ڪري شو- ارپڻ ڪرڻ گهرجي. ياد رکڻ گهرجي ته هيءُ استوتر شو ۽ شوا جي هردي کي ٺاڪل پيارو آهي ۽ سڀ روپ مدورن کي ڏيڻ وارو آهي. هڪ ڀيرو من سان جيڪو هـي پاٺ ڪري ٿو تنهن جا سڀ دک دور ٿين ٿا ۽ سڀ سک وارهيا اچن ٿا.

اي ڪرشڻ! ڪيترو هتيارو، ڪرتگهن، واـر گهاتي، گرڀ اندر ٻالڪ جي مارڻ وارو،

ٻيو وغيره اڻ مورتيون! ۽ اُهي جون شڪتيون!! اي مهاديو وغيره جون ناهيون مورتيون!!! توهين آرڻ ۾ توهان جي پوڄا ڪئي اٿم، ڪرپا ڪري شو- شوا جي آڳيا قبول ڪري مونکي پوڄا جو ونڊڻ ڦل پردان ڪريو.

ٻوڪين جا راڄا! مهاليڪوان، بادلن وانگر گنڀير ۽ گرجش پيدا ڪندڙ آواز ڪرڻ وارا!! ميرو، منداچل، ڪيلاش، هماليه وانگر اَڇي سفيد رنگ وارا، شيش ناڳ جهڙي ٻچ وارا، سهڻن سڱن وارا، لعل اکين وارا، ڏهي ۽ لچڪيدار رفتار وارا، هيرن ۽ جواهرن جي مالائن سان سينگاريل، شو- شوا کي پنهنجي سواريءَ سان خوش ڪندڙ، سدائين شو- شوا جي ڀڳتي ۾ رتل، پارولي لوهان کي پٽ وانگر پيار ڪري ٿي ۽ شمو وغيره. ديوتائن لوهانجي پوڄا ڪن ٿا، ڀڳوان شنڪر جي آتهه (رٿواس يعني مالڪي هاٿ) ۾ ڀاڙيدار شو- ڌرم کي پالن ڪرڻ ۾ چاهنا رکندڙ، شو- ڀڳتن ۾ سرومٽي، ترشول کي ڌارڻ وارا، شو- ڀڳتن جي دلين جا دلارا نندڪيشور!! شو- پارولي‌ءَ جي آڳيا سوڪار ڪري منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

پيا حڪي مهاديو وانگر مهاٻاهو، مها ڪال، مهاديو جي شرڻ ۾ اچڻ وارن جي شل رکيا ڪن، سڀني شاسترن جي ’چاڻڻ وارو، ڀڳوان وشنوءَ جو ٻيو روپ، ڪدروءَ جو پٽ ’شيش ناڳ‘ شل شو آڳيا سان منهنجي رکيا ڪري.

برهماڻي، ماهيشوري ڪئو ماري، وشنوي، ماهيندري، چاموندا ديوي - اهي سڀ سڀ لوڪ ماتائون! شوَ آڳيا سان ڪرپا ڪري منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

متوالي هاٿيءَ جي منهن وارا، گنگا، اما ۽ شو جا ڪمار ۽ سورج، چندرما ۽ اگني جي نيترن وارا، ڏهن ٿي ڏسائن جا هاٿي جنهن جي پوڄا ڪن ٿا، جنهنجي ڪلدان مان مد (خوشبودار) پکهر وهي ٿو ۽ اهڙا ديوتائن جي وگهن کي ناس ڪرڻ وارا گوري پٽ گڻيش!! شل شو- آڳيا سان منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

اي ڇهن منهن وارا! ديوتائن جي سينا جا سينا پتي ۽ اگني پٽ، ڇهن مائن جا پٽ! تارڪاسر کي ناس ڪرڻ وارا، ميرو پربت جي ايمان کي چُور چُور ڪرڻ وارا، ڪمل جهڙين اکين وارا، شو- ڀڳتيءَ ۾ رتل ۽ شوَ ڀڳتيءَ ۾ سدا رت وچائي وهڻ وارا سڪند ڪمار! - شل شو آڳيا سوڪار ڪري منهنجي ڪامنا پوري ڪريو.

سدا شو- شوا جي پوڄن ۾ رتل رهڻ واري جيشٽا ديوي ۽ جڳت کي وڌائڻ واري ڪاٿا ديوي، دڪشائڻي ۽ ستي ۽ مينا ۽ ڪوشڪي ۽ ڀدرڪالي ۽ اپرڻا ۽ رداڻي وغيره- شل لوهان شو- شوا جي آڳيا سان منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو. اي سڀئي شو ڳڻ ۾ مکيه، چنڊ، پنگل، پرنگيشور، دکيه ۽ مهاليڪسوي وير ڀدر- شو ۽ شوا جي آڳيا سان منهنجي من ڪامنا پوري ڪرڻ ۾ مدد ڪريو.

لڪشمي، سرسوتي، مهامرتي، برگ- نديا، مهامايا، مهاموش مرداني، شبد نشيب سنگهارڻي مها سرسوتي- پارولي‌ءَ جي آڳيا سان منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

گڻيش! ۽ شو-گيان ۾ وڌل رهندڙ سوامي ڪارتڪ! توهانجي سڀ ديوتائون آڳيا مڃين ٿا، توهان ٽي سڀني لوڪن جي ۽ ديوتائن جي رکيا ڪريو ٿا. ڪرپا ڪري هن داس جي به رکيا ڪريو ۽ منهنجي من ڪامنا پوري ڪرڻ ۾ مدد ڪريو.

اي ايشان ٽالي سان پرسن سدا - شوءِ ڀڳوان شنڪر جي شانت مورتي! آڪاش منڊل ۾ شوءِ-پنج اڪريءَ جا شڌ سروپ، پنجن ڪلائن سان پورا! منهنجي ڪامنا پوري ڪريو.

اي پرالهه ڪال جي سورج سمان شانتي ڪلا سروپ! وايو منڊل ۾ سڀني ڪلائن سان سيڌگاڙل پرم پرهم پرش! مان جو اوڀيو ڌانهن منهن ڪري توهان جي پرارٿنا ۾ لڳل آهيان. شل منهنجي ڪامنا واري پوجا قبول ڪري نماڻي وينتي سوڪار ڪري، منهنجي ڪامنا پوري ڪريو. سومي والڪر ڪاري رنگ وارا، خوفناڪ ۽ ڀيانڪ شڪلين کي ڌارڻ ڪندڙ، ”اگهور“ ٽالي سان پرسن! وديا ڪلا تي سواري ڪندڙ، اگني منڊل ۾ رهندڙ، پاپ پرهم، ڪال جا به ڪال - شل منهنجو عرض اگهايو، مونکي ساٿ ڏيو، رکيا ڪريو، هر مشڪل آسان ڪري منهنجي پت رکو ۽ من ڪامنا پوري ڪريو.

اي لعل رنگ وارا، ڪيسر، چندن، عطر ۽ خوشبودار شين ۽ انبر ڪستورن کي پسند ڪرڻ وارا، سهڻا ۽ سدا ويس وڳا پهرڻ وارا، هيرن ۽ جواهرن جي مالائن کي ڌارڻ ڪرڻ وارا، پوشندا ڪلا ۾ وٺل، جل جي منڊل ۾ پراجمان، مهاديو جي اتر طرف رهندڙ وامديو ٽالي سان مشهور اِمان جيڪا شرڌا ڀڳتيءَ سان پوجا ڪريان ٿو، توهان ڪرپا ڪري گرهڻ ڪريو ۽ منهنجي ڪامنا پوري ڪرڻ ۾ همت جو هٿ ڏيکاري مدد ڪريو.

شنک، ڪند، چندرما، سمنڊ ڦيڻ جهڙي اڇي رنگ وارا، ڀڳوان شنڪر جي اولهه طرف آسڻ ٿاهي رهڻ وارا سديو جات! توهان اوڀي ڪلا ۾ لڳل آهيو، ڌرتي منڊل ۾ رهندڙ آهيو، شوءِ-پنج ۾ ٣ ۽ ٨ ڪلائن ۾ پورا آهيو. - شل منهنجي پوجا سڦل بڻايو ۽ منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

شوءِ ۽ شوا جون جدا جدا مورتيون، الڳ الڳ اوتارن ۽ ٿانن ۾ استاپت ٿيل، شوءِ-شوا جي آڳيا جو ستڪار ڪندڙ! ۽ اي شوءِ ۽ شوا جون ننڍيون استر روپ مورتيون! توهان منهنجي پوجا سوڪار ڪريو.

وام، جيشٽ، رڌر ڪال، وڪرڻ، بل وڪرڻ، بل پرٿم ۽ سرو ڀوت دمن - اي اٺ مورتيون ۽ اي واما، جيشٽا، رڌر راڻي، ڪالي، وڪرڻي، بل وڪرڻي، بل پرٿمي ۽ سرو ڀوت دمني- اي اٺ شڪتيون!! شل شوءِ-شوا آڳيا سان منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

اننت، سوڪيم، شوءِ، (شووتما)، ايڪ نيتر، ايڪ رڌر، ترمورتي، شري ڪنٺ ۽ شکنڊي- اي ودييشور! ۽ اننتا، سوڪيما، شوا (شووتما)، ايڪ نيترا، ايڪ رڌرا، ترمورتي، شري ڪنٺي، ۽ شکنڊي - اي اٺ شڪتيون!! توهان جيئي اچي آرتي ۾ پوڄا ڪٿي انم ٿيهي ڪري شوءِ ۽ شوا جي حڪم موجب منهنجي من ڪامنا پوري ڪريو.

ٿي ٿي. (هر هر مهاديو شمڀو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگھتا (اُتر کنڊ) ۷ . اڌياءُ ۳۰ سماپت.



## ڀڳوان شنڪر جي ڀڄن ۾ آيل ديوتائن کان ڪامنا پوري ڪرائڻ لاءِ اُستتي.

اُپمنيو: اي ڪرشنا! هاڻي مان ٻڌجه آورڻ ٻوڃا جي اُستتيءَ جو اِستوتر چوندس جنهنجي شرڌا ۽ ڀڳتيءَ سان پاٺ ڪرڻ سان من ڪامنا پڪ ٿي پڪ اوري ٿئي ٿي.

”اي جگت جا آڌار ۽ وڪيڪ لعم چنمه سياوا! پرڪرتيءَ جا منوهر پريرا! توهانجي جس ۾ داغ آهي، نرمل وانڀيءَ من هي پهچ کان مٿي آهي توهانجي جيءَ لئي جيءَ لئي. توهان جو نرمل سياءُ آهي، توهانجي وڏي شڪتي آهي ۽ توهان گڻن جا مهاساگر آهيو. توهان جي جيءَ لئي جيءَ لئي. توهانجي سندر مورتي آهي، سندر روپ آهيو، شانتيمه آنند جا استان آهيو، نرنجن (نرمل) آهيو، آڌار کان سواءِ آهيو، خود مختيار آهيو، سڀ جا ڪارڻ آهيو، توهانجي جيءَ لئي جيءَ لئي. توهان دبا ساگر آهيو، سولتر آهيو، توهان سان ڪوئي تن، مال ملڪيت ۽ طاقت ۾ پڄي نه سگھندو، وراٽ آهيو، وياپڪ آهيو، سرشٽ آهيو، وڏا آهيو، عجيب ترڪار، ابناشي، مايا رهت، اجنما ۽ اڪيلا آهيو - توهانجي جيءَ لئي جيءَ لئي. اي مهاديو! مهاگڻا! وڏيءَ ڪرپا وارا، مهاڀاڳي، مهاڀلي، اي ديوتائن ۽ جگت جا آڌار، توهانجي حڪم کي اولنگھڻ ڪنهن کي به مجال نه آهي، اي ايڪ نيڪ، توهان ئي اُستتي ڪرڻ لائق آهيو. توهانجي جيءَ لئي جيءَ لئي. اي امبڪا! اي جگت ماتا! جگت جندي! مايا، اهنڪار ۽ اگيان کي ناس ڪرڻ واري، جنم رهت، توهانکي پرماتما به نه ٿو سڃاڻي، توهان تائين ڪڏهن ڪال به نه ٿو پهچي سگھي، وشوناٿ جي پياري، سڀني ديوتائن جي آڌار شڪتي، سکن اڳيان ۽ عظمت واري! منوهر وانڀيءَ ۽ موهيندڙ مرڪ واري، ورداني ڏيڻ واري، موم دل ديوي، ديوتائن کي سک ۽ مصيبتن ۾ مدد ڪرڻ واري ماتا! لڇيا جي مهان ڦل ڏيڻ واري ديوي - توهان کي نمسڪار آهي نمسڪار آهي. اي ديوي شوا! توهانجي راضي ٿيڻ کانسواءِ ڀڳوان به ورداني ڏيڻ لاءِ سمرٿ نه آهي، انسان جنم جي وقت توهان جي ئي شرڻ ۾ اچڻ جو اوکيءَ ڪماڻيءَ کان پار پهچي ٿو، توهان ئي پرڀوءَ کي ساٿ ڏيئي جگت جو ڪاروبار هلائڻ ۾ مدد ڪرايو ٿا نمسڪار آهي نمسڪار آهي. اي پرڀو! توهانجا ۵ مک آهن، ڏهه ٻانهون آهن، توهانجي شوڀا سفيد ڪنديءَ واڪر پرڪاش ڏيندڙ آهي، ارهم، ورڻ ۽ سڀني ڪالياڻ توهانجو ئي روپ آهي، شانتيمت پد ۾ براجمان توهان آهيو، مان ڀڳتي ڀاو سان توهان ٻنهي جي پنجاڻ شو. شوا جي پرارٿنا ٿو ڪريان جنهن سڀني لوڪن جي ماتا منهنجي من ڪامنا پوري ڪري. اي شو ڀاوتيءَ جا آگيا ڪاري ڀڳت

اُن واري ٻن ٻي وشنوءَ جي پوڄا ڪري. هنن ديوتائن جا ٻه الڳ الڳ آورڻ آهن. انهن جي آورڻ پوڄا ۾ ڀهرين انهن جي ڇهن انگن ۽ ديهتا آدي شڪتين جي پوڄا ڪرڻ گهرجي جي هن طرح آهن: ديهتا، سرڪيما، جيا، پدرا، وپرلي، وملا، اموگها ۽ وديتا. انهن جي نمرواز انن ٻي دشائن ۾ پوڄا ڪري. ٻئي آورڻ اوپر کان اُن ٽالين چار مورتين جي پوڄا ۽ انهن کانپوءِ انهن جي شڪتين جي پوڄا ڪري. چار مورتيون هن طرح آهن- آدلي، ڀاسڪر، ڀالو، روي ۽ ٻيون وري آرڪ، برهما، رُدر ۽ وشنو وغيره جي اُسي چئن دشائن ۾ اوجا ڪري. وري اوپر ۾ وسترا، ڏکڻ ۾ سترا، اوله ۾ پرڏاني ۽ اُتر ۾ اپاياني‌ءَ جي ٻه پوڄا ڪري، اُتر اوپر ڪنڊ (ايشان) ۾ آشا، ڏکڻ ۽ اوپر ڪنڊ (اگنيءَ) ۾ پريا، نئيرتيه (ڏکڻ اوله) ڪنڊ ۾ برکيا ۽ وايو (اُتر اوله) ڪنڊ ۾ سنڌيا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح ٻئي آورڻ ۾ هنن سڀني جي استاپنا ڪري پوءِ پوڄا ڪرڻ گهرجي.

ٽئين آورڻ ۾ سوم، منگل، ٻڌ، ورهسپت، شڪر ڇنڇر ۽ راهوءَ ڪيتوءَ جي اوڀر کان وٺي دشائن ۾ پوڄن ڪرڻ گهرجي. ٻئي ۽ ٽئين آورڻ ۾ ١٢ آدتين (سورجن) جي پوڄا ڪجي ۽ ٽئين آورڻ ۾ ١٢ راسين جي ۽ پوڄا ڪجي ۽ الڪاپوءِ رشين، ديوتائن، گنڌرون، ناگن، اپسرائن، يکشن، ستن چندومه گهوڙن، اپسرائن وغيره جو پوڄن ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح ٽئين آورڻ ۾ سورج ديوتا جي پوڄن کانپوءِ ٽنهي آورڻن ۾ برهما جي پوڄا ضرور ڪجي.

اوڀر ۾ هرڻيه گرڀ، ڏکڻ ۾ ورات، اوله ۾ ڪال، اُتر ۾ پرش جي پوڄا ڪجي. هرڻيه گرڀ معنيٰ برهما، ڪال وري سرمي جهڙو ڪارو آهي، پرش سفيد مٽيءَ جهڙو اڇو آهي. ترڪڻ، راجس، تامس ۽ سالوڪ - ٻه چئني دشائن ۾ رهن ٿا.

ٻئي آورڻ ۾ اوڀر وغيره ۾ نمروار سنتڪمار، سنڪ، سنندن ۽ سنائن ڪمار جي پوڄا ڪرڻ گهرجي تنهن کانپوءِ ٽئين آورڻ ۾ ڀاسڪر پرجاپتين جي پوڄا ڪرڻ گهرجي جو انهن مان ٨ دشائن ۾ ۽ باقي ٻن جي هيٺ اوڀر، ڏکڻ ۽ اوله طرف پوڄا ڪرڻ گهرجي جي پرجاپتي هن طرح آهن: دڪش، رچي، ڀرگو، مريچي، انگرا، پلست، پلهه، ڪرتو، اتري، ڪشيپ ۽ وسشٽ هنن سان گڏ هنن جي استرين جي ٻه پوڄا ڪرڻ گهرجي جيڪي هن طرح آهن: پرسوتي، آڪوتي، کيالي، سمڀوتي، ڌرتي، سمرتي، کميا، سنتتي، انوسويا، ديوماتا، ادتي ۽ ارنڌتي. هيءَ سڀ استريون پتورت ۽ شو پوڄا ۾ هميشه هميشه مَن لڳائيندڙ آهن. ڀهرئين آورڻ ۾ چئن ويدن جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ٻئي آورڻ ۾ اتهاس ۽ پراڻن جي پوڄا ڪرڻ گهرجي، ٽئين آورڻ ۾ ڌرم شاسترن ۽ سڀني ويد وديائن جي پوڄا ڪجي. چئن ويدن جي چئني طرفن کان باقي ٻن جي اوڀر، ڏکڻ ۽ اوله ۾ ڪنڌي پوءِ برهما ۽ اپاڙيءَ ۾ رُدر جي پوڄا ڪجي.

ايشان آدي پنج برهم - مورتيءَ وغيره ڇهه انگ اِهو رُدر دار جو ڀهرون آورڻ چيو وڃي ٿو. ٻئي آورڻ ۾ اُن مورتين جي استاپنا ۽ پوڄا چئي وئي آهي. چئن مورتين

پنهنجي ٻلن لي وڃائي (لڳائي) ۽ جلد جاپ شروع ڪر.

ماتا جي آگيا وٺي ٻالڪ اُپمنيو هماليه پربت جي سنڌر ۽ وڻڪ گهاٽن ڏاهن وارو ليو جتي اُن سون جو مندر تاهي ڏونٽي دکائي سماڌيءَ ۾ واهي رهيو. سندس تپسيا ۾ ڪيترا لي وگهن پيا ۽ ڪيترن لي وڌڪون اٿڙن مگر هيءَ اڏول رهيو ۽ اوري لي وقت ۾ هن جي تپ جو هڳاءِ ٽهلجڻ لڳو. (هر هر مهاديو شمبو. ڪاشي وشوانٿه گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ۷ - ادياءِ ۳۴ سماپت.



## ڀڳوان شنڪر جو اندر روپ ڌارڻ ڪري اپمنيوءَ جي پريکيا ڪرڻ ۽ کيس کير ساگر وغيره بخشش ڪرڻ ۽ اپمنيوءَ جو ماتا وٽ اچڻ.

اُپمنيوءَ جي تپسيا جو هڳاءُ چوطرف ٽهلجڻ لڳو ۽ ڀڳوان وشنوءَ جي زور ڀرڻ ڪري ڀڳوان شنڪر اندر جو روپ ڌارڻ ڪري ايراوت هاٿيءَ تي اُپمنيوءَ جي آشرم ۾ اچي اُپٽڙ ۽ چيو:

اندر روپ ۾ شو- اي اُتم ورت کي پالن ڪرڻ وارا مهامني اُپمنيو! مان تنهنجي تپسيا تي ڏاڍو راضي ٿيو آهيان. هاڻي جيڪي گهرڻو هجيئي سو گهري سگهين ٿو.

اُپمنيو- مگر مهاراج! مان ڀڳوان شنڪر جي لاءِ تپسيا ڪئي هئي ۽ فقط اُنهن جي ئي ڪرپا چاهيان ٿو.

اندر روپ ۾ شو- اي اُپمنيو! ڇا توکي خبر نه آهي ته مان ديوتائن جو پالڪ ۽ ٽنهي لوڪن جو اڌپتي اندر آهيان. سڀ ديوتائون مونکي نمسڪار ڪندا آهن. اي اُتم وشيا لون ۾ منهنجو ڀڳت ٿيءُ ۽ سدائين منهنجي پوڄا ڪندو رهه ته تنهنجو ڪلياڻ ٿي ويندو. مان تنهنجا سڀ دک دور ڪري ڇڏيندس. اڪيلي رُدر ديو جي پوڄا کي ڇڏي ڏي. ڀلا رُدر ديو مان تنهنجا ڪهڙا ڪارج پورا ٿي سگهندا جڏهن هو ديوتائن جي پنگت مان ٻاهر رهيو، ۽ پريتن ڀوتن سان گڏ گذاري ٿو.

اُپمنيو- اي اندرا توهان رُدر ديو کي اُتم چئي پنهنجي وڏائي ڪري رهيا آهيو. شايد توهان کي اها خبر ڪانهي ته برهما، وشنو، مهيش، پرڪرتيءَ ۽ اندر (توهان) وغيره سڀني ديوتائن جو مالڪ رُدر ديو ئي آهي. کير وغيره لاءِ ته جيڪر مونکي وڏن وڏن واٽو آهي سو اُنهيءَ ڪان ٿي وٺندس. توهان کي شو اُستر ديوان لي ناس ڪري پنهنجي ديهه تياڳ ڪندس پر توهان جي شرڻ ۾ اچي توهان جي پوڄا نه ڪندس.

ائين چوندي ڀڳوان شنڪر جو ڌيان ڪندي اُپمنيو اندر ڏانهن جنهن لي اگهور اُستر اڇلائڻ لڳو ته ننديڪيشور وچ ۾ اچي ان شستر کي ۽ اندر روپ ڌاري ڀڳوان شنڪر پنهنجو اصلوڪو روپ ڌارڻ ڪندي پاروتيءَ سان نندي ٻيل تي سواري ڪندي اُرگهٽ ٿيا جنهن کي ڏسي اُپمنيوءَ جي عجب جي

سندس ماءُ جي پٽ کي البت کٽو مليو. سندس ماءُ جو پٽ گرم گرم کير پي ڪري
سندس اڳيان کڙو ٿي پيئي رهيو. اهو ڏسي کيس ڏاڍو حسد ٿيو ۽ يڪدم پنهنجي ماتا
وٽ وڃي ٻاراڻي سان چوڻ لڳو، "اي ماتا! مونکي گرم گرم ۽ کٽو کير پيار ته ڏاڍو
سٺو لڳي ۽ اي ماتا مان ڏاڍو کير نه پيئندس."
پٽ جي اهڙا ٻالڪ ٻڌي وياگهرپاد جي پتني تپسوني ماتا جي من ۾ اُن مهل ڏاڍو
دک ٿيو. ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان ڪڻي پٽ کي ڇاتيءَ سان لڳائيندي ۽ پنهنجيءَ غريبيءَ کي ياد
ڪندي دکي ٿي وِلاپ ڪرڻ لڳي ۽ سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا مگر اُهو ٻالڪ پنهنجي
معصوم مرڪ سان ماءُ کي سڏي چوڻ لڳو، "اي ماتا! کير پيئار، گرم پيئار، کٽو پيئار ۽
جلدي پيئار." ماتا تپسويءَ ٻالڪ جو هٿ جاڻي هڪ عمدو اُپاءُ ڪرڻ شروع ڪيو. اُن
ٿي کي اڄ هڻي گڏ ڪري رکيا هئا سي ڪڻي گهوٽي ڇاهي اوري کنڊ ۽ پاڻي وجهي
مٽيءَ اُڇو رنگ پنهنجي گلاس ۾ وجهي کڻي آئي. پيالو گلاس ڏسي ٻالڪ اُپمنيو ٻهراڻ نه
لڳي ٿيا ڏٻرو لڳو ٻهر ڄڏهن کيس ماوني کير جي خبر پيئي تڏهن وياڪل ٿي چوڻ لڳو،
"ماتا! هيءُ نه کير ڪونه آهي." ٻوءِ نه ٻالڪ اُپمنيوءَ کي پنهنجي هٿن ڪان ڪڻي پنهنجي
ڇاتيءَ سان لڳائيندي چيو، "پٽ! غريبيءَ جي ڪارڻ اسانوٽ اٿراڻ سڀ ۽ کٽيون
شيون موجود ڪونه آهن. مون نياڳيءَ سچ پچ توسان ٺڳي ڪيو جو توکي مٽيءَ ماوني کير
ڪڻي پيئاريو. باقي اي پٽ! جڏهن مهل روئي ڪري تون کير پير گهران تڏهن مهل جهڙڪ
منهنجو هردو ڇڪجي رهيو هو. اي پٽ! ياد رک ته ڀڳوان شنڪر جي ڪرپا ڪانسواءِ تنهنجي
لاءِ ڪٿي ۾ کير ڪونه آهي. شردا ۽ ڀڳتيءَ سان ڀڳوان شنڪر ۽ پاروتيءَ جي چرڻن ۾
جيڪي ۾ پوڄا (اڳلي) جنم ۾ ارپڻ ڪيو آهي سو ئي انسان هن جنم ۾ حاصل ڪندو
آهي. ڏاڍو پيو آهي. اسان شايد اڳئين جنم ۾ دان، ڌرم، پڄ ۽ چڱا سنڪرم ڇا ڪم نه
ڪيا آهن جو هن جنم ۾ مفلسي ملي آهي. شاهوڪاري ۽ مالداري سڀ اڳلي جنم جو ڦل
آهن. ڀڳوان ۾ اُنهن کي ٿي ڏئي ٿو جن سندس لاءِ ۾ اڳئين جنم ۾ ڪجهه جمع ڪرايو
هوندو. اسان هن ڪان اڳ نه ڀڳوان شنڪر جي پوڄا ڪئي آهي ۽ نه ڀڳوان شنڪر جي اسم
کو دان پڄ ڪيو آهي؛ تنهنڪري اسان غريب ٿي آيا آهيون.
اُپمنيو- اي ماتا! جيڪڏهن پاروتيءَ سان گڏ ڀڳوان شنڪر رهن ٿا ته پوءِ ڏک ڪرڻ
اجايو آهي. جلد يا دير سان مان مٽيءَ ڀڳوان شنڪر ڪان کير ساگر (کير جو سمنڊ) وٺان!
تپسوني ماتا- پٽ! تنهنجي ڳالهه ٻڌي مان نهايت خوش ٿي آهيان. اهو سچ پچ
تنهنجو سٺو ويچار آهي. چڱي ڪم ۾ دير نه ڪجي آهي. پر سڀني ديوتائن کي ڇڏي تون
جلد ئي وڃي ڀڳوان شنڪر جي شرڻ وٺ ۽ "اوم نمه شوايه" ئي منتر آهي جنهن ۾ پيا
سڀ منتر اچي ملي هڪ ٿي وڃن ٿا، تنهنڪري "اوم نمه شوايه" جو جاپ هڪدم
شروع ڪر. هيءَ پسمي (رک) ۾ وٺ ۽ پنهنجي انگن کي لڳاءِ، هيءَ پسمي (رک) ئي
آهي جا تنهنجو ڀيءُ لڳائيندو هو ۽ هيءَ وڏن مصيبتن کان اجائڻ واري آهي. تون

اُسوءَ ۽ گوميد مان لهيل شو - لنگ جي ۽ ڪارتڪ ۽ مولڪ مٽيءَ مان لهيل شو - لنگ جي ، منگهر (ناهري) ۽ ولدوڻ مٽيءَ مان لهيل شو لنگ جي ۽ ارهه ۽ اکراح مان لهيل مٽيءَ جي شو لنگ جي، ماگهه ۽ سوولا ڪاليءَ مٽيءَ مان لهيل شو لنگ جي؛ ڦڳڻ ۽ چندرڪاليءَ مٽيءَ مان لهيل شو لنگ جي؛ چيٽ ۽ سوولا ڪاليءَ مان لهيل شو لنگ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي . ٻارهن ئي مهينن ۾ جهڙيءَ مٿيئن طرح شو - لنگ نه ملي سگهن ته سواءِ مٽيءَ مان لهيل شو - لنگ جي هميشه پوڄا ڪرڻ گهرجي ، ٻر جي سوار نه ملي ته چاڏدي، ٽامو، پٿر، مٽيءَ يا ڪنهن ٻئي ڌاتوءَ مان سولائيءَ سان لهيل شو - لنگ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ اوءَ هن طرح چوڻ گهرجي، ”اي ڀڳوان مان توهان جي ارچن جو موڪلايو ڪريان ٿو.“

جهڙي ٻڌهڙي سڄيءَ عمر ٽائين اهڙي طرح ارچا ڪري ورهيه ۽ لمر پالن ڪرڻو لڌهڪي ” نٿيشنڪ - ورتي “ چئبو ۽ وڏو ” پاشوپت “ چئبو ۽ جهڙو ۱۲ ڏينهن ڪري لڌهن ڪي ٿو شو - پڪس چڙي سگهبو . وڌوان ارهمڻ ڀڳوان شنڪر جي پوڄا ڪري پسوءَ رمائي (لڳائي) پاڻ ڪان ڇڏي وڃيڙو . وڏو اڳيءَ جو ورڻ پسمي (رک) آهي، جهڙي لڳائڻ سان ماڻهوءَ جا سڀ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا . پسميءَ لڳائڻ واري انسان جي پرمان پوڻ ۽ پرمپ ٽٽا اچي سگهن، پسميءَ کي ڀڳوان شنڪر جي ملڪيت ۽ چئبو آهي . پسميءَ سان ڀڳوان شنڪر رکيا ڪندو آهي لڌهڪري پسميءَ کي ” رکيا “ يا ” لعويڪ “ چئجي ٿو ، لهڪي اچي، جڏهن ڏلومه، رشيءَ جي وڏي ٻاءِ اُپمنيوءَ جي، مصيبتن ۾ ڏاڍي رکيا ڪئي هئي، جا پاشوپت ورهيه ڪان پوءِ ايڪيه ڪري چڱيءَ طرح لڳائڻ گهرجي ۽ سالئي رکڻ گهرجي . (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو ڪنڊ) ۰۷ اڌياءُ ۳۳ سماپت.



## پالڪ اُپمنيوءَ کي کير لاءِ ڀاڪاريندو ڏسي سندس ماتا جو ڀڳوان شنڪر کي پڪارڻ ۽ اُپمنيوءَ جي گهور تپسيا

سيٺي رشي - اي واءُ ديوتا! ڏاومه رشيءَ جو وڏو ٻاءِ اُپمنيو جڏهن ننڍو پالڪ هو تڏهن هن کير لاءِ تپسيا ڪئي هئي ۽ ڀڳوان شنڪر پرسن ٿي ڪري اُنکي کير ساگر اچيش ڪيو، مگر هنکي شو - شاسترن جي ڪهڙيءَ طرح ڄاڻ پيئي ۽ ڪيس پسميءَ (رک) جي مهما جي ڪهڙيءَ طرح ڄاڻ پيئي ؟

وايو ديوتا - اي رشيئو! جڏهن اُپمنيو تپسيا ڪئي هئي سو ساڌارڻ پالڪ ڪرڻ هو . هو تمام هوشيار، تيز ڦهم، سداچاري، تپسويءَ وياڪرڻ ياد جو پيت هو . اُنهن جنم جي تپسيا ڪري ئي ڪيس سڌي (ڪاميابي) ملي هئي مگر ڪنهن ٿوري پل ڪري ڪيس وري هن جنم ۾ اچي مهي ڪمار ٿيڻو پيو .

هڪ سمي جي ڳالهه آهي ته سندس ٽائلي گهر ڪيس اورو کير پيڻ لاءِ مليو مگر

جدا قسمن جي گلن جو انداز هڪ سو اٺ هئڻ گهرجي. ڏهن ۾ بل- پترن جو انداز گهٽ هئڻ گهرجي. پر جيڪڏهن سونَي جو بل- پتر يا سونَي جو ڪمل چاڙهجي ته هڪ هزار بل- پترن جيترا هڪ هزار ڪمل گلن جيترو اجر ملندو. "وامديو" نالي مکه ۾ ڌوپ ۽ چندن ارپڻ ڪجي ۽ "اگهور" نالي مکه ۾ اهو اگر (ڌوپ جو قسم) ارپڻ گهرجي، وري پوءِ "اگهور" نالي مکه ۾ اهو اگر ڏيڻ گهرجي، "تتپرش" نالي لاءِ ڪافور ۽ اگر ڏيڻ گهرجي "وامديو" نالي لاءِ گگر نالي ڌوپ جو واس ڪجي، "ايشان" لاءِ اُشير وغيره ڌوپ جو واس ڪجي، پوءِ وري کنڊ، ماکي، ڪافور، ڪپلا ڳئون جو گيهه، چندن جو چورو ۽ اگر ڌوپ جون ڪاٺيون ملائي ان جو ڀڳوان شنڪر جي لنگ اڳيان واس ڏيڻ گهرجي.

پوءِ گڻيش ۽ سوامي ڪارتڪ جي پوڄا ۽ آرتي ڪرڻ گهرجي، پهرين نمبر ۾ وگهن کي ناس ڪندڙ ديوتائن جي، ٻئي نمبر ۾ ڀڳوان شنڪر جي اٺن نالن واريءَ مورتيءَ جي ۽ ٻارهن نالن واري مهاديو جي، چوٿين نمبر ۾ گڻن جي ايشور جي، پنجين نمبر ۾ ڪمل جي آسڻ جي ٻاهران ايتل ڏهن ڏسائن جي ديوتائن جي ۽ ان کان پوءِ ڀڳوان شنڪر جي استرن، شسترن جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. پوءِ برهماجي، آڪاس پاتال جي ديوتائن جي، رشين، منين، يڪنن، ٻارهن سورجن جي، ستن مالڪائن جي، ڪيترن ٻالن جي ۽ اهڙيءَ طرح ڀڳوان شنڪر جي سڄي ٽالي جي ۽ پوءِ چراچرا جڳت ۾ ڀڳوان شنڪر سمجهي سڀني کي نمسڪار ڪرڻ گهرجي.

پوءِ وري مکه کي شڌ ڪرڻ لاءِ پان ۽ سپاري ارپڻ ڪري آرتي اُتارڻ گهرجي. پوءِ پنج- اکري "اوم نمه شوايه" منتر جو جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ گرو ۽ براهمڻن جي پوڄا ڪجي ۽ موڪلائو ڪجي. جيڪو ائين نٿي جو هر روز اهڙي طرح پوڄا ڪجي ۽ شڌ ڀڳت براهمڻن کي دکشنا وغيره سان خوش ڪري. اپواس نه رکڻ جي حالت ۾ ڦل ڦول کائي کير پيئڻ گهرجي ۽ رات جو سمجهه سان آرام ڪجي ۽ برهمچريه جو پالن ڪري. اهڙيءَ طرح آرتوار، آردرا نکشتر اماس، پورڻما، چوڏس ۽ اشٽميءَ ڏينهن پوڄا ڪري اپواس رکڻ گهرجي. من ۽ واڻيءَ سان خراب ٻول نه ڳالهائجن ۽ ڪاوڙ واريءَ اسٽريءَ سان ورتاءُ نه ڪجي، پاکنڊي ۽ نيچ ماڻهن جو سنگ ڇڏي ڏجي، سولڪ ۽ ٻالڪ واري گهر ۾ ٻڌجن نه ورتائڻ گهرجي، سچ ڳالهائڻ گهرجي. ڪميا ڪرڻ گهرجي، دنا ۽ اهنسا ڌارڻ من جو لاڙو ڪرڻ گهرجي ۽ هر طرح شانت چت ٿي ڪري هر حال ۾ خوش رهي "اوم نمه شوايه" جو جاپ ڪرڻ گهرجي. ڪجهه نه ڳالهائڻ ۾ پاپ ڪري رهجي نه اُنجو پرائشچت ڪرڻ گهرجي.

وساکه مهيني جي هيرن جهڙي اُجل شو-لنگ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ جيٺ ۾ مرڪت مڻيءَ جهڙي شو-لنگ جي پوڄا ڪجي ۽ آکاڙ مهيني ۾ موتين جهڙي اُجل شو-لنگ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي، ساوڻ ۾ نيلم مڻيءَ جهڙي اُجل شو- لنگ جي پوڄا ڪجي، اهي ۾ ڀادرواڊ - مڻيءَ مان ٺهيل شو- لنگ جي پوڄا ڪجي ۽

وايو ديوتا - اي وشيشرا ! هيءَ پاشوپت ورت سڀني پاپن جي ناس ڪرڻ وارو آهي. چترا نکشتر سان پورڻماسي گڏ هجي ته هن ورت لاءِ اُهو وقت سمجهڻ گهرجي. شو-مندر، شوالو، باغيچو يا تيرٿ استان وغيره هن ورت لاءِ اُهو جڳهه سمجهڻ گهرجي. تيرس کان ولي من ۾ اهڙيءَ طرح سنڪلپ ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڏينهن سنان وغيره ڪري صاف ڪپڙا پائڻ گهرجن. پوءِ پنهنجي نت نيم واري ڪريا ڪرم کان فارغ ٿي آچاريه جي يا گروءَ جي آگيا وٺي ڪري ڏينهن جي آسڻ تي ويهجي ۽ ڀڳوان شنڪر ۽ پاروتيءَ جو ڌيان ڪري ارگهيام ڪڻي. هون يا هوم لاءِ ۽ سامگري گڏ ڪري رکجي ۽ اگني جو استاپن ڪري ڪجهه آهوتيون ڏجن. اگنيءَ ۾ هون ڪجي). آهوتيون ڪرڻ مهل هن طرح خيال ڪري چوڻ گهرجي، ”اي ڀڳوان! منهنجي شرير ۾ جيڪي تتو آهن سي سڀ شڌ ٿين.“ اهي تتو هن طرح آهن :- پنج پران ۽ انهن جون ماترائون، پنج ڪرم اندريون، پنج گيان اندريون ۽ پنج وشيه، چمڙي وغيره ست ڌاتو، پران (ساهه) ۽ پنج هوائون، من، بڌي، اهنڪار، پرڪرتي، پرش، راڳ، وديا، ڪلا، نيتي، ڪال، مايا، شڌ وديا، مهيشور، سدا شو، شڪتي تتو ۽ شو تتو وغيره.

آهوتيون ڪرڻ سان سادڪ شڌ ٿي وڃي ٿو ۽ پوءِ شو گيان پراپت ٿئي ٿو. تنهن کانپوءِ اگنيءَ ۾ چيٽو وجهجي ۽ ان ڏينهن فقط اٽو پرساد وٺجي. چوڏس ڏينهن ورت اپواس رکي، پورڻما ڏينهن وري اگنيءَ ۾ هوم ڪري پورڻ آهوتي ڪري ۽ ڀسم (رک) ڌارڻ ڪري پوءِ سادڪ کي وٽي ته جٽائون رکائي، وٽس نه فقط چوٽي رکائي يا وٽس نه سڄو منڊ ڪرائي ڇڏي. پوءِ بدن سڄو اگهاڙو ڪري ۽ فقط لانگوٽي ڌارڻ ڪري هٿ ۾ هڪ ڏنڊو رکي ۽ وري ڀسمي (رک) پنهنجي سڄي بدن کي لڳائي ڇڏي. پوءِ ڀڳوان شنڪر جي لنگ جي ارچنا ڪري. سونا جي اٺن ڪملن جو آسڻ ٺاهي ان ۾ هيرا ۽ لعل وغيره جڙائي سنڌ ۽ شوپيٺڪ مورتي لڳرائي پر جي خرچ نه ڪري سگهي ۽ غريب هجي ته ڳاڙهن ۽ اڇن ڪمل جي گلن جو سنگهاسن ٺهرائي. هر حالت ۾ پوڄا ڌيان، آواهن، اپاسنا وغيره وشواس، شرڌا ۽ ڀڳتي شڪتيءَ سان اُنوسار ڪرڻ گهرجي. لنگ جي استاپنا شاشتر وڌيءَ انوسار ڪرڻ گهرجي. پوءِ لنگ کي سنان پنچ گويه (ڏڌ، ڪير، مکڻ، گوٻر، ۽ ڳئون جي رس) سان ڪرائڻ گهرجي. پوءِ سونا ۽ چانديءَ وغيره جي ڪلشن ۾ سنان جو پاڻي وغيره ڀري رکڻ گهرجي ۽ انهن پاڻي جي ڪلشن ۾ عطر، اتر وغيره خوشبودار شيون ـــ اگر ٿي ملائي رکڻ گهرجن. پوءِ انهيءَ خوشبودار پاڻيءَ سان سنان ڪرائجي. پوءِ ڪيڪر، چاور، ڪنيسر، چندن ۽ جدا جدا قسم جا گل چاڙهجن - ڳاڙها ڪمل ۽ اڇا ڪمل، نيل ڪمل، ۽ ٻيا خوشبودار گل ڌوپ، ديپ، نيويد وغيره چاڙهجن ۽ پوءِ اُهو وستر وغيره ـــ ارپڻ ڪرڻ گهرجي. تنهن کان پوءِ جيڪي جهڙي ٻاراڻن ٻاراڻن وستر هجن سي سڀ پنڌ ۾ ارپڻ ڪرڻ گهرجن. ڦـل - پترن، پن ۽ ڪملن جو انداز هڪ هزار هئڻ گهرجي. پن جـدا

## پرم ڌرم بابت ۽ شو شاسترن آنوسار پشو پات گيان

**سپ رشي** - اي وايو ديوتا! ڪهڙو الشنان ڪجي جو مکيه روپ گيان کــي پيدا ڪري ڇڏي؟ ڪرپا ڪري ڇڱيءَ طرح سمجهايو:-

**وايو ديوتا** - اي رشيئو! ڀڳوان شنڪر جو پرم ڌرم پداٿو آهي سو آهي الشنان، جنهن ۾ هيٺيون ڳالهيون گهرجن:- (١) ڪرپا (٢) تپ (٣) جپ (٤) ڌيان ۽ (٥) گيان. هن پرم ڌرم لاءِ ويدانت ۾ ساک پري آهــي. شو شاسترن انوسار سو ڪروڙ شلوڪن ۾ وستار ڪيو ويو آهي جن ۾ مکيه "پاشو پت ورت" ۽ "پاشو گيان" جو ورڻن ڪيو ويــو آهي. يگ يگ ۾ ليڪڙ ششن لاءِ ڀڳوان شنڪر يوگ آچارن جو روپ ڌاري پرگهٽ ٿئي ٿــو. هن پرم ڌرم جو پرچار ڪندڙ چار مکيه شش آهــن (١) ررو ۽ (٢) دڌيچي ۽ (٣) اگستيه ۽ (٤) اُپمنيو ۽ هنن ڇئني کي "پاشوپات" جا هلائيندڙ ۽ پرچارڪ سمجهڻ گهرجي. هنن جــي سنتان پرمپرا ۾ ته هزارين گرو ٿي ويا آهن. هن پرم ڌرم ۾ ڀڳوان شنڪر جــا اٺ نالا آهن ۽ (١) شو ۽ (٢) مهيشور، (٣) رڊر (٤) وشنو ۽ (٥) پتامهه [برهما]، (٦) سنسار وئيدا، (٧) سروگيه ۽ (٨) پرماتما ۽ پرڪرتي ٢٣ تتون ۾ ڇئي وئي آهي ته پرش ٢٥ تتون ۾ ڇيو ويــو آهي. مگر پرڪرتي ۽ پرش ٻئي مهيشور جي اڌين آهــن. پرڪرتيءَ کــي مايا چيو ۽ مايا پيدا ڪندڙ مهيشور آهي. مهيشور ۽ مايا جي لاڳاپي ۾ جيڪو جوش اُٿي ٿيو تنهنکي "وشنو" چيو. وشنوءَ وري سنسار کي پيدا ڪيو ته پوءِ ڀڳوان شنڪر سنسار جو "پتامها" چيو. سڀني کي سنگهار ڪرڻ وارو "رڊر" چيو. سنسار جي روڳ، دک ۽ پيڙا جي ڇاٽڻ واري ۽ دکن دور ڪرڻ واري ڀڳوان شو جي روپ کي "سنسار- وئديا" چيو. سڀني وشين جي گيان ڇاٽڻ واري ۽ اندرين جــي گيان ڇــاٽڻ واري ڀڳوان شو جي روپ کــي "سروگيو" چيو. سڀني اُم ڪٿن سان پرال آتما چئبي آهي مگر جيڪي سنسار ۾ اُتــم آتمائون آهن تن سڀني کان جيڪا سرشٽ آتما آهي تنهن ڀڳوان شنڪر جي سرشٽ آتما واري روپ کي "پرماتما" چئي سگهبو.

ڀڳوان شنڪر کان اُنن نالن جو اُپديش وٺــي گــرو پرمپرا ۾ پيدا ٿيل گيانين ۽ ڌيانين ڀڳوان شنڪر جي اٺن روپن کي پنهنجي اندر ۾ ڌاري پوڄا ڪري پرٿاــام ڪري چت ۽ من جي ايڪاگرتا حاصل ڪندي ۽ شو- نام اُنن اکرن جو جاپ ڪيو. اهڙيءَ طرح سادڪ کي "پشو پاس" گيان جي پراپتي ٿئي ٿي. (هر هر مهاديو شنڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ٧. آڌياءِ ٣٢ سماپت.



## پاشو پت ورت جي وڌي ۽ ڀسم ڌارڻ ڪرڻ جي مهما

**سڀئي رشي** - اي وايو ديوتا! اسان "پاشوپات" ورت جــي وڌي ۽ مهما ٻڌڻ ٿا چاهيون. ڪرپا ڪري اسان کي وستار سان ٻڌائي ڪرتارٿ ڪندا.

هو اکيي نه کٽي آسو. اکيي پرانڌ ڪاليءَ ڪانسراه نه ڪٽي سکهي اهڙيءَ طرح شو پرڄن ۽ موڙليءَ سان ڪري سکهيو ۽ موڙليءَ ۾ ڀکران شنڪر اُلهن حاضر آهي جنهن پرانڌ ڪاليءَ ۾ اکيي. ڀکران شنڪر سڀ کي ڪرپا ڪري ٿو ۽ ڪرپا نه ڪرڻ وارو اوڳڻ ڀکران شنڪر ۾ ڪونه آهي. باقي جو برهما وغيره ديوتائن جي ڪري ڀکران شنڪر جو ڀين کي سزا ڏيڻ، مارڻ، ذليلتن جو ناس ڪرڻ وغيره لاءِ ڪاوڙ ڏسي آهي سو انهنجي خود مطلب لاءِ نه آهي. اهو اڻ چئبو نه جنهن ڏوهاريءَ چور، خونيءَ ۽ وهڙن کي جنهن راجا سزا ڏيندو آهي نه راجا جو اُن ۾ ڪرو ڏوهه يا پاپ ڪرڻ چئبو مگر سزا ڪاڻيندڙ انهن ڪرمن جو ڦل ڀوڳي رهيا آهن ۽ سزا ڏيندڙ راجا جي پاڻ سارام ٿيندي آهي. جهڪڏهن سڀ ماڻهن جي وکيا ڪرڻي ڀرتي نه خراب ماڻهن جي باڙ ۽ پئي پرلدي آهي جي اُلهن نه ڪبو نه انتظام بگڙي پرلدو ۽ قاعدي ۽ قانون جي عزت نه رهندي. شخصي يا خود مطلب ڪانسراه جهڪا ۾ سزا عام جي ڀلي لاءِ ڏني وڃي اُن سا سڀني ڪسان ساراهڻ جوڳي آهي. ڀکران شنڪر جي آکيا پالڻ ۾ ڪلياڻ واري آهي ۽ اُلکي اُن ڪرپا چئي سکهجي. باقي سڀني لي هڪ مهل ۽ هڪ جهڙي ڪرپا ٿي سرو. هر ڪنهن جي سياڙ ۽ ڪرمن تي منحصر آهي. جنهن ڪمل جي نئار لي سورج جسي هڪ جهڙي روشني ڀري ٿي مگر هر هڪ ڪمل پنهنجي ڪرم ۽ سياڙ الوسار وڌڻ ۽ کلڻ شروع ڪندو. جهڙيءَ طرح باهه ۾ سواو اگر يا ڪرئلا وجهيا نه باهه سواي کي پکهاري سکهندي ۽ اگر يا ڪرئلا جلي وک لي ڀرلدا ۽ لدهوڪري اگرن ۽ ڪوئلن کي پنهنجي سياو موجب وک لمٽر آهي ۽ سواي کي پکهرچٽر آهي.

سڀني لي ڪرپا ڪرڻ وارو ڀکران شنڪر پنهنجي سياڙ سان اُسي لرمل آهي. اهڙيطرح جهڙ ٿالي ڏارڻ وارين آلماڻن پنهنجي سياڙ سان خراب سياو وارن لين ليون. جي اُلهن نه هجي نه هن سنسار ۾ جهڪر جيون کي پنڪٽر اُسي نه پري. ودوان ماڻهو ڪرم ۽ مايا پدن کي لي انسان جو سنسار چرلدا آهن ۽ اهو پدن جيو کي لي لصيب لٿي اُسو نه شو کي. ڪن ماڻهن کي وڏڪ گمان ٿي ٿو ۽ ڪن کي کهت. ڀکران شنڪر اُسي پنهنجو ٻار سڀني ماڻهن ۽ پس يا جيون کي مکمت ڪرڻ ۾ سمرٿ آهي پوءِ اُلهن کي پدن ۾ وجهي ڇا لاءِ دک ڏيندو؟ سڄو سنسار لي دک مه آهي پوءِ جيڪا شيءِ دک سان ڀرئل آهي سا دک کان خالي ڪيئن لي سکهندي؟ ڀکران شنڪر جي ڀرسان وڃڻ سان لي دک کان ڇوٽڪارو ملي سکهندو آهي. شو جي آکيا ڪانسراه وڻ جو هڪ پن به چري ڀري ٿٿر سگهي. ان جي آکيا سان لي سڄي جگت جو ڪاروبار هلي ٿو ۽ پاڻ ڀکران شو موهه نه اُسو ٿٿي. هنجي آکيا ورهٽي شڪتي سڀ ڪاروبار هلائي لي. هنجو مٿهن چوطرف آهي. جهڪي خراب بڌيءَ وارا انسان موهه وس لي ڪري اُنجو عڪس لا سي لاس لي وڃن ٿا.

پوءِ نه ڀڪدم آڪاس واڻي لي، "ستيم اوم، امرام اوم" هنن شبدن کي ٻڌي سڀ وبلل وشي ۽ مني خوش ٿيڻ لڳا. (هر هر مهادو شمبو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) واري سکهيا (پورو کنڊ) ۷ اڌياءَ ۳۰-۳۱ سماپت.

۲. اگني روپ، اهڙيءَ طرح وس روپ ۽ ان قسمن جو آهي :- (۱) سوم روپ ۽ (۲) جل روپ، ليج وري وح يا اجليءَ ۾ ۽ آهي ۽ وس روپ وري ميناح اسا مناڻ ۾ آهي. ليج ۽ وس سان سڄو جڳت پراڻو آهي. اگنيءَ مان آمرت پيدا ٿئي ٿو ۽ امرت روپ کهڙ سان وري اگنيءَ جو واڌارو ٿئي ٿو، تنهنڪري اگني سوم روا-ي امرت جـي آهوتيءَ سان جڳت جو پلو ٿئي ٿو. گاهه ۽ اناج سان آهوتيءَ جي سامگري لهي ٿي. پرسات وري گاهه ۽ اناج کي پيدا ڪري ٿي. اهڙي طرح پرسات سان ئي آهوتيءَ جي سامگري پيدا ٿئي ٿي جنهن سان وري اگني - آلما وارو جڳت رهي سگهي ٿـو. اگني وري مٿي چڙهڻ جـي ڪوشش ڪري ٿي ۽ سوم امرت وري هيٺ اچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح شڙ مٿي ۽ شڪتي هيٺ. اهڙيطرح سڄو سنسار شو ۽ شڪتيءَ ۾ سمايل آهـي. اگني وري سڀ ڪنهن شيءَ کي جلائي ڀسم ڪري ٿي ۽ جيڪا ڀسمي يا رک آهي سا اگنيءَ جو وارو آهي. تنهنڪري جيڪو ڀسمي يا رک کي "اگني" سمجهي پهرجي ان لي مکي ٿو سو جنم مرڻ جي ٻنڌن کـان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو. (هر هر مهاديو شمبو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پوروڪنڊ) ۰۷ اڌياءِ ۲۸ سماپت.



## جڳت "واڻي ۽ ارٿ روپ"

وايو ديوتا - اي رشيئو! سنسار ۾ ڪو ۽ ارٿ (معني)، شبد ڪالسراء ڪراهي ۽ ڪو ۽ شبد (لفظ)، ارٿ (معني) ڪالسواء ڪراهي. اهڙيءَ طرح سڀ شبد وقت الوسار ٻوري ٻروي معني ڏيکاريندڙ لهن ٿا. شبد وري ٽن قسمن جا آهن. ۱- اِستول، ۲- سوکيم ۳- پراڻ اِستول اهو جو ٻڌي سگهجي، سوکيم اهو جو چنتن ڪري سگهجي يا خيال ۾ رکي سگهجي ۽ پراڻ اهو جو خيال جي حد کان ٻاهر هجي، اُنکي شڪتي روپ چئي سگهبو ۽ اُها شڪتي شڙ جو آسرو ولي رهڻ واري آهي. گيان شڪتي وري اِڇا کي اڪو ڪرڻ واري آهـي جنهن کي "ڪنڊلني" چئبو آهي. اُنهيءَ کي وري چئن وسٽن ۾ ورهائي سگهجي ٿـو. ۳ شبد روپ ۽ ۳ ارٿ روپ. آلسر شڌيءَ لاءِ سمجهي کـان ڪم وٺڻو پـوي ٿـو. "منتر ڏوا - پداڏ و - ورڻاڏوا" اِهي شبد سان لاڳاپو رکن ٿا. "ڀوناڏوا - تتراڏوا - ڪلاڏوا" اِهـي ارٿ سان لاڳاپو رکن ٿا. اِهي وري سڀ هڪ ٻئي سان لاڳاپو رکن ٿا. سمورا منتر جملن سان ٺهيل آهن، سمورا جملا وري اکرن جا ٺهيل آهن ۽ سمورا اکرن کي وري جملا چئبا آهن. سڀ اکر وري سهني لوکن يا ٻڌن ۾ آهن. پراڻ ۾ وري تتو آهن، جاڳائڻ لاءِ ٻڌن وري تتن جا ٺهيل آهن ۽ تتن جي ڪارڻ ڪري ئي اِهي اُهن ٿا. شڪتيءَ کان ولي پرلويءَ تائين سهني تتن جي پيدائش شڙ - تتن مان ئي ٿي آهي. جئين دلي جو مثال وٺو ته دلو مٽيءَ مان ٺهيل آهي ۽ مٽي هرهڪ جڙي ۾ آهي مگر دلو جڏهن ٽٽي واس ليو ته اُنکي "مٽي" اڪو ڪري ته چئبو ٻـيو هرهڪ جـزي کـي دلو چئبو جيترو هڪ آهـي مٽي. واچار درشٽيءَ

آهيان؛ تنهنڪري اسان ٻنهي ۾ دوش پاڻ ۽ جدائي ڪٿان ٿي سگهندي؟ انهيءَ ڏينهن ۾ ديوتائن جي ڀلي لاءِ مون ڪٽي اشاري ۾ چرچو مسخري ڪندي توسان ٺوڪباري ڪئي ۽ يڪدم تو ۾ غصي جي باهه ڀڙڪو کائي اٿي ۽ ان ڳالهه جي ٺوڪي ۾ جاڻ هئي ته اها تنهنجي غصي جي باهه جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ٿي پيدا ٿي آهي ۽ مون ۾ ٺوڪي روڪڻ واجب نه سمجهيو. نتيجو اهو نڪتو جو "ڪوشڪي" ديوي پرگهٽ ٿي ۽ دئيتن جي ظلم جو انت آيو.

ڀڳوان شنڪر جا اهي وچن ٻڌي البت شرمائجي ويئي ۽ لڄ وچان ڪيتري دير ته ڪنڌ مٿي نه کڻي سگهي. ڀڳوان جي وري هٿڻ لسي ان دليس ٻالڪون شنڀ ۽ نشنڀ جو ڪوشڪيءَ ديوي هٿان ناس ٿيڻ جو احوال ٻڌائيندي گوريءَ ديويءَ چيتي کي اڳيان آڻي ڇوڙڻ لڳي.

**ديوي گوري** - اي ناٿ! هيءَ چيتو ڏسو، جو مان توهان لاءِ سوکڙي طور وٺي آئي آهيان. هيءَ چيتو ٿي هو جنهن منهنجي تپسيا جي وقت ڏاڍي سيوا ڪئي. هن ڪيترن ئي هنسڪ جنون مان منهنجي ۽ منهنجي آشرم ۾ رهندڙ پراڻين جي رکيا ڪئي. هن منهنجي ڏاڍي ڀڳتي ڪئي آهي تنهنڪري مونکي ڏاڍو پيارو آهي. اي ناٿ! جيڪڏهن دل ۾ نه ڪراهو ۽ آڳيا ڏيو ته تنهنڪري جئن توهان جي محلات اڳيان پهرو ڏيئي رکيا ڪري تو اُئن هيءَ چيتو منهنجي محلات ٻاهران منهنجو رکڪ ۽ ڳڻ ٿي رهي.

مهاديو، گوريءَ جي ڳالهه ڏاڍي سڪ، پريم ۽ قدري وشواس سان ٻڌڻ لڳو ۽ يڪدم چيتي کي پنهنجي ڪرپا درشٽيءَ سان ڏٺو (ڏٺائين) جو سردار بڻائي ڇڏيو ۽ هٿ ۾ لٺ وغيره ڏيئي سندس "سوم نندي" نالو مقرر ڪري ڇڏيو جو اُن ڏينهن کان وٺي گوريءَ جي محلات جو مکيه دربان ليکجڻ ۾ آيو. پوءِ ته ڀڳوان شنڪر گوريءَ کي پنهنجي هٿن سان پنهنجي پلنگ تي وهاري سندس هار سينگار ڪرڻ شروع ڪيو. (هر هر مهاديو شيو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پوروڳ کنڊ) ٧ ۾ آڌياءُ ٢٧ سماپت.



## اگني ۽ سوم بابت ويدڪ ٽيڪا ٽپڻي

**سيهٺي رشي** - اي وايو ديوتا! جڏهن ڀڳوان شنڪر، وٽي ديوي گوريءَ کي سمجهايو ته هي جڳت "اگني شومائڪ ۽ واگارٿاٽمڪ" آهي؛ سو ڪئن آهي؟ ڪرپا ڪري اسان کي کولي سمجهايو.

**وايو ديوتا** - اي مهرشيئو! جيڪو گهور تيجسوي شرير آهي تنهن کي اگني چئجي ٿو ۽ شڪتيءَ جو امرت مئه سوم روپ آهي جاڻڻ جو شڪتي شانت روپ آهي. جو امرت آهي سو پرتشٺا نالي ڪلا آهي؛ ۽ تيج ساڪيانت وديا نالي ڪلا آهي؛ سڀني ماڻهن ۾ رس (ميٺاج) به آهي ته تيج به آهي. تيج جو اهڙو ٻن قسمن جو آهي. ١- سورج روپ ۽

## مندراچل پربت تي گوريءَ ديويءَ جو سواگت ۽ سندس
## گوري (سفيد) رنگ جو مهاديو تي اثر ۽ گوريءَ جي
## چيتي کي سوم نندي گڻ بڻائي دروازي تي مقرر ڪرڻ.

**سيپ رشي** - اي وايو ديوتا! گوري ديوي جڏهن مندراچل تي پهچي اسٿان تي پهتي تڏهن مهاديو سان ڪهڙيءَ طرح ملي؟

**وايو ديوتا** - اي رشيشورا! گوري ديويءَ جي تپسيا پوري ٿيڻ، مرڪلاڻ ۽ هماليه پربت کان مندراچل لاءِ روانو ٿيڻ جي خبر ٻڌيءَ واکر ڦهلجي ويئي ۽ اهو ٻڌي مهاديو جا گڻ ۽ دوسه خوش ٿيڻ لڳا، ڪيترا نچڻ ٽپڻ لڳا ۽ ناچ ڳائڻ ۾ اُلسو ملهائڻ لڳا. سڀئي اچي محلات جي ٻاهران انتظاريءَ ۾ بيهي رهيا. ڀڳوان شنڪر به ڏاڍو منتظر ٿي لڳو ته ايتري ۾ پوڻان ديوي گوري ساهيڙي سان ڏسڻ ۾ آئي ۽ ساڻس هڪ چيتو به اچي رهيو هو. ڀڳوان شنڪر جا گڻ ۽ دوسه يڪدم دوڙندا ويا ۽ اچي گوريءَ اڳيان وندنا، آرتيون ۽ آڌيان ڪرڻ لڳي ويا. ڏاڍيءَ چال سان پنهنجي عاليشان محلات وٽ گوري اچي ۽ ڀڳوان شنڪر ڏانهن اکيو ۽ پريم ڀاونا سان سندس سٽڪار ڪندي جهڙو پرڻام ڪرڻ شروع ڪيو ته يڪدم سندس هٿن کي روڪيندي گوري سندس چرڻن ۾ مٿو ڪندي نمسڪار ڪئي ۽ پوءِ ڪجهه وقت هڪ ٽڪ لڳائي جڏهن هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا ته ڀڳوان شنڪر ٽهڪ ڏيندي چيو.

**ڀڳوان شنڪر** - اي پراڻ پياري! ڇا تنهنجي هاڻي من جي مونجهه دور ٿي؟ ايتري جو تو ڪاوڙ ڪئي هئي سا توکي ڪرڻ نه جڳائي. ياد ڪر! اسان جي روائتي ماڻهن واکر انهن لوريءَ گهڙيءَ ڳالهه تي 'ٽڪ، لؤ ۽ ٽا' ڪرڻ شروع ڪندا آهن ته پوءِ سنسار جو ڪاڄ ڪيئن هلي سگهندو؟ اسان ٻنهي جو سمبنڌ اوکو ۽ اعليٰ آهي. مان اگنيءَ مثل چرپل آهيان ۽ تون امرت مثل سوار آهين. مان سورج آهيان ته تون چندرما آهين. پوءِ جڏهن اسين ٻئي جهڙي سنبندھ ۾ شوا آهيون سي جهڳڙن ۾ پئجي وڃون ۽ وڇوڙو حاصل ڪيون ته جڳت جو ناس ان وقت کي سمجهڻ گهرجي جاڪاڻ ته اسان ٻنهي جو پيدا ٿيڻ پنهنجي لاءِ ڪونه آهي پر جڳت جي ڪلياڻ لاءِ. وڻ پنهنجو ميوو پاڻ ڪونه کائيندا آهن، نديون پنهنجو پاڻي پاڻ ڪونه پيئنديون آهن پر اُپڪاري ماڻهن جو جيئڻ ٻين پنهنجي لاءِ ڪونه ٿيندو آهي. تون ساڪيانند واڻي - مه، امرت آهين ۽ مان اوبيه - مه امرت آهيان. شبد ۽ ارٿ (اکر ۽ معنيٰ) هڪ ٻئي کان جدا ڪري ٿي سگهبا آهن پوءِ ڀلا ٻڌاءِ! اسان ڪيئن هڪ ٻئي کان الڳ رهي سگهنداسين؟ تون پنهنجي روپ کي جاڻڻ واري وديا آهين ۽ مان جاڻڻ لائق پرماتما (ايشور) آهيان. تنهنڪري اسان ٻنهي ۾ اتفاق سچ پچ ناممڪن آهي. مان سرشٽي کي پيدا ۽ ناس (سنگهار) پنهنجو پاڻ ۽ ٻيا حڪم ڪري نٿو ڪري سگهان. انهن ڪمن سمجهه ته مونتي جيڪو حڪم آهين. تون ڪارڻ آهين، مان ڪارج آهيان. تون سبب آهين، مان ڪم

## گوريءَ جو چيٽي کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ ۽ برهما جي ڪيس منع ڪرڻ، ماتا ۽ پتا کان وري موڪلائي گوريءَ جو مندراچل پربت ڏانهن موٽي وڃڻ

وايو ديوتا - اي رشيئو! ڪوشڪي ديويءَ کي آڻي ڪري برهما جي هٿ ۾ ڏيندي گوريءَ ديويءَ موڪلائيندي چيو.

گوري ديوي - اي پتامها! منهنجي آشرم ۾ هڪ چيتو رهيتو، ڇا اهو توهان ڏٺو آهي؟ هن منهنجي توهان جي بلڪل ٻچڙيءَ طرح رکيا ڪئي آهي مان انکي ساهيڙن سوڌو هتان وٺي وڃڻ چاهيان ٿي. مهاڻي ڪرپا ڪري آگيا ڏيو ته مان مندراچل پربت ڏانهن موٽي وڃان.

برهما - اي ديوي گوري! ڪيڏانهن خوفناڪ چيتو ۽ ڪيڏانهن توهانجي ڪرپا. توهان ته سچ پچ ناگن جي واسي ۾ به امرت ڇڙڪائڻ وارا آهيو. ٻيا خبر اٿو ته چيتي جي روپ ۾ توهان وٽ هڪ راڪاس رهيتو جنهن ڪيترن ئي سوين براهمڻن ۽ گئن جي هتيا ڪئي آهي. ڪيس هٿ رهي پاپن جو ڦل ڀوڳڻ گهرجي.

ديوي گوري - اي وڌاتا! توهان جيڪي به چيو آهي سو ٺيڪ آهي مگر شرڻ ۾ آيل چيتي جو ڪيئن تياڳ ڪري سگهبو؟

برهما - اي ديوي! توهان جي ڀڳتي ۽ شرڻ ۾ آيل جو ڪو به ڪجهه بگاڙي سگهندو. توهان جي ڪرپا سان ئي پاپن جو اڌار ٿئي ٿو ۽ وري توهان جي ڪرپا ڪانه هجيس پوءِ ڪهڙو ته پڇ. آتما جو ته هجي ته به سندس اڌار ڪونه ٿي سگهندو. سڀني جي پيدا ۽ موکش جو اڌڪار توهان جي ئي وس ۾ آهي. توهان مهاديو جي شڪتي آهيو. ڀلا! شڪتي کانسواءِ ڪير ڪم ڪري سگهندو؟ مان (برهما) وشنو ۽ ٻين ديوتائن کي به توهان جي آگيا ملندي رهي آهي ۽ اڳي به ملندي هئي ۽ اڳتي به ملندي رهندي. توهان جي آڌاتا ٻنان اسانجي ۽ سڀني ديوتائن جي پوڄا اسڦل رهندي. چراچر جڳت ۾ سڀني جي پاڪ ۽ پاپ جو ڦل به توهان جي ئي هٿ ۾ آهي ۽ هي پاپي چيتو به توهان جي ڪرپا سان ٻار ٿيڻي ويندو پوءِ ڪنهن جو مجال آهي جو ولڪ وجهي سگهي!

پوءِ برهما، ديويءَ جي استتي ڪندي ئي انتردڌان ٿي ويو. گوري ديوي به توهان جي ديوتائن کان موڪلائي، ٻين ڀڪين سان الوداع ڪندي، هماچل (پتا) ۽ مينا (ماتا) وٽ پهتي، جنکي به پرڻام ڪندي، ساهيڙن ۽ چيتي کي ساڻ وٺي پنهنجي گوريءَ (سفيد) سونهن سان ڏهن ئي ڏسائن کي روشن ڪندي مندرا چل جتي سندس پتي پراجمان هو، اوڏانهن روانې ٿي. (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ٧٠ اڌياءَ ٢٦ سماپت.



لمبا جو سمورو ڻل لوهان کي اڳر لي ملي چکر آهي جو اکل برهمانڊ جو سوامي لوهان جو پتي آهي هاڻي ياڻي اتي و نه پڌايو ته اهڙي پتي داو جسو وچوڙ و لوهان کڻي سهارو کيو هولدو؟

ديوي پاروتي - اي برهما! سولتو او اوهر پگوان شنڪر مهنجي پتيءَ جڏهن سرشٽيءَ جي آنهي ڪري ٻوءِ لوهان کسي پيدا کيو ته اُن حساب موجب لوهان مرالکي وڏي ٻت سمان آهيو وري جڏهن پگوان رڊر (مهنجو پتي) سرشٽيءَ جي آڪار ۽ سنگهار ڪرڻ لاء لوهان جي مستڪ مان پرڳهت ٿيو ته ان حساب موجب لوهان مهنجي سوري سمان آهيو ۽ وري جڏهن مان لوهاڻي مالسڪ پت دکي. پرجاپتيءَ جي استريءَ جي گرڀ مان پيدا لي سنسار ۾ آيس ته لوهان مهنجي پتاهه. يعني ڏاڏي جسي سمان آهيو. پنهنجي لمبا جو ڪارڻ مان لوهان کي ڪوڙي طرح پڌالي سڳهان جو خالکي طرح پتني ۽ پتيءَ وچ لوشي جو سبب ظاهر ڪرڻ کنهن ته اوهي خالدان واريءَ چرڪريءَ جو مرڪ کرلو آهي. لوهين مهنجا وڏا مالته ۽ آهيو ته اولاد ۽ آهيو لنهڪري اشاري ۾ اتي و سو چٽي سگهنديس ته مهنجي بدن ۾ جا ڪارائا (ڪاري چمڙي) آهي سا جيڪڏهن هٽي وڃي ته اهتر لمندو. اها آهي مهنجي چاهنا.

برهما - اي ديوي! هيءَ ته ڪسيس ڳالهه آهي جا لوهان جي اچا ڪرڻ مان لي اي سگهندي. هي لوهانجون ليلائون سنسار جي آبڪار لاء لي ٿين ٿيون. شيب ۽ لشب ۾ دليمه ٻالو آهن ۽ آنهجو موسه ۾ لوهان جي هٿان لي لکيل آهي ۽ کيئن ٽو دان ۾ اهڙيءَ طرح لي مليل آهي. لنهن ڪري هيئر دير ڪانه ليندي. هيئر لي لوهان جي بدن مان اها ڪاريءَ چمڙيءَ واري شڪتي لکري ٽرواو ليندي ۽ لوهان جو گورو رنگ لي پراد و جنهن ڪالوءِ لوهان جو ناالو "گوري" نالي سان مشهور لمندو.

اڪ جيب ۾ ديويءَ پنهنجي ڪاليءَ جي چمڙيءَ کسي لياڳ کندي پنهنجي اڏن شڪتيءَ کي ٻاهر ڪڍيو جنهن مان هڪ ديوي پرڳهت لي جنهن جو نالو "ڪرشڪي" ديوي جيو و او جيڪا ٻوءِ ٻوڳ مايا ۽ ولمري ديويءَ جي نالي مشهور ليڻ لڳي. ۽ ٻاڻ "گوري" (سفيد) لي پئي. ديويءَ ڪرشڪيءَ کسي ۸ ٻجالسون هيون، جن ۾ اُستر ۽ شستر هئا. گوريءَ ديوي اهڙي شڪتي برهما جي هٿ ۾ ڏني. برهما وري کيس سواريءَ لاء هڪ شينهن ڏنو ۽ ديوي شب ۽ لشب جي مارڻ لاء وانڌ پرنبه ڏاهن برهما جي آکيا موجب وائي لي وئي جتي شب ۽ لشب کسي ماري ٻوليءَ کسي ٻاهن کان هلکو ڪيو. (هر هر مهادير شيو. ڪاشي وشوناٿ ڪنگي) وايوي سنگهتا (اوروڙ کنڊ) ۷. اڌيا ۲۵ - ساپت.

++

اِهو چوندي پاروتي جوش ۽ جولان سان پلنگ تان اُٿي کڙي ٿي ۽ تپسيا ڪرڻ جي پڪي ويچار سان گڏ گڏ واٽ ۾ جواب ڏيڻ لڳي ته اڌ ۾ روڪيندي ڀڳوان شنڪر چيو.

**ڀڳوان شنڪر:-** پراڻ پياري! هي تو ڇا چيو؟ مون نه وٽي روح ڪڍڻ جهڙو ڳالهيون ڪيون ۽ چرچي مشڪري ڪندي ڪر ڪاوڙ ته ڪئي آهي ڇا؟ منهنجو ڀلا توسان پيار نه هوندو ته ٻي ٿي ڪنهن سان هوندو؟ ياد رک! تون جڳت جي ماتا آهين ۽ مان جڳت جو پتا. اهي جهڙو ڏاڍي والکي هونوار ڪرڻ جي ڳالهه. سرپاروتي لڪندو وڃو آهي جو اسالندو سنپند ڪام واسنائن جي آڌار تي ڪرڻ وچور ويو آهي. ڪامدار سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ کانپوءِ پيدا ڪيو ويو ۽ ڪامدار جي اُتي سنساري ۽ رواجي ماڻهن لاءِ ٿي ٺيل آهي. اسان ٻنهي جون اولادون، ونڊاون ۽ ليلائون جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ۽ پر اُپڪار لاءِ ٿي آهن. اڄ مون توسان چرچو ڪيو ۽ تو ساڀيا ۾ سمجهي ورتو. چڱو! منهنجي سچائيءَ جي خبر توکي پاڻهي پئجي ويندي.

**ديوي پاروتي -** اي ناٿ! جڏهن استريءَ کان پتيءَ جو پيار کسجي تو وڃي ۽ جڏهن ٿي پتي پيار جو هٿ لنڌ ڦيري ته جيڪڏهن پراڻ ڪرڻ. ٿي ٿياڳي نه چڱو، وذوالن ۽ معزز ماڻهن کان سندس گلا ڪئي ٿي وڃي ۽ اُها ننڊا موت کان به بدتر آهي. اي ناٿ! جيڪڏهن توهان جي اندر ۾ منهنجي گوري رنگ ۽ ڪاري رنگ بابت ڪجهه به خيال نه هجي ها ته چرچي گهڙي ۾ به خراب خيال ۾ اهڙا ڳالهه نه اچي ها. "ڪاري ڪروهي" وغيره لفظ جي اچارڻ ۾ توهان جي واتان مان نڪتا ته توهان جي اندر جو سچو لقمو ايش ڪيو آهي ته منهنجي "ڪاڙي چمڙي" توهان کي ڪانه ٿي وڻي. هاڻي مان تپسيا جي ٻل سان اُن ڪي ڦيري سچ پچ گوري رنگ واري ٿي توهان جي چرڻن ۾ ايندس.

**ڀڳوان شنڪر -** اي ديوي! مان سولتو پو برهم آهيان ۽ تون سولتو پرڪرتي آهين اون لفظ اچا پرکهت ڪر ته ڀڌهنا من جا منورٿ پورا ٿي سگهن ٿا، باقي تپسيا ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور؟

**ديوي پاروتي -** اي پراڻ ناٿ! مان اُهي ڏئي چاهيان ته توهان ڪرپا ڪري منهنجو رنگ ۽ روپ بدلائي ڇڏيو يا پاڻ پنهنجي اڇا سان منهنجو رنگ ۽ روپ بدلائي ڇڏيان ته برهما جي تپسيا ڪري مان جلد ئي ڪاريءَ مان گوري (سفيد) ٿيندس.

**ڀڳوان شنڪر -** پراڻ پياري! تون هٺ نه ڪر. منهنجي ٿي ڪرپا سان برهما کي "برهم-پد" مليو آهي ۽ پوءِ توکي هن جي تپسيا ڪرڻ جو ڪهڙو سود؟

**ديوي پاروتي -** اي پراڻ ناٿ! اهوءِ ۾ ڪريه شڪ ڪرائي ته برهما وغيره ديوتائون توهان جي تابع ۾ آهن ۽ توهان ٿي کين اُهي پد عطا ڪيا آهن پر اڳئين جنم ۾ ستيءَ جي روپ ۾ جڏهن دڪش جي ڌيءَ هئس تڏهن به برهما جي تپسيا سان ئي مون توهان کي پتيءَ جي روپ ۾ پرابت ڪيو هو. پرامڻ به برهما جي ئي تپسيا ڪندا آهن ۽ هيئنر مان به برهما جي تپسيا ڪري "گوري" (سفيد) ٿيڻ چاهيندس.

ڪرڻ رهندو. اهڙيءَ سوچ ويچار، سوڪما، دوڙ جيئن واريءَ ديويءَ کي ڏسي برهما هٿ جوڙي پرارٿنا ڪرڻ شروع ڪئي.

برهما - اي ديوي! سڀ کان اهوان مهاديو مولڪي پيدا ڪيو ۽ مان سرشٽيءَ جي وڇيا ڪريان پر مانسڪ يعني خيالي طرح منهنجي سرشٽيءَ جو وڌڻ مشڪل پيو لڳي، تنهنڪري مٿئين سرشٽيءَ (پرش ولس وستي پيدائش) ذريعي مان ساري مالڪي جو ادار وڌائڻ چاهيان ٿو. توهان کان ڪڏهن ۽ استريءَ جاتيءَ جي اُتپتي ڪانه ٿي هئي ۽ مولڪي زال ذات جي وڌائڻ جي طاقت ڪانه آهي. زال جي وڌائڻ جي شڪتي توهان ۾ آهي، تنهنڪري جڳت جي واڌاري لاءِ توهان کي پرارٿنا ڪريان ٿو ته توهان منهنجي عضون مان پيدا ٿيل پٽ دڪش پرجاپتيءَ وٽ ڌيءَ جي روپ ۾ پرگهٽ ٿي ڪري مولڪي سرشٽيءَ جي وڌائڻ ۾ مدد ڪريو.

بس، برهما جي اهڙيءَ طرح پرارٿنا ڪرڻ تي ”پراشڪتيءَ“ ديويءَ پنهنجي ڀرون (اکين مٿان ڀرون) جي وچين حصي مان هڪ پرڪاش جهڙي (اکيءَ) وانگر هڪ ديوي پيدا ڪئي جنهن کي ديون جي ديو مهاديو هن طرح چيو:-

مهاديو - اي ديوي! تون تپسيا ڪري برهما جي آراڌنا ڪري برهما جو منورٿ پورو ڪر!

برهما کي اُهو ٻڌي ۽ پل ڏيندي، پنهنجي اردناريشور شرير مان شڪتي رڌراڻيءَ ديويءَ کي ٻاهر سماليندي ڀڳوان شنڪر انتر ڌيان ٿي ويو ۽ برهما جي ديوي دڪش جي ڌيءَ ٿي ڪري سنسار ۾ پرگهٽ ٿي ۽ تنهن ڏينهن کان وٺي مٿئين (پرش ولس) دوارا سرشٽي پيدا ٿيڻ لڳي. (هر هر مهاديو شمڀو. ڪاشي وشواٿ گنگي) وايوي سنگھتا (پورو کنڊ) ٧٠ ادڌياءِ ١٦ سماپت.



## ڀڳوان شنڪر ۽ پاروتيءَ جو مندراچل پربت تي رهڻ ۽ شنڀ ۽ نشنڀ جي مارڻ لاءِ برهما جي پرارٿنا ۽ ”شو“ جو پاروتيءَ کي ”ڪالي“ چئي ڪاوڙائڻ

وايو ديوتا - اي رشيئو! اهڙيطرح مهاديو کان شڪتي ۽ ٻل حاصل ڪري پرجاپتي برهما مٿئين (پرش ولس) واري سرشٽي پيدا ڪرڻ جي اڇا ڪندي پاڻ ۾ اڌ استري ۽ اڌ پرش ٿيڻ لڳو. اڌ مرد واري شرير مان وري ويراٽ سوايمڀو منو اُٿي بيٺو ۽ سندس اڌ استريءَ واري روپ مان وري شترو روپا اُٿي ٿي. شترو روپا گهڻو تپسيا ڪري منوءَ کي پتيءَ جي روپ ۾ پراپت ڪيو.

تنهن ڪالهوءَ منوءَ جي اولاد جي ڪٿا ۽ دڪش جي پڪش وغيره جي ۽ ديوتائن جي اتپتي جي ڪٿا ڪرڻ جي اجان وايو ديوتا ڪٿا پڌائي بس ڪئي ته رشين هڪ سوال پڇيو:-

## اَرڌناريشور روپ جي استتي ۽ مهما جو ڳائڻ

وايو ديوتا - اي رشيئو! جڏهن برهما مانسڪ سرشٽيءَ ۾ خاطر خواهه واڌارو ڪري نه سگهيو ۽ وڏي پئماني تي مٿن (مٿني) سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ جو ويچار ڪيائين. هن کان اڳ ڪنهن به استريءَ جي پيدائش ڪانه ڪئي وئي هئي. پوءِ به برهما آديءَ، انتا، اوڪ پاوني، سوکيم لوڪ، شڌا، پاوَ ڪميا، مدوهرا، نروڪتا، لشوره، اشڪلا، نتيا ۽ سدائين ڪنهن رهندڙ پرم پياري مها شڪتيءَ يعني شوا ۽ شوَ جو پرم پڳتيءَ سان سمرڻ ڪندي تپسيا ڪرڻ لڳو. پوءِ برهما تي ڀڳوان شنڪر جلد ئي راضي ٿي پيو ۽ عجيب اردناري ويس ۾ (اڌ مرد ۽ اڌ زال) پرگهٽ ٿيو. برهما پنهنجي اڳيان انوکي شوَ ۽ شوا جي گڏ مورتي پرگهٽ ٿيل ڏسي پرارٿنا ڪرڻ شروع ڪئي.

**برهما** - اي مهاديو! توهان سرو گڻ سرشٽ آهيو، سمپورڻ ديوتائن جا سوامي آهيو، توهان جي جئه ٿئي: اي پرڪرتي روپ اما! توهان جي جئه ٿئي. توهان مها مايا جا روپ آهيو. توهان جي ليلا جو پار ڪوبه نٿو پائي سگهي. توهان سنسار جي ماتا آهيو ۽ هر وقت سهانتا ڏيندڙ آهيو. توهان جو سدائين ڌام آهي. توهان ٽنهي لوڪن جي ترمان، پالڻ ۽ سنگهار ڪندڙ آهيو، توهان جي ترڇي نگاهه سان دنيا ته ڇا پر دنيا تباهه ٿي سگهي ٿي. اي ديوي! سنسار جا سڀ تت توهان تي ئي آڌار رکن ٿا. توهان جا شيوڪ به دليتن کي ناس ڪرڻ لاءِ سمرٿ آهن. توهان شرڻ ۾ آيلن جي پليءَ پالنا برداشت رهڻ وارا آهيو. اي مهاديو! توهان موهه ۽ واڳ کي دور ڪرڻ وارا آهيو. اي گيان ڏيڻ واري ديوي! اي اگيان روپ انڌڪار کي ناس ڪرڻ وارا مهاديو توهان جي جئه ٿئي. اي من اچاون پورڻ ڪندڙ ديوي! اي اپراڌ ڪميا ڪرڻ وارا ديو! توهان جي جئه ٿئي.

اهڙيطرح برهما اَرڌ-ناريشور استوتر جو پاٺ ڪندي "شو ۽ شوا" جي استتي ڪئي.
(هر هر مهاديو شنڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ٧ ۾ آڌياءِ ١٥ سماپت



## مهاديو جي شرير مان ديويءَ جو پرگهٽ ٿيڻ ۽ ديويءَ جي ڀرئون مان شڪتيءَ جو پيدا ٿيڻ

اردناريشور روپ ۾ مهاديو برهما جي استتيءَ تي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ گمڀير واڻيءَ ۾ چيو:-

**اردناريشور** (مهاديو) :— اي برهما! هيتر پرجا جي وڌائڻ لاءِ جيڪا تو تپسيا ڪئي آهي، تنهن تي مان بلڪل راضي ٿيو آهيان ۽ توکي وردان ڏيان ٿو.

انتري ۾ پنهنجو پاڻ ڀڳوان شنڪر جي بدن جي ڏاٻي حصي مان ديويءَ ر دواڻي پرگهٽ ٿي. هن ديويءَ جي گڻن جي ڪهڙي واکاڻ ڪجي! هن کي برهم وديا جا ڄاڻو وڏيءَ شڪتيءَ جي نالي سان پڪارين ٿا جنهن ۾ جنم، پيدائش ۽ مرتيو وغيره سان لاڳاپو ئي

نه اهو الين ڪٿي ليو.

وايو ديوتا — اي رشيئو! پراچين ڪال ۾ برهما جي اڳيان ٺاڪ مون اهو سوال ڪيو هو ۽ جنهن مولڪي- ورتي برهما سمجهايو آهي سو سڀ توهان اڳيان ورڻن ڪريان ٿو. برهما ۽ وشنو ۽ رڌر اهي سڀ وقت پرلئه ڪانءِ ۾ پيدا ٿيندا آيا آهن. پورن ڪلپ ۾ شو جي ڪرپا سان رڌر داو، برهما ۽ نارائڻ کي پيدا ڪيو. ٻئي ڪلپ ۾ برهما، وشنوءَ ۽ رڌر کي پيدا ڪيو ۽ ٽئين ڪلپ ۾ وشنوءَ، رڌر ۽ برهما کي پيدا ڪيو ۽ اهڙيطرح ڪلپ ڪلپ ۾ الڳ الڳ وارتائون ٿيندون آهن. هرهڪ ڪلپ ۾ برهما جڏهن سرشٽيءَ ۾ واڌارو ڪرڻ ڳڻندو آهي تڏهن مورڇا ٿي ويندو آهي پر ايلاڪسٽ مهاديو کي رڌر روپ ۾ اچي برهما جو ڀت ٿي ڪري سهائتا ڏيڻي پوندي آهي. مهاديو تي تيج جو ڀنڊار، سرووياپي، الامي، اناديء، الدمع، ڏاتا ۽ پورڻ سنگهارڪ آهي. اڏ چيف سندس ڳهٽر آهي. ناڳ سندس مالهائون آهن. چلنڌر ۽ الدر سندس دوبان آهن. ڪوڙ سندس هٿن ۾ شوڀا پائي ٿو. گنگا کي مستڪ تي ڌارڻ ڪري ٿو. نندي ٻئل تي سندس سواري آهي. سندس دٺا درشٽيءَ سان برهما جو جهندو جهولندو ٿي رهندو آهي.

هڪڙي ڏينهن برهما اچي ايلڪاٺ ڀڳوان شنڪر کي چيو، ”اي مهراج! هن دنيءَ نه سرشٽي توهان پيدا ڪيو“. برهما جو الين چوڻ ۽ ڀڳوان شنڪر جو سرشٽيءَ ڪسي پيدا ڪرڻ ۽ برهما جا ڏسي نه برهماڊ جا سڀ ماڻهو جنالن سان، ترشول سندن هٿن ۾، هرهڪ کي ٣ اکيون، هرهڪ جي ڳچي اوري رلڪ جي ۽ هرهڪ جي الين ٿي ناڳ پيا جرڻ ڪن ۽ سڀ هٺا چٽڪ شو ڀڳت ۽ شو سروپ، پر نه وچي اهڻي آدمشماري وڌادي ۽ گهٽجڻ جو نالو ليشان نه ڪرڻ هو. برهما حيران ٿيڻ لڳو ڇو جو هرهڪ جي واسع ٿي ”اوم نمه شوايه“ منتر هو ۽ امرت روپي منتر اڳيان ڪال (موت جي ديوتا) کي اچڻ جي طاقت ٿي ڪانه پئي ٽئي ۽ اهڙي طرح امر (نه مرڻ جهڙن) ماڻهن جي سرشٽي ٿيڻ لڳي. اهو اسرار ڏسي برهما همت ٻڌي ڀڳوان شنڪر کي چوڻ لڳو، ”اي مهراج! اهڙي سرشٽي توهان پيدا نه ڪريو جو ڪري موهه مايا ۾ اٿو ڦاسي سگهي ۽ ڪرڻ ڪال جي چڪي ۾ پٽو اچي سگهي.“ ڀڳوان شنڪر ٻڪدم ڪٽي اها سرشٽي ٺاڪ ۾ سمائي ڇڏي ۽ برهما کي چيائين، ”اي برهما! اڄ کان پوءِ مونکي ٿيندڙ ۽ موهه ۾ ڦاسندڙ ماڻهن جي پيدا ڪرڻ جو ڪم اوهان ٺاڪ ٿي وڪو.“

تنهن ڏينهن کان وٺي ڀڳوان شنڪر ٺا رڌر داو سرشٽيءَ جسي ڪم کان اداس رهيو ۽ برهما ٿي ناسولس ۽ موهه ۾ ڦاسندڙ سرشٽيءَ جسي رچنا ڪندو آيو آهي. (هر هر مهاديو شيو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ٧. اڌياءُ ١٣-١۴ سماپت.



ڪٿر ڦٽڻ برهما جــــي من ۾ ڏک پيدا ٿيو. ڏک مان وري ڪروڌ اڀري ٿيو. ڪروڌ جي جوالا ڀاهه جهڙي ڀڙڪو کاڌو ته برهما جي اکين کان لڙڪ لڙي آيا جن مان ڪيترائي ڀوت ۽ پريت پيدا ٿيڻ لڳا. انهن ڀوتن ۽ پريتن کي ڏسندي اڳيان اچندو ايندو ڏسي برهما ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ پاڻ تي ملامت ۽ ڌڪار ڪرڻ لڳو. پوءِ ته ڪروڌ ۽ موهه اچڻ جي ڪارڻ برهما بيهوش ٿي ڪري پيو ۽ پراڻ تياڳي ڇڏيائين (مري ويو) تڏهن پراڻن جو سوامي نيلڪنٺ رودر پڌرو ٿيڪي ڪرپا سان برهما جي ڪپال (کلو) مک مان پرگهٽ ٿيو. پوءِ ته هڪڙا پاڻ پراڻن وري پرگهٽ ڪيا ۽ مهادوار سيڏي ورڻ کي چيو، "اي پيارا! مان سنسار تي ڪرپا ڪرڻ جي خيال سان توهان کي پيدا ڪيو آهي. تنهنڪري توهان سڀني جنڌي سرشٽيءَ جي قائم ڪرڻ لاءِ، ڪلياڻ لاءِ ۽ پرجا - پيدائش جــــي ودڌائڻ لاءِ ڪوشش ڪريو."

مهيشور جي اهي چوڻ تي اهـــي ســــڀ روئڻ ۽ چئني طرف ڏوڙ ڪرڻ لڳا. روئڻ ۽ چئني طرف ڏوڙڻ ڪري سندن نالو "رودر" پيو. پوءِ ته مهيشور ديا ڪري برهما کــي به پراڻ دان ڪري وري جيئرو ڪيو ۽ کيس چيو.

مهيشور- اي برهما! تون ڏپ نه ڪر، توکي مون وري جيئرو ڪيو آهي.

برهما - اي پڀو! توهان جي درشن ماتر سان ئي مون ۾ نئون جيون اچي ويو آهي، پوءِ ڏکڻ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو ته مان توهان جــــي ڪهڙي سيوا ڪري ٿو سگهان؟ ٻيو هي جو مان پاڻ روپ ڏسان ٿو سو اي ڀڳوان! ڇــا پاڻ ئي روپن ۾ توهان پرگهٽ ٿيا آهيو؟

مهيشور- اي ديو! توکي خبر هئڻ گهرجي ته مان سولهن ۾ ٻارهن پرماتما مهيشور آهيان ۽ تنهنجي شرير مان هميشه پرگهٽ ٿيو آهيان تنهنڪري تنهنجو پٽ ٿــي آهيان ۽ هـي پاڻ ئي روپ منهنجا آهن ۽ اهي ســــب تنهنجي رکيا ۽ سهائتا لاءِ تــي پرگهٽ ڪيا ويا آهن. هاڻي تون دلگير نه ٿيءُ ۽ جلد اٿي کڙو ٿيءُ ۽ عام ماڻهن ۽ سرشٽيءَ جي رچنا ڪر- ڻ منهنجي آگيا آهي.

پوءِ ته برهما شو- مايا انوسار جلد اٿي کڙو ٿيو ۽ ڀڳوان شنڪر (مهيشور) جي مکه الن لالن جي استتي ڪرڻ لڳو.

برهما - اي ڀڳوان رودر! توهانجو تيج انيڪ سورجن وانگر آهــي تنهنڪري منهنجي نمسڪار آهـــي. توهان رس روپ، جل مه روپ ڀو- ديوتا آهيو، تنهنڪري منهنجي نمسڪار آهي. توهان نندي، سرڀـي (ڪام ڏيندڙ) روپ آهيو تنهنڪري نمسڪار آهـي. پرٿوي روپ ڌاري شو ڙ- ديو آهيو تنهن ڪري توهان کي نمسڪار آهـي. اي واير روپ! توهان کي نمسڪار آهي. اي وسو روپ ڌاري! توهان کي نمسڪار آهي. اي اگني روپ پشوپتي توهان کي نمسڪار آهي. اي آڪر روپ ڌاري ايشان مورتي! توهان کي نمسڪار آهي. اي سوم روپ ايرمد مورتي مهاديوا! توهانکي نمسڪار آهي.

اي ڀڳوان مهيشور! توهان منهنجي شرير مان پيدا ٿيا آهيو تنهنڪري سرشٽيءَ جي

گڻن جو ميلاپ، پوڄا پاٺڪ، اُستتي ڪرڻ لائق، اُپاسنا ڪرڻ جهڙو، اوڻي، ۽ سڀني جي اُتپتيءَ جو ڪارڻ آهي. انجي برابر دنيا ۾ ٻيو ڪو نه آهي. سندس گيان، ٻل ۽ ڪريا جي واکاڻ ويدن ۾ چڱيءَ طرح ڪيل آهي. هنجو نه ڪو سوامي آهي ۽ نڪو وارث آهي، نه هنجو ڪو خاص نشان آهي ۽ نه هنتي ڪنهنجو حڪم لڳي هلي سگهي ٿو. هو سڀني ڪارڻن جو ڪارڻ ۽ اُنجو به پيدا ڪندڙ آهي. هنجو نه ڪوئي جنم ڏاتا آهي نه سندس جنم آهي ۽ نه سندس اُنت آهي. سو سڀني ۾ ڳجهي اُموني رهي ٿو. هو سڀني کي ڏسندڙ، سڀني جي ڪرمن جو شاهد (ساکي)، چيتن، نرگڻ ۽ جيون کي پنهنجي وس ۾ رکندڙ آهي. هو فقط هڪ آهي، چيتن شين جو چيتن، آتمائن جي پرم آتما، ڪامنا کان رهت، سڀني جي ڪامنائن کي پوري ڪندڙ، سانکيه يوڳ، گيان يوڳ، ڪرم يوڳ، ڀڳتي يوڳ، ٻاڻ کي پاڻ پيدا ڪندڙ يا سوتنتر پرمر، گيان سروپ، ڪال جو به مها ڪال ۽ ڪال کي پيدا ڪندڙ آهي. هوئي سنساري بندن (مايا پوش) ڇڏائڻ وارو ۽ هن ئي پوربن برهما کي پيدا ڪري کيس ويدن جو گيان ڏنو.

اِهو ئي ويدانت شاسترن جو ڳجهي ۾ ڳجهو گيان آهي. پراچين ڪال ۾ خوش قسمتيءَ سان ۽ سؤڀاڳيه برهما مونکي هن ئي گيان جو اُپديش ڪيو هو جو شش شرڌا کان رهت هجي تنهنکي هن گيان جو قدر ڪو نه ٿيندو. شش يا پٽ جيڪڏهن سدا چاري آهي هجي تنهن کي هيءَ گيان نه ڏيڻ گهرجي. جنهن انسان ۾ گرو ڀاونا هجي يا وڏن اڳيان آڌ يا نياز رکندڙ هجي تنهن لاءِ ئي هيءَ گيان ڏيڻ سڦلو آهي. (هر هر مهاديو شيو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ٠٧. اڌيائي ٦ سماپت.



## برهما جو مورڇا ٿيڻ ۽ انجي مک مان رُدر جو پرگهٽ ٿيڻ.
## وري سڄاڳ ٿيڻ تي برهما جي اُستتي ۽
## رُدر جي آڳيا سان سرشٽيءَ جي رچنا

تنهن ڪاوره ڪال-مهما، پرلي، برهمانڊ جي رچنا وغيره جو ورڻن ڪندي وايو ديوتا چيو،

وايو ديوتا - اي رشيئو! پورب پوران برهما پاڻ جهڙا ٥ مانس پتر اُتپن ڪيا جي هئا. ١. سنڪ، ٢. سنندن، ٣. سنانن، ٤. رڀو، ٥. سنتڪمار، اهي، سڀ يوڳي، اُداسي ۽ ايرکا دوپش (وير وروڌ) وغيره اوگڻن کان پري هئا. انهن سڀني جي من ۾ ايشور ڀاڳ جي لڳن لڳل هئي، تنهن ڪري هنن سرشٽيءَ جي رچنا جي چاهنا بلڪل نه ڪئي. ويراڳي ئي جڏهن هي سڀ مهاتمائون جهنگ منهن ڪري هليا ويا تڏهن وري سرشٽيءَ جي اُتپتي لاءِ برهما کي تپسيا ڪرڻي پيئي. تپسيا ڪندي ڪافي وقت جڏهن گذري چڪو ۽ ڪجهه ڪين

کي فقط ويداتي مانهو ئي ڄاڻي سگهن ٿا . ٻئي معني مهيشور جو جڳت جو پالڻ پوشڻ
ڪري ٿو. سرشٽيءَ جي آد ۾ فقط " ردر ديو" ئي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ ٻيو ڪو به نه هو ئي
جڳت کي پيدا ڪري، رکيا ڪري ۽ انت ۾ سنگهار ڪري ٿو. هنجون اکيون چوطرف آهن،
هنجو مک چوطرف آهي، هنجا پير ۽ ٻانهون چوطرف آهن هو ئي سڀني کان اڳ برهما کي
پيدا ڪري ٿو. ويد چوي ٿو، " ردر ديو سڀ کان سرپشٽ مها رشي آهي - مان هن
امرت سروپ اپناشي پرش پرميشور کي ڄاڻان ٿو. هنجي ٻلن جهڙي شوڀا سان سورج به
پنهنجي پرڪاش ڪري اٿو سگهي ۽ هي اشور اگيان الڌڪار کان الڳ ۽ دور ئي رهي ٿو."
هن پرماتما کان دور ڪا به وستو ڪانه آهي. هن کان ڪا به وڏي يا ننڍي شيءِ ڪا به ڪانه
آهي. هن سان سڄو جڳت ڀريل آهي. هن جا هٿ، پير، اکيون، ڪن ۽ وات هر ڪنهن
طرف ۽ هر ڪنهن پاسي ڏانهن آهن. هيءَ سمورن الدرين جي وشين کي ڄاڻڻ وارو آهي ۽
حقيقت ۾ ٻاڻ الدرين ۽ وشين کان سواءِ آهي. هيءَ سڀ سوامي، سڀ تي حڪم هلائيندڙ ۽
سڀني جو مٿر ۽ سڀني کي پناهه ڏيندڙ آهي. هو اکين کان سواءِ به ڏسي ٿو ۽ ڪنن کان سواءِ
به ٻڌي ٿو. هو سڀ کي ڄاڻي ٿو مگر هن کي ڪو ورلي ڄاڻي ٿو يا الهن کي جيڪي چئجي نه
ٻورڻ روپ ۾ ڪيس ڄاڻڻ وارو ڪو به ڪونه آهي. هنکي پرم پرش چئجي ٿو. هيءَ اڻوءَ کان
به ٻاريڪ ۽ سوکيم آهي ۽ وڏي ۾ وڏيءَ وستوءَ کان به وڏو آهي. هيءَ اپناسي مهيشور
انسان جي ڳجهيءَ غفا (هردي) ۾ نواس ڪري ٿو. هڪ وڻ تي ڪٺا رهندڙ جيئن ٻه پکي رهن
ٿا تيئن آتما ۽ پرماتما ساهواري ( پراڻي يا انسان ) جي اندر رهن ٿا مگر هڪ پکي ميوو
کائي ٿو ۽ ان انوسار سک دک ڀوڳي ٿو سو آهي آتما ۽ ٻيو پکي ميوو نٿو کائي ۽ نرليپ رهي
ٿو سو آهي پرماتما ۽ وڻ آهي هيءَ شرير. وري جڏهن ميوو کائيندڙ پکي ڪرپا ڪري ٿو اسا
پکومت ڪريا سان نه ميوي کائيندڙ پکيءَ کي سڃاڻي وٺي ٿو نه ٻوءِ سنساري دک سک کان
آجو ئي مڪتي پد پائي ٿو. هن پرڪرتيءَ (قدرت) کي ئي مايا سمجهڻ گهرجي ۽ مهيشور
کي مايا جو وچيندڙ ( ماياوي ) هيءَ سنسار کي ناهيندڙ ( وشوڪرما) مهيشور ئي پرم داتا
پرماتما آهي ۽ سڀ ڪنهن جي هردي ۾ براجمان آهن الهيءَ کي ڄاڻي انسان پرم آنند امرت
جو آزمودو وٺي ٿو. هن ۾ وديا ۽ اوديا ٻئي ڳجهيءَ طرح سمايل آهن. ناس ٿيندڙ جڙ شيون
اوديا چئي سگهبيون ۽ اپناسي چيتن آتما (جيو) وديا چئي سگهجي ۽ مهيشور ٻنهي کان
الڳ ۽ ٻنهي تي حڪم ڪندڙ چئي سگهجو. شڪتيشالي مهيشور سڀني شين جو هڪ جار
پکيڙي جدا جدا نمونن سان ناهي ٿو ۽ سنگهار ڪري ٿو ۽ ورڻي جدا جدا ڪري الڳ ڪري
ٿو ۽ ورڻي ملائي هڪ ٻاڻ ۾ سمائي ٿو. جيئن سورج هڪ ئي دنيا کي چوگرد پرڪاش
ڦهلائي سگهي ٿو تيئن هو پرڀو ۽ ٻين ٽٽون کي ٽيڪ ۾ هلائي سگهي ٿو. ڀڳتي ڀاو ذريعي
جيڪي ڪيس ڄاڻن ٿا سي مايا جار کان ڇوٽڪارو پائين ٿا.

هي پرم پتا پرماتما ٽنهي ڪالن ( ڀوت، ڀوشيه ۽ ورتمان ) ۾ سڀ ڪنهي ڄاڻڻ وارو آ

سپ رشي- اي وايو ديوتا! ٻڌي (سمجهه)، اندريون، يا شرير مان آتما ڪٿي رهندي؟

وايو ديوتا — اي رشيئو! سرو وياپي چيتن (جيو يا آتما) جو ٻڌيءَ (سمجهه)، اندرين ۽ شرير سان مٿيءَ مائو سمبنڌ ضرور آهي. آتما تائي سان پدارٿ ظاهر ظهور آهي ۽ اُن جو ڪنهن به نموني هٿ ڪرڻ ڏکيو آهي. سڀ پرش سمجهه (ٻڌيءَ)، اندرين ۽ شرير کي آتما نه ٿا سمجهن چاڪاڻ ته ٻڌيءَ يا سمرڻ شڪتيءَ جــو گيان سچي شرير ۾ هڪ مهل لٿو لٿي، تنهڪري ويدن ۽ ويدانت انوسار آتما انهن ڪرمن کي ياد ڏياريندڙ ۽ سڀني هلندڙ وستن ۾ وياپڪ ۽ انترجامي آهي. آتما نه استري آهي نه پرش ۽ نه نپنسڪ، مٿي آهي نه پرسان، نه هيٺ ۽ نه ڪنهن خاص استان ۾، هيءُ هلندڙ بدن ۾ ايئا چرپر رهندي، نراڪار، ابناسي آهي ۽ گياني ماڻهو لڳاتار وچار ڪرڻ سان آتم تتو کي پائي سگهن ٿا. انسان جو جيڪو هيءُ بدن چيو وڃي ٿو تنهن کان وڌيڪ اشڌ، پراڻين، دک مي ۽ ناسونت ٻي ڪا به شيءِ ڪانه آهي. هيءُ شرير ئي دکن ۽ مصيبتن جو مول ڪارڻ آهي. هن بدن سان ڳنڍيل آتما ڪرمن انوسار سکي، دکي، سياڻي ۽ مورک رهي ٿي. هي شرير دکن جو گهر آهي ۽ مرڻو ضرور آهي. ماضيءَ (گذريل زماني ۾- پوءِ) ۾ ڪيترائي شرير ناس ٿي ويا ۽ ايندڙ وقت ۾ (مستقبل) ۾ هزارين ئي شرير ناس ٿيڻ وارا رهندا. اهي سڀ اڇــي پيدا ۽ ڪمزور ٿي پون ٿا تڏهن ئي آتما انهن کي ڇڏي وڃي ٿي. ڪا به جيو آتما ڪنهن به شرير ۾ دنيا جي انت ڪال تائين قائم ۽ دائم ٿي رهي سگهي. هيءُ جو استريءَ، پاڻ، پٽڙو، مت مائٽ وغيره جو ميل ميلاپ اٿين سمجهڻ گهرجي جيئن رستي تــي ڪنهن وڏي مهاساگر ۾ ڪاٺ جو ٽڪر ترندو اچي جيئن ٻئي ڪاٺ جي ٽڪر سان ملندو آهي ۽ ٿوري دير پاڻ ۾ گڏ ترندا آهن ۽ پوءِ وري ۽ ڇولين ذريعي پاڻ کان جدا ٿي ويندا آهن، اهڙيءَ طرح جدائي ۽ ميلاپ سمجهڻ گهرجي. اهڙيطرح برهما کان وٺي سڀني جيون يا پراڻين يا ساهوارن کي درشن شاستر (ويدانت) ۾ "پشو" چيو ويو آهي. هيءُ ساهوارو انهيءَ جار ۾ (پاش) ۾ ڦاسي دک سک ڀوڳي ٿو. (هر هر مهاديو شيو- ڪاشي شونات گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ۷۰ اڌياءُ ۵۰۴ سماپت.



## ڀڳوان شنڪر (مهيشور) جي مهما

وايو ديوتا- اي رشيئو! هن دنيا جــي ناهڻ وارو ڪوئي پتي (مالڪ) آهــي جو انيڪ گڻن جي کاڻ هئڻ گهرجي. اهو ئي پشو- پاش (مايا جار) کان مڪت ڪرائڻ وارو ٿي سگهندو. پردان، پرماڻو وغيره جيڪي جڙ تتو کان اُتم سڀني جو ئي مالڪ يا پتي ٿي سگهيو. ڪنهن سياڻي يا چيتن ڪارڻ کان سواءِ هي جڙ (بي جان) سنسار جي پيدائش ڀلا ڪيئن ٿي سگهندي؟ پشو، پاش ۽ پتي جو حقيقت ۾ الڳ الڳ روپ آهــي، جنهن

گيان حاصل ڪيو هو. سڪ چاهڻ واري ماڻهوءَ کي شرڌا ۽ وشواس رکڻ ضروري آهي. وستوءَ جي وويڪ جو نالو گيان آهي. وستو ٽن پرڪارن جي چئي وڃي ٿي. ١. جڙ (پرڪرتي)، ٢ چيتن (جيو) ۽ ٽيون انهي ٻنهي کي ملائيندڙ (پرماتما). انهن ٽنهي حالتن کي پاش، پشو ۽ پشو پتي چئجي ٿو. تتو جي ڄاڻڻ وارا ماڻهو انهيءَ کي ڪير، اڪير ۽ ٻنهي کان وڌيڪ چون ٿا. اڪير چئبو آهي پشوءَ کي، ڪير چئبو آهي پاش کي ۽ پرم تتو کي پشوپتي ڪري سڏيو آهي. پرڪرتيءَ کي ڪير، پرش (جيو) کي اڪير ۽ جيڪو ٻنهي کي الساهي ڪري ٿو انهن کي پرميشور ڪوٺيو آهي. مايا جو نالو پرڪرتي آهي. پرش ان مايا سان وڪوڙيل آهي. خراب ۽ سٺي ڪرم دوارا ٿي پرڪرتيءَ جو سانڍو پرش سان رهي ٿو. شو وري انهي ٻه ٻنهي کنڊ آهي. مايا مهيشور جي شڪتي آهي. چت سروپ جيو ان مايا سان وڪوڙيل آهي. چيتن جيو کي وڪوڙڻ وارو گيان سان پراڻ پاش کي مل ڪري چئبو ۽ اڪي شڌ ٿيڻ سان جيو ٻنهيجو پاڻ شو ٿيو پوي ۽ اهو شڌ ٿيل ٿي شو-تت آهي.

سڀ رشي - واءُ ديوتا! سرو وياپي چيتن کي مايا جي ڪهڙي ڪارڻ ڪري موهي ٿي؟ پرش ٿي موه جو ٿو ڪهڙو ڪري ۽ ڪهڙي طريقي سان موه هٽائي سگهجي ٿو؟

وايو ديوتا - اي رشيو! چيتن (جيو) ۽ پرش کي مايا ان ڪري موهي ٿي جو اهو ڪلا (وديا، راڳ، ڪال، نيتي) وياپڪ (حاضر) آهي. پرڪرتي ڪرم ٿي ان ۾ موه روپ آهي ۽ سمجهه. (ٻڌي) مان ڪوتا خيال دور ٿي وڃڻ سان موه ۾ دور ٿي وڃي ٿو. ڪرم جو ڦل جو پرڪرتي ٿو ڀوڳڻ نالو پرش (جيو) آهي ڪرم وري ٻن قسمن جا ٿين ٿا. ١. پنيه ڪرم ۽ ٢. پاپ ڪرم پني ڪرم جو ڦل سک ۽ پاپ ڪرم جو ڦل دک. ڪرم انادي آهي ۽ انهي ڦل ڀوڳڻ سان ڪرم جو انت ٿو اچي. جيترو ڪ جڙ ڪرم جو چيتن آتما سان ڪجهه ٻه سمبنڌ ڪونه آهي، تنهن ڪري اگيان جي وس ٿي ڪري چيتن (جيو) ڪرم پاڻ ۾ سمايو. پرڪرتيءَ کي ڀوڳي، جڏهن ٿو ۽ ٻڌي ڪرم جي ڦل (ڀوڳ) جو ساڌن آهي. پاڻ وارون انڊريون ۽ وويڪ دروازا آهن. تمام ڀڳتي ڀاو هٿ ڪري مهاديو جي ڪرپا سان ڪرتيءَ ٻڌيءَ (خراب سمجهه) جي ناسي ٿئي ٿي ۽ من اڏول ٿيو پوي ۽ جيو شو سمان ٿيو پوي.

ستو، رج، تم- ٽي گڻ پرڪرتيءَ مان پرگهٽ ٿين ٿا. جنهن ڪري ٻه ٿيل لڪل آهي تنهن جو پرڪرتيءَ ۾ سوکيم روپ لڪل ۽ ظاهر آهي. سک انجو ڪارڻ ستو چيا ويا آهن، دک ۽ ان جو ڪارڻ ٿوري ۾ راجس گڻ آهي ۽ موه تموگڻ آهي. ساتوڪي هلڻ چلڻ مٿي ٿيڻ ڏانهن وٺي هلي ٿي. تامسي هلڻ چلڻ اوراهه ڏانهن وٺي هلندي ۽ راجس هلڻ چلڻ انهي وچواري چلندي. ٥. تنماترائون، ٥ ڀوت، ٥ گيان انڊريون، ٥ ڪرم انڊريون، هڪ پرڌان (چت)، ٻڌي (سمجهه)، اهنڪار، ۽ من، سڀ ٢٤ ملي ڪري تتو ٿين ٿا. اهي سڀ هن شرير جا ڪارڻ آهن. جهڙي طرح دلي (منڪر) جو مکيه ڪارڻ مٽي آهي، اهڙيءَ طرح اهي هن شرير جا ڪارڻ آهن.

## نئيمشارڻيه ۾ وايو ديوتا جو اچڻ ۽ سندس
## رشين کي اُپديش ڏيڻ

**سوتجي مهراج** - اي رشيئو! ان وقت اُم ورت جو پالن ڪندي، انهن رشين مهاديو جي آراڌنا ڪندي يگيه شروع ڪيو. يگيه جي هلندي هلندي ڪيترائون ئي عجيب گهٽنائون ٿيون مگر ڪافي عرصي بعد يگيه سک سان سماپت ٿيڻ لڳو ته وايو ديوتا، برهما جي آگيا سان اچي پنهنجو پاڻ پڌارايو. پوءِ ته سڀ رشي ۽ مني ڊوڙيا ته سمايا ۽ کيس سوني سنگهاسن تي وهاري، سندس خوب آدر ستڪار سان پوڄا ڪئي. پوءِ وايو ديوتا يگيه جو احوال پڇندي چيو.

**وايو ديوتا**- اي رشيئو! هن يگيه جي پوري ڪرڻ تائين توهان کي ڪنهن وگهن ته ڪونه وڌو؟ ڪوئي توهان کي پرايشچت ڪرڻو پيو ڇا؟ توهان سڀ ٺيڪ رهيا نه؟ ديوتائن ۽ گوهن جا استوتر ٺيڪ نه پڙهيا اٿو نه؟ هاڻي جو توهان جو يگيه نروگهنتا سان پورو ٿيو آهي تنهن ڪري توهان وڌيڪ ڇا ٿا گهرو؟

**سڀ رشي**- اي وايو ديوتا! توهان جي اچڻ سان ڇڪ اسانجي تپسيا اُم تي ڇڪي آهي. پهريان اسانجي ڳالهه ٻڌو. اسان جي هردي ۾ اگيان روپي اندڪار پيدا ٿيو تنهن جي وناس لاءِ اسين برهما وٽ پهتاسين جنهن اسانکي چيو، "رڊر ديو ئي سڀني ۾ سريشٽ آهي اهو ئي پرم ڪارڻ آهي. دليلن سان ملڻ جهڙو ڪونه آهي. ڀڳتيءَ وارا ئي ان کي پائي سگهندا آهن ۽ وري ڀڳتي به ان جي ڪرپا سان ئي پراپت ڪري سگهجي ٿي. تنهنڪري توهان نئيمشارڻيه (نئيمش ارڻ) ۾ وڃي يگيه جو بندوبست ڪريو جتي رڊر ديو جي ڪرپا سان توهان وٽ وايو ديوتا ايندو ۽ توهان کي گيان جو لاڀ ڏيندو جنهن سان توهانجي ڪلياڻ جي پراپتي ٿيندي." اي وايو ديوتا! برهما جا وچن سچا نڪتا ۽ توهان اچي پهتا آهيو. هاڻي ڪرپا ڪري اسانکي گيان جو امرت پياري ڪرتارٿ ڪريو.

**وايو ديوتا** - اي رشيئو! اڳوڻي ڪلپ کي "شويت لوهت ڪلپ" سمجهڻ کپي جنهن ۾ چئن مکن واري برهما سرشٽيءَ جي ڪامنا سان تپسيا ڪئي اُنجي ڪري تپسيا تي اچي پتا ديون جي ديو مهاديو انکي ڪمار اوستا ۾، شويت منيءَ جي روپ ۾ درشن ڏنو. ويدن جي ڄاڻوءَ ۽ سنسار جي پالنا ڪندڙ مهيشور جو درشن ڪندي گايتريءَ سوڌو برهما کيس پرڻام ڪيو ۽ اُتم گيان حاصل ڪيو. سمپورڻ گيان حاصل ڪري برهما وري سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ کي لڳي ويو. مون وري تپسيا ڪري سمورو سمپورڻ گيان برهما کان حاصل ڪيو.

**سڀ رشي** - اي وايو ديوتا! توهان برهما کان ڪهڙو گيان حاصل ڪيو، جنهن وشواس رکي انسان پرم آنند پد کي پهچي ٿو. ڪرپا ڪري اسانکي ٻڌايو.

**وايو ديوتا** - اي مهرشيئو! پراچين ڪال ۾ پشو، پاش ۽ پشوپتي وغيره بابت مون

ڏيان ۾ مگن رهن ٿا. هن جا ٽي روپ آهن. ١. اسٿول ٢. سوکيم، ۽ ٣. انهن ٻنهي کان پري. اسان (برهما ۽ پيا) ديوتائون سندس ساڪيامه روپ ڀسون ٿا تنهن کي اسٿول چيو آهي، ارڪي ۽ لهري سندس سوکيم روپ ڏسي سگهن ٿا. باقي انهن کان پري جو لتم، گيان سروپ، آنند-مه، اپناشي ڀڳوان سروپ روپ سو ڀڳتيءَ ۽ ٻاڻ ۾ مگن رهندڙ ئي ڏسي سگهن ٿا. اها ڀڳتي به تڏهن ڪري سگهجي جڏهن ڀڳوان شنڪر جي ڪرپا هوندي ۽ ڀڳوان شنڪر جو روپ به تڏهن ملي سگهندو جڏهن انهن ڀڳتي هوندي. هي ڳالهيون هڪ ٻئي تي مدار رکن ٿيون جهڙو ٻج مان وڻ ۽ وڻ مان ٻج. جنهن کي ڀڳوان جي ڪرپا مان سڀ رڌيون ۽ سڌيون ملن ٿيون. تنهنڪري ڀڳوان جي ڪرپا حاصل لاءِ هر وقت ڀڳوان جي پوڄا، آراڌنا، وندنا ۽ ڏيان ڪرڻ گهرجي. مکيه ڳالهه آهي ته من کي هڪ لڪائي رکي لنظ ڀڳوان شنڪر ۾ ڏيان ۽ ادرون وشواس سان هڪ هزار سالن تائين تپ ڪريو. تپءَ جي انت ۾ منتر جي آواهن ڪرڻ سان، اي رشيئو! توهان وٽ واسو ديوتا پڌاريو، جو توهان کي ڪلياڻ جو اُپاءُ ٻڌائيندو. تنهن کانپوءِ توهان ... پرمي واراڻسيءَ ۾ وڃجو جتي پاڪ ڏاش ڪٽيندڙ (ڀڳوان شنڪر) پاروتيءَ سان گڏ آنند ۾ وٺيل آهي. اتي توهان کي ڪيترا ئي عجيب اسرار ڏسڻ ۾ ايندا. پوءِ توهان وري مون وٽ اچجو ته مان توهان کي مڪتيءَ جو مارگ ٻڌائيندس، جنهن سان توهان هن هڪ ئي جنم مان مڪتي حاصل ڪندا.

اي رشيئو! ياد رکو. هي منهنجو هڪ چڪر (ڪول ٿيئو) ڏسو! مان هن کي هتان ڇوڙيندس. جتي هنجي ليمي (ٿمٽي جي ڪوالي) وڃي ٽڪر لڳي، بس! اها ئي جاءِ توهان پنهنجي تپسيا جي لاءِ سٺي ۽ سڀاڳي سمجهجو.

ائين چئي ڀڳوان شنڪر جو ڏيان ڪري برهما ان چڪر (ٿمٽي) کي ڪڍي اڇلايو. سڀ رشي منيي روانا ٿيا ۽ اتي وڃي پهتا جتي برهما جو اُڇلايل چڪر (ٿمٽو) ٽڪرا ٽڪرا ٿيل پيو هو. جتي چڪر جي ليمي (ڪوالي) ٽڪر لڳي هئي اها جاءِ نيمشارڻيه سڏجڻ ۾ آئي. ڪهڙي هن نيمشارڻيه جهنگل جي ڳالهه ڪجي. ملي ٻاڙيءَ جا جهرڻا وهي رهيا هئا. هسڪ جانورن جو نالو نيشان به ڪونه هو. وڻ پهچتا ملا ميوا رشين ۽ منين جهڙي ڀيت لاءِ جهڪ تيار ڪري بيٺا هئا. سندر هوا جي جهونڪن من کي جهٽڪ موهي رکيو هو ۽ چوڏاري ڪاڪلاس ۾ گهيرنا چاليل هئي. سڀ ديوتائون، گنڌرو، يڪش، وديادر، اگنيءَ جا اپاسڪ، شبد شاسترن جا ڄاڻو، ارٿ شاسترن جا ودوان پنڊت، نياءِ شاسترن ۾ پرپين، شڪتي، گيان ۽ ڪرپا جوڳ دوارا شاسترن جي وڏيءَ الوسار تپ ڪرڻ وارا ۽ ويدانتي به جلد پڌارجي ويا. (هر هر مهاديو شيو-ڪاشي وشو ناٿ گنگي) واوري سنگها (پورو ڪنڊ)

٧. اڌياءُ ٣ سماپت.



## برهما کان ”شو“ جي مهما ڳائڻ ۽ منين جو نئيمشارڻيه ۾ وڃڻ.

برهما- اي رشيئو! جيڪو سڀني ڪارڻن جو پيدا ڪندڙ آهي، جو برهما، وشنو، رڌر، ۽ اندر وغيره سڀني ديوتائن جو پيدا ڪندڙ آهي، جنهن کانسواءِ جڳت جي اُتپتي ڪير به نه ڪري سگهيو، جنهن جا ڀڳت هر وقت ڌيان ۾ مگن رهن ٿا، جو ڪلاڌاري سڀ کان اڳ پيدا ٿيو ۽ مهاپرش چيو ويندو، جنهن مونکي (برهما) پٽ ڪري پيدا ڪري سڀني سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ جي شڪتي ڏني، جنهن مونکي (برهما) ويدن جو گيان ڏنو، جنهن جي ئي ڪرپا سان مونکي پرجاپتيءَ جو خطاب مليو، جو سنسار روپي وڻ جو ٻج روپ آهي سو ئي ڀڳوان شنڪر آهي. هو ئي سنساري لوڪن تي حڪم هلائي رهيو آهي ۽ هو ئي انسانن جي دلين تي راڄ ڪري رهيو آهي. هن لاءِ نه رات آهي نه ڏينهن. هو اَبناسي آهي يعني هو ناس ٿيندڙ نه آهي. هنجو گيان، ٻل ۽ شڪتي اُمت آهي. هن جي ڌيان ڪرڻ سان ئي ماڻهو اَمر پد کي پراپت ڪري ٿو. ٻيءَ ته سڀئي مايا ٻنڌڻ جا پاڻ دور ٿي ويندي. هن جي پرڪاش اڳيان سوين سورج ۽ هزارين چنڊرما به ڦڪا پيا لڳن. تنهنڪري ڀڳوان شنڪر ئي پوڄڻ لائق ديون جو ديو يعني مهاديو (وڏو ديو) آهي. هو سڀ جو آدي آهي ۽ هن کي ڪنهن نه پيدا ڪيو آهي. هو نرمل، سرليتر، پرڪاش ۽ ٻنهي اڄا سان پيدا ٿيل چوڌاري روپ آهي. پاڻ هميشه آزاد (مڪت) آهي ۽ ٻين کي به مڪتي (ڇوٽڪارو) ڏيندڙ آهي. ڪال جي حد کان مٿي ٿيندڙ يعني ڪال جو به ڪال مها ڪال آهي. سڀ ڳالهه جو ڄاڻو آهي ۽ ٽنهي پرڪارن سان جڳت جو پالڪ آهي. هو سڀ کان وڏو آهي ۽ هن کان وڏو ڪو به ڪو نه آهي. اهو آنند جو هر وقت وس ڪندڙ (پوُر) آهي. اڪٿ برهمانڊ کي، مٿيءَ واڪر ڦري ۽ ناهڻ جو ڪلاڌاري آهي. اُڌارتا، ويرتا، بهادري، گنڀيرتا ۽ مينائج جو مهاساگر آهي. هن جي ڪنهن سان به ڀيٽ ڪري نٿي سگهجي ۽ ڪنهن سان به برابري ڪري سگهجي. ٻنهي عجب رمز (ڪلا) سان پرڪرتيءَ جي پيدائش ڪري ٿو، عجيب هوشياريءَ سان جڳت جو پالن پوشڻ ڪري ٿو، سڀ جيو، هن جي ئي وس آهن مگر هو ڪنهن جي به وس ۾ ڪو نه آهي. مهان ڀڳتيءَ سان اُسي ملي سگهجي ٿو ۽ نه ٻئي ڪنهن طريقي سان.

ورهن، امر، سمهور ڪرڻ دان، تپ، ڌرم، ساڌن وغيره سڀ پرشن من جي صاف ڪرڻ لاءِ، اندر ۾ اُجالي ڪرڻ لاءِ ئي چيا ويا آهن. مان (برهما)، ڀڳوان وشنو، رڌر ۽ ٻيا ديوتائون اڄ به سخت تپسيا ذريعي اُن جي درشن جي اڇا ڪريون ٿا. ڌرم کان ڪرال (ڀرشٽ)، نيچ، مورک، دشٽ ۽ اجوڳ هلت چلت وارن ماڻهن کي هنجو درشن به ڏکيو آهي پر ناممڪن آهي. ڀڳت ماڻهو ئي انجو اندر ۽ ٻاهر روپ ٻنهي حرڪتي ۽ اڪن اکيان آڏين ٿا ۽ سندس

ليڻ نہ لڳي تڏهن سومڻي رشي، ڪڏهن اڀياسي برهما جو درشن ڪرڻ لاءِ برهم لوڪ ڏانهن روانا ٿيا جتي ديوتائن جهڙي استتي ڪرڻ وارو برهما براجمان هو. ڪهڙي برهم لوڪ جي واکاڻ ڪجي. سڌن، وڏوڪ ميرو ابرنه جهڙي چوٽي هئي. هيرن ۽ جواهرات سان سندس آس شوڀا ڀالي رهيو هو. ننڍيون ننڍيون غشائون آبشار، باغ، بوستان هئا جتي پکي ۽ پسون آنند سان والنديون ڪري رهيا هئا. نہ ٿڌ نہ تاءُ. سورج جهڙا سونهري ڪرڻا برهم لوڪ کي چٽڪ سرار ڪري رهيا هئا. اهڙي مندر اندر ۾ برهما پنهنجي راڄ دربارن سان شوڀا ڀالي رهيو هو نہ رشي اچي پهتا ۽ برهما کي نمسڪار ڪري واڪي رهيا. جا برهما جو ورڻن ڪجي! منهن تي معصوم مرڪ، مستڪ تي مڪٽ. چارئي منهن چٽڪ چمن ٿي بشالن جي رکيا ڪري رهيا هئا. ديوتائون سوراهن تي قسمن جي سانگري آٿي سندس اڊاڻ ۾ سندس پوڄا پرشنا ڪري رهيا هئا. داري سرسوتي اڳيان ڇڙار ڇهوڙائي رهي هئي. اهڙي ڀلوان ۽ شڪتي شالي برهما جو درشن ڪري مهرشين جو من چٽڪ ٽڙڻ لڳو ۽ دلين ۾ عجب اُمنگ جون چوليون اُٿڻ لڳيون. ٻه هٿ مستڪ تي رکي سڀ اُٿي کڙا ٿيا ۽ برهما جي استتي ڪرڻ لڳا.

**سڀ رشي** - سنسار جي اُتپتي پالنا ۽ ناس (سنگهار) ڪرڻ وارا اي برهما! توهان کي نمسڪار آهي. پرڪرتي توهان جو شرير آهي، پرڪرتيءَ ۾ جوش پيدا ڪندڙ توهان آهيو ۽ پرڪرتي روپ ۾ ۲۳ وڪارن هوندي بہ توهان آزاد رهندڙ آهيو، تنهنڪري توهانکي نمسڪار آهي. اي برهما! هيءُ سڄو برهمانڊ (سنسار) توهان جهڙي ديهہ (شرير) آهي ۽ توهان برهمانڊ ۾ رهڻ وارا آهيو، سڀني لوڪن کي پيدا ڪرڻ وارا آهيو، سڀني ماڻهن ۾ ميلاپ ۽ جدائي ڪرڻ وارا توهان آهيو. مگر اسان توهان جي شڪتيءَ جو انت ڪرڻ لسا لهي سگهون تنهنڪري توهان کي نمسڪار آهي.

رشين جي استتيءَ کي ٻڌي برهما بيحد خوش ٿيو ۽ گنڀير واڻيءَ سان هن طرح چوڻ لڳو.

**برهما** - اي رشيئو! توهانجو هتي اچڻ ڪهڙي ڪم لاءِ ٿيو آهي؟

**سڀئي رشي** - اي ودّاتا! اسان سڀئي اگيان روپي انڌڪار ۾ ڦاٿل هئڻ ڪري ڏاڍا اُميد ۽ ان آشاوادي ٿي رهيا آهيون. پرم تت جي ڳولا ۾ ڀٽڪي رهيا آهيون ۽ ڪوبہ اُميد جو ڪرڻو نہ ٿو ڀسجي ۾ اچي ۽ توهان جو سموري جڳت جي پالن پوشڻ ڪرڻ وارا، پيدا ڪرڻ وارا ۽ سنگهار ڪرڻ وارا آهيو، ۽ اي ناٿ! سنسار ۾ ڪاٻہ وستو ڪالہ آهي جنهنجي توهان کي ڄاڻ نہ هجي. تنهنڪري اسان کي ٻڌايو تہ ڪهڙو پرم پرش پرماتما آهي؟ ڪير ڪرتا ۽ ڪلا ڌاري سڀ کان اڳ هن سنسار ۾ پيدا ٿيو؟ ؟ ڪري اسان جو شڪ شبهو مٽائي اسان کي ڪرتارٿ ڪريو.

رشين ۽ منين جي اهڙي پڇڻ تي برهما جڏهن عجب ۾ ٻڏي ويا ۽ ديوتائون، دلين ۽ رشين جي اڳيان ڪافي وقت پرم آنند ۾ مگن ٿي چوڻ لڳو "رُدر". ٻہ هٿ جوڙي خوشيءَ ۾ اچي چوڻ لڳو. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي شولائڪ گنگي) وايوي سنگهتا

( پورو کنڊ ۷ ادڌياءُ ۲ سماپت )

سمورو ڪرڻ لڳو. پراڻن جي پرگهٽ ٿيڻ کان پوءِ ويدن جي رچنا چئن ئي مکن مان ٿيڻ لڳي ۽ پوءِ وري ٻين شاسترن جي رچنا ٿيڻ لڳي.

دواپر ۾ شري هري ستيه وتيءَ جي گرڀ مان اُتپن ٿيو. سندس نالو ڪرشڻ دوئيپايَن رکيو ويو. هن ويدن کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو جنهن ڪري کيس "ويد - وياس" ڪوٺڻ لڳا. اهڙيءَ طرح هن پراڻن جي مختصر طرح چئن لکن شلوڪن ۾ رچنا ڪئي. اڄ به پراڻن جو وستار ديو لوڪن ۾ سؤ سيڪڙو شلوڪن ۾ آهي. جو دوج (براهمڻ، کتري ۽ ويش) ڇهن شاسترن ۽ چئن ويدن ۽ اُپنشدن کي ڄاڻي ٿو مگر پراڻن کي ڪون ٿو ڄاڻي تنهن کي ودوان نه چئي سگهبو. سرگ، پرتيسرگ، ونش، منونتر ۽ ونشانچرت اهي پراڻ جون ۵ مکيه خاصيتون آهن ۽ ڪل ۱۸ پراڻ آهن. ۱- برهم پراڻ، ۲- پدم پراڻ، ۳- وشنو پراڻ، ۴- شو پراڻ، ۵- شريمد ڀاڳوت پراڻ، ۶- ڀوشيه پراڻ، ۷- نارد پراڻ، ۸- مارڪنڊيه پراڻ، ۹- اگني پراڻ، ۱۰- برهم وئيورت پراڻ، ۱۱- لنگ پراڻ، ۱۲- واراهه پراڻ، ۱۳- سڪند پراڻ، ۱۴- وامن پراڻ، ۱۵- ڪورم پراڻ، ۱۶- متسيه پراڻ، ۱۷- گرڙ پراڻ، ۱۸- برهمانڊ پراڻ، مٿين پراڻن مان چوٿون نمبر پراڻ شريمد شو پراڻ آهي، جو سڀني منورٿن کي سڌ ڪرڻ وارو آهي. هن گرنٿ جا ڪل هڪ لک شلوڪ آهن ۽ هن جو ٺاهيندڙ خود ڀڳوان شنڪر آهي پر ويد وياس مهراج ڀڳوان شنڪر جي مايا-انوسار هن پراڻ کي مختصر روپ ۾ ٺاهيو جنهن جا ۲۴ هزار شلوڪ قائم رکيا ۽ ۷ سنگهتائن ۾ ورهائي ڇڏيائين. (۱) وديشور سنگهتا جنهن ۾ ٻه هزار شلوڪ آهن، (۲) رُدر سنگهتا جنهن ۾ ڏهه هزار پنج سو شلوڪ آهن، (۳) شت رُدر سنگهتا ۾ ٻه هزار هڪ سو شلوڪ آهن، (۴) ڪوٽي رُدر سنگهتا ۾ ٻه هزار ٻه سو چاليهه شلوڪ آهن، (۵) اما سنگهتا ۾ هڪ هزار اٺ سو چاليهه شلوڪ آهن، (۶) ڪيلاش سنگهتا ۾ هڪ هزار ٻه سو چاليهه شلوڪ آهن ۽ وايوي سنگهتا ۾ چار هزار شلوڪ آهن، جنهن ۾ وري ٻه ڀاڱا آهن. هن وايوي سنگهتا کي فقط ويدن جو ودوان، شو ڀڳت، ڌرم جي پالنا ڪندڙ ئي پڙهي سگهي ٿو ۽ شرڌا ۽ ڀڳتي رکندڙ شش يا شو-ڀڳت ئي ٻڌي سگهي ٿو. (هر هر مهاديو شيو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) وايوي سنگهتا (پورو کنڊ) ۷. آڌياءُ ۱ سماپت.



## رشين جو برهما وٽ وڃي اُستتي ڪرڻ ۽ پرم پرش بابت سوال جواب ڪرڻ، برهما جو آنند ۾ اچي "رُدر" چئي ڪري جواب ڏيڻ

**سوتجي مهراج** - اي مهرشيئو! پراچين ڪال ۾ کيتي، گئو رکيا، وڻج واپار وغيره بابت ڇهن ولشن ۾ اُتپن ٿيل رشين جو ٻاڻ ۾ اچي اهڙو جهڳڙو لڳو ته "هيءُ پر برهم آهي ۽ هيءُ پر برهم نه آهي." گهڻو وقت گذري چڪو پر ڪا به ڳالهه جڏهن طيءِ

پراڻايام ڪري سنڪلپ ڪري ۽ هن طرح چوي، ”مان ڀڳوان گروءَ جي پوڄا ڪريان ٿو.“ ائين چئي ڌيان کي هٿ لڳائجي. پوءِ براهمڻن جا پير ڌوئجن ۽ ريشمي وڇايل براهمڻن کي آسڻ تي وهارجي. اُنهن براهمڻن کي ڀڳوان شنڪر جي روپ ۾ پوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ باقي چئن براهمڻن جي، گروءَ، پرم گروءَ، پرالپر گروءَ ۽ پرميشٺي گروءَ جي روپ ۾ پوڄا ڪرڻ گهرجي. پوءِ کيرڙي جا پن رکي اناج، کير، مالپوڙا، دال، ڀاڄي، ناريل ۽ گڙ وغيره سڀني جي اڳيان رکجن. پوءِ پاڻي جا جل اڳيان نمسڪار ڪري براهمڻن کي پرارٿنا ڪجي، ”توهان سڀ ڪرپا ڪري اسانتي خوش ٿيو.“ پوءِ نمڪا ۽ چمڪا، رُدر سوڪت ۽ سديوجات وغيره منترن جو جاپ ڪجي. پوءِ براهمڻ پوڄن ڪرائجي ۽ براهمڻن کي دکشڻا، چاکڙيون، آسڻ، ڇٽي، وڃڻو، صددلي، بانس جهڙي لٺ وغيره ڏيئي پرڪرما ڪجي. ”سدا شوادا پريتا ڀتا سکم گڇنتو“ منتر اُچارڻ ڪندي دروازي تائين وڃي انهن براهمڻن سان موڪلائو ڪجي. پوءِ ٻين آيل ماڻهن، مٽن، مائٽن، مهمانن، اناٿن وغيره سان اچي سک. پوروڪ پوڄن ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح هرهڪ سال گروءَ جي شردا ڪرڻ وارو شش هن لوڪ ۾ سک پائي انت ۾ مڪتي پد کي حاصل ڪري ٿو.

**سوتجي مهراج-** اي رشيئو! وامديو کي اهڙيءَ طرح اُپديش ڏيئي ڪري گيان ڏيندڙ گرو، ديوتائن جي سوامي، ڪارتڪ ديوتا، شري ۽ شوا جو ڌيان ڪندي ڪيلاش پربت ڏانهن روانو ٿيو ۽ سرپشٺ شش سان گڏجي مهرشي وامديو به سوامي ڪارتڪ کي پرڻام ڪري وري اچي ڪيلاش پربت تي ڀڳوان شنڪر جي چرڻن جو درشن ڪيو. پوءِ ڀڳتي ڀاو سان ڀڳوان ڀڳوتي پاڻ سمرڻ ڪندي ڏنڊوت پرڻام ڪندي مهرشي ڀڳوتي سند ڀڳو وڃالي چڙهي. وري هوش ۾ اچڻ سان جدا جدا استوترن سان جڳدمبا، سوامي ڪارتڪ ۽ ڀڳوان شنڪر جي استتي ڪئي. ٽهن ڪانپوءِ پاروتيءَ ۽ مهاديو جي چرڻن ۾ اچي ٽسي رهڻ لڳو. (سڀني رشين ڏانهن) اي رشيئو! توهان پرڻو ”اونڪار“ منتر جو گيان پرايت ڪري هت وشوناٿ جي چرڻن ۾ رهي مڪتيءَ جو واهي چنتن ڪرڻ ۽ هاڻي مان گرو ديو جي شيوا ۾ بدريڪ آشرم تيرٿ ڏي وڃان ٿو. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪيلاش سنگهتا (٦) آڌيائي ٢٤ سماپت.



## ڪيلاش سنگهتا (٦) سماپت

جوڳي، من اندر ۾ رکي نه هوس — هلي ٿو ني جنهن جو حواس تي وس،
جوڳين جو لڳي ٿو نه يوڳن سان من — لظر بس پرڀو جي لسا وچ ۾ رکن،
پراڻايام چاڙهي رکن سي سجاڳ — ملي شڻ پد ٿو انهن کي تي جاڳ،
مرڻ ۽ جمڻ کان سي آزاد ٿيا — سي آهن سدا مکس ۽ شاد ٿيا.



رهيا آهن. سڀئي چاليءَ خوشيءَ ۽ آنند سان ڦرلڻ رهي آهي. هاري، ڪيمرو، ڪڙا وغيره کُپتا ۽ سڀئي سواهن سرس ڪري رهيا آهن. ديوتان جي ڪمر سوڙهي ۽ سٺو موڪڙا آهن ۽ ٻيرن ۽ ٻالڪن جي جهنڪار اچي رهي آهي.

سڀني لي ڪرڻا ڪرڻ واري شنڪر ڀڳوان ديوتان کي سوڪار ڪيو آهي. انهيءَ طرح شنڪر جي ٻاڻيءَ سان پادڻ ارگهه ۽ ٻين لي ٻاڻي وجهڻ گهرجي. ان کانپوءِ وستر ارپڻ ڪرڻ گهرجي. پوءِ مڪٽ ارپڻ ڪرڻ گهرجي ۽ چندن، چانور، گل، عطر، آئينو وغيره جي پوڄا جي سامگريءَ سان پوڄا ڪرڻ گهرجي. مٿين شين ارپڻ ڪرڻ مهل "اوم هرڻ سمر پيامي اسهه" وغيره منتر اچارڻ گهرجي. هر هڪ ديوتيءَ لاءِ نيوڍ، کير، کنڊ، ماکي، کير، مالپوڙا، ڪيلي جي ڦري ۽ ٻڙ وغيره "اوم پور پوسر هران سواها" وغيره منتر سان پرساد پيش ڪرڻ گهرجي. پوءِ وري سوپاري وغيره پوءِ سڀ اناج ڪاڏو پيتو وغيره انهن کي ڪارائي يا کنوءِ کي کارائجي.

پارڻ شراڌ ۽ الي لي ڪري ۽ اڪر دشني شراڌ جو وڌان ڪرڻ آهي. شراڌ ڪرڻ سان مالهو سنان ڪري پراڻايام ڪري، پوءِ سنڪلپ ڪري ۽ اُتر ڏشا ۾ آسڻ وڇائي، پوءِ ڇهن شو ڀڳت براهمڻن کي گهرائي ڀڳتي ڀاو سان وهاري. انهن براهمڻ ۾ سنان وغيره ڪرڻ جي طرح ڪپڙا پهريل هجن. انهن مان هڪ براهمڻ کي چوڻ گهرجي، "اوهان وشوديوا جي ڀاوان شراڌ سوڪار ڪيو" ٻئي براهمڻ کي آتما لاءِ، ٽئين براهمڻ کي انتر آتما لاءِ ۽ چوٿين براهمڻ کي پرماتما لاءِ شراڌ گرهڻ ڪرڻ لاءِ پرارٿنا ڪرڻ گهرجي. پوءِ انهن ڇهني براهمڻن کي تلڪ وغيره ڏيئي پوڄن ڪرائجي. پوءِ پڻ دل لاءِ سنڪلپ ڪجي ته اوهان پڻ آتما، پيو پڻ پرم آتما کي ڏيڻ چاهيون ٿا. پوءِ وري ناراڻ بلي ڪجي. هرڪس جي وکيا لاءِ وشنوءَ جو ارچن ڪجي ۽ کير جو نيوڍ پيش چڙهائجي. پوءِ وري ودوان براهمڻ کي گهرائجي ۽ انهن جي پوڄا ڪري ڪپڙا، جُتي، وستر وغيره ڏجي. "اوم ٻو سواها" اچارڻ ڪري کير جي بلي چاڙهجي. (هر هر مهاديو شيو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪئلاش سنگهتا (٦) اڌياءِ ٢٣ سمپورڻ.



## ٻتيءَ جي ٻارهين ڏينهن جي وڌي،
## سوامي سڪند ۽ وامديو جو ڪئلاش پربت ڏانهن اسهڻ

سوامي سڪند - اي وامديوا ٻارهين ڏينهن صبح جو اُٿي ڪري شراڌ ڪندڙ سنان وغيره نت نيم پورو ڪري شو ڀڳت براهمڻن کي انهن ڏيئي گهرائي. منجهند جي وقت انهن براهمڻن کي پوڄن ڪرائي. پوءِ "پنڄا ورڻ پديءَ" اُوسار پوڄن ڪري.

جامع" وغيره منترن سان سڄي شهر جي پرڪرما ڏيارجيس پوءِ شهر جي اوڀر يا اتر طرف ڪنهن وڻ وٽ سنياسيءَ جي ڏنڀي جهتري کڻ کٽجي. جاءِ شڌ ڪري، ڳئن ۽ شميءَ وڻ جي ٻڌن مٿان ڀڀڻ جو آسڻ وڇائجي ۽ ان مٿان مرڳ ڇالا وڇائجي. پڇ ڳويه (ڏڌ، کير، مکڻ، ڇيڻي ۽ گونت) سان مرڻڪ شرير کــي شڌ ڪجي. "رڌر سوڪت" ۽ "پرڻو" منترن سان شنک دوارا جل وجهي ايشيڪ (سنان) ڪجيس. "اوم" ۽ "سو سنتي واچن" منترن پگوان شنڪر جو ڌيان ڪري پوءِ اُن ڪونيل ڪــڻ ۾ ڪيس اهڙيءَ طرح وجهجي جهڙي طرح چٽڪ پوکي آسن ۾ ويٺل هجي، وري "پرجا پتي نه لو دپتا نيااپيو" وغيره پڙهي ڪري ڪيس کٻي هٿ ۾ پاڻيءَ سان پرال ڪيس ڪومنڊل ڏجي. "پرهم جگنيا اپ پرامر" منتر سان سنياسيءَ جي مستڪ جو سمرش (ڇهڻ) ڪجي ۽ رڌر سوڪت سان اکين کي ڇهڻ گهرجي. "مانو مهانستهاتو" وغيره منتر سان ناڙال ڌريعي سنياسيءَ جو مستڪ ڀڃڻ گهرجي ۽ پوءِ آهستي آهستي مٽي وجهي کڏ پورڻ گهرجي. وري کڏ مٿان هڪ هٿ اوچائيءَ وارو ۽ ٻه هٿ چورس ٿلهو ٺاهڻ گهرجي جنهنکي ڇيڻي سان ليپو ڏيئي اُن مٿان اُمــا ۽ مهيشور جو آواهن ڪري تلڪ، چانور، ڳئن، ڌوپ، ٻلپترن ۽ تلسيءَ جي ٻڻ وغيره سان پوڄا ڪرڻ گهرجي کير جو پرساد رکجي ۽ پوءِ ناراڻ پوڄن، بليدان ڪجي، کير جو ڏيئو ٻارجي ۽ مٽيءَ جو لنگ استاپت ڪري شنک سان ٨ دفعا جل ڌارا ڪجي. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪيلاش سنگهتا (٦) اڌياءُ ٢٠-٢١ سماپت.



## پنڇيءَ لاءِ ٻارهين ڏينهن جي ڪريا ڪرم جي وڌي

**سواهي سڪند** - اي وامديو! اڳئين اڌياءِ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جوڳيءَ يــا سنياسيءَ جي مرڻڪ شرير پورڻ ڪانپوءِ ان جاءِ جي مٿان ٿلهو ٺهرائجي. وري الهي مٿان ڇهن ڪنڊن سان منڊل ٺهرائجي. پوءِ ٻڌن واهڪ ديوتائن جي ديوان جي روپ ۾ پوڄن ڪرڻ گهرجي. پهران اگني پڇ سروڀٽي ديويءَ جو آواهن ڪجي ۽ پوءِ انهن ڇهن جــو آواهن ڪجي ۽ پوءِ "اوم هران، هرين، هرون، هرئين، هرئون، هره" وغيره منترن سان انگ ۽ ڪرنياس (عضون ۽ هٿن کي شڌ ڪرڻ لاءِ ڇهڻ گهرجي) ڪرڻ گهرجن پوءِ ديوان جو هن طرح ڌيان ڪرڻ گهرجي. " ديوان کي چار - چار هٿ آهــن ۽ انهن مان ٻن هٿن ۾ چار ۽ ڪاو (جنهن هاٿيءَ کي قبضي ۾ آڻيو آهي) ۽ باقي ٻن هٿن سان اڀيه مدرا وارا اشارا (دلجاءِ ڏيڻ وارا يــا جيڪدان ڏيڻ وارا اشارا) آهن. ديوان جــي ٻڌن جي شوڀا چندر ڪانت مڻيءَ وانگر سندر آهي ۽ سندن آگرين ۾ منڊيون ڏهن ئي ڏسائن ۾ پرڪاش ڦهلائي رهيون آهن. ڪنڀها ڪنڍا سندن ٻڌن کي سينگاري رهيا آهن. هٿن جا هٿ ۽ پير ڪمل وانگر شوڀا پائي رهيا آهن. سندن مهن جي پيشاني چندرما وانگر چمڪي رهي آهي. سندن مستڪ تي مڪٽ شوڀا وڌائي

پوءِ شش اُسي ڪري گروه کي نمسڪار ڪري ۽ گروءَ جي گروءَ کي نمسڪار ڪري اهڙيءَ طرح نمسڪار ڪري آڪياڪاري شش نمرتا سان گروءَ جي اڳيان ڪڙو ٿي جڏهن بيهي ۽ گرو کيس هن طرح اپديش ڪري، ”اي پٽ! اڄ کان پوءِ تون سڀني لوڪن تي ڪرپا ڪندو رهج. جيڪڏهن ڪو به شش لڏ لاءِ اچي ۽ پوران اڌي پرڪيا ولم ۽ پوءِ شاستر وڌيءَ انوسار ان کي شش ڪج. سنسار جي ٻالهن کان پري رهي هردم شو ـ نام جو سمرڻ ڪندو رهج. مصيبتن اچڻ تي به شو پوجن ڪرڻ ۾ ڪاڏو نه ڪاٽج. گرو ڀڳتيءَ جو آسرو وٺج ۽ سدا سکي رهندين. (هر هر مهاديو شمبو ـ ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪئلاش سنگهتا (٦) اڌياءِ ١٧ـ١٩ سماپت.



## يتيءَ جي موت جو ڪريا ڪرم

وامديو ـ اي سوامي سڪند! ڪرپا ڪري اهو ٻڌايو ته يتيءَ جي موت جو ڪريا ڪرم ڪئن ڪجي.

سوامي سڪند ـ اي مهرشي وامديو! جيڪڏهن ڪولسي يتي (جتي) سماڌيءَ ۾ رهندي شو نام جپڻ ڪندي شرير تياڳ ڪري تو سو ته شو روپ ٿي وڃي ٿو پر جيڪو من جي ايڪاگرتا حاصل نه ڪري سگهي ۽ نمن سان اوڳ جو ابياس ڪري. ڪمزوريءَ سبب شو ـ سمرڻ ڪندي جيڪڏهن شرير کي تياڳ ڪري تو ته سدا شو ڪرپا ڪري پنهنجا پارشدن موڪلي ٿو جي ڪي ان ماڻهوءَ کي وٺي وڃن ٿا ۽ سوڳ لوڪ ۾ پنهنجي ڪرمن انوسار ڀوڳ ڀوڳي وري مرتيو لوڪ ۾ اچي جنم وٺي ٿو.

جڏهن ڪنهن يتيءَ جو اڻن مرڻ ڪنديءَ تي پهچندو آهي ته پيا سڀ يتي ان جي پرسان اچي ”اوم نمه شوايه“ منتر جپيندا آهن. پوءِ شو ـ سمرڻ ڪندي پراڻ تياڳ ڪري ٿو. اهڙي طرح سنياسي سڀني ڪرمن جو تياڳ ڪري پڳوان شنڪر جو آسرو وٺي ٿو تنهن ڪري سنياسي يا يتيءَ جي شرير کي جلائڻ نه گهرجي. سنياسيءَ جي مرلڪ شرير سان هٿ جوالد ڪرڻ واري راجا جو راڄ ناس ٿي ويندو ۽ ان جي راڄ جا ماڻهو دکي ٿيندا آهن. پوران سنياسي يا يتيءَ جي اڻن کي شڌ پاڻيءَ سان صاف ڪجي يا سنان ڪرائجي ۽ پوءِ اڄي پوڄا ڪجي. پوءِ شوي ودري اشتاڌيائيءَ مان نمڪا چهڪا جو پاٺ ڪجي. ودر سوڪت اُچارڻ ڪجي. پوءِ شنک جي استاپنا ڪري سنياسيءَ جي شرير کي شنک سان سنان ڪرائجي. مٿي تي ٻروا گل وجهي، ”اوم“ يا ”اوم نمه شوايه“ منتر سان مارجن ڪجي. پوران پورپل لنگوٽي لاهي ٻي لنگوٽي کيس پارائجي. پوءِ سڄي شرير کي ڀسمي لڳائجيس. ڀسميءَ جو ترپنڊ (ٽي ليڪن وارو تلڪ) ۽ متالرس وري چندن ۽ ڪنسر جو تلڪ لڳائجيس. پوءِ وري گلن جي مالهائن ۽ تلسيءَ جي مالهائن ۽ ردر واکشه جي مالهائن سان سندس مرلڪ شرير سينگارجيس. پوءِ ڌوپ وغيره واس ڏيئي هڪ سهڻي سينگاريل رٿ تي استاپت ڪجيس. ”سدا

## مها واڪين (سڀني چوڻين) جي معنائن تي ويچار

## سنياسين جو جوڳ پٽاڻ

**سوامي سڪند** - اي وامديو! مان مهاواڪيه ٻڌايان ٿو ۽ انهن جي معنيٰ به ٻڌائيندس جيڪي گرو واهي سنياسي ٿيڻ مهل پنهنجي شش کي سيکاريندو ۽ شش واهي ڌيان سان ٻڌندو ۽ هردي ۾ ھنڊائيندو. اهي مها واڪيه هي آهن - ١. پرگيانم برهم - برهم گيان سروپ آهي، ٢. آهم برهم اسمي - آءُ برهم مان آهيان، ٣. تتوم اسي - اهو برهم تون آهين. (شش گروءَ کي چوندو) ٤. ايماتما برهم - هيءَ آتما آهي، ٥. إشنا واسيمدم سروم - هيءُ سڀ ايشور سان پورڻ آهي، ٦. پراڻو اسمي - مان پراڻ (ساهه) آهيان، ٧. پرگياناتما - مان پرگيان سروپ آهيان، ٨. يدهه تدمتر تدنوهه - جو هتي برهم هت آهي سو پرلوڪ ۾ آهي ۽ جيڪو پرلوڪ ۾ آهي سو هت به آهي، ٩. انيديو تدوديتا دٿو اوديتا وڌي - اهو برهم چالُ وستن کان جدا آهي ۽ اڻچالُ وستن کان مٿي آهي، ١٠. ايش ته آتمانترٻامرت - اها تنهنجي آتما انترٻامي امرت آهي، ١١. سه يشچا ام پرشهه يشچا ساواديتي سه ايڪهه - اهو جو پرش ۾ آهي ۽ اهو آدتيه (سورج) ۾ آهي سو هڪ آهي، ١٢. اهم اسمي پرم برهم پراپر پرائپرم - مان پراپر سروپ کان به پراپر برهم آهيان، ١٣. ويد شاستر گروڻا تو سو پانند لڪشڻم - ويدن، شاستن ۽ گروجن جي وچن سان پنهنجو پاڻ هردي ۾ آنند سروپ برهم جو انڀو ٿيڻ، ١٤. سرو ڀوتستٿم برهم تدبواهم نه سنشيه - جو سڀني ڀوتن ۾ سمايل برهم آهي اهو مان ئي آهيان ۽ ان ۾ ذرو به شڪ ڪونه آهي، ١٥. تتوسيه پراڻو اهم اسمي پرٿويا پراڻو اهم اسمي - تتون جو ساهه مان آهيان ۽ پرٿويءَ جو ساهه مان آهيان، ١٦. اپام چه پراڻو اهم اسمي تيجه سه شچه پراڻو اهم اسمي - جل جو ساهه مان آهيان ۽ تيج جي جوت مان آهيان، ١٧. وايو شچه پراڻو اهم اسمي آڪاشسيه پراڻو اهم اسمي - وايوءَ جا پراڻ مان آهيان ۽ آڪاش جا پراڻ مان آهيان، ١٨. ترگڻسيه جو پراڻو اهم اسمي - ترگڻ جا پراڻ مان آهيان ١٩. سرووهم سرواتمڪو سنساري يد ڀوتم يچه ڀويم يد ورتمانم سرواتم ڪتوا د دويتيو آهم - مان سڀ آهيان، سرو روپ آهيان، سنساري جو آتما آهيان، جو ڀوت، ڀوشيه ورتمان آهن سي سڀ منهنجي ئي سروپ هئڻ ڪري مان اڪيلو امت پرماتما آهيان، ٢٠. سروم کلو ادم برهم - هي سڀ اشچيه ئي برهم آهي، ٢١. سرووهم ومڪتو هم - مان سرو سروپ آهيان ۽ مڪت آهيان، ٢٢. يوا سئو سو اهم هنس سو اهم اسمي - جيڪو هو آهه سو مان آهيان ۽ مان آهو ئي آهيان ۽ هو مان ئي آهيان. اهڙيءَ طرح منتر ۽ مها واڪيه چوائيندي گرو پنهنجي شش کي پنهنجي لڳائي ۽ پنهنجون چاکڙيون ۽ چٽي اراڻ ڪري. پوءِ شو روپ شش کي ڪرپا ڪري گرو اهڙيءَ طرح چوي، "تون سدائين سماڌي ۾ رهي "مان شو آهيان، اهڙيءَ طرح ڀاوتا ڪندا رهو."

هيءُ سارو جڳت "اوڪار" آهي. اهي ويدن جا وچن آهن. شوَ-شڪتيءَ جو مطلب
ئي پرماتما آهي. شوَ جي اپار شڪتي آهي، تنهن مان ڇهه شڪتي پرگهٽ ٿي ئي، ڇهه
شڪتيءَ مان آنند شڪتي پيدا ٿيندي. آنند شڪتيءَ مان اڇا شڪتي پيدا ٿيندي، اڇا
شڪتيءَ مان گيان شڪتي ۽ ان مان وري ڪريا شڪتي. ڇهه شڪتيءَ مان ناد (آواز)،
آنند شڪتيءَ مان بندو (ٻري)، اڇا شڪتيءَ مان "مَ" ۽ گيان شڪتيءَ مان پنجون سر
"اُ" ۽ ڪريا شڪتيءَ مان "اَ" جي پيدائش ٿيندي آهي.

شوَ مان ايشان پيدا ٿيو آهي، ايشان مان وري تتپرش پيدا ٿيو آهي، تتپرش مان اگهور
۽ اگهور مان وري وامديو ۽ وامديو مان سديوجات پيدا ٿيو آهي. ايشان مان شانتيتيا ڪلا
پيدا ٿي آهي، تتپرش مان شانتي ڪلا، اگهور مان وديا ڪلا، وامديو مان پرتشٺا ڪلا ۽
سديوجات مان نورتي ڪلا جي پيدائش ٿي آهي. ايشان ڇهه شڪتيءَ ذريعي مٿن-ٻڌڪ
جي اُتپتي ٿي آهي جيڪي آهن، آڪاش، واءُ، اگني، جل ۽ پرٿوي. آڪاش ۾ فقط
شبد ئي گڻ آهي، هوا ۾ شبد ۽ (سپرش) ٻه گڻ آهن، اگنيءَ ۾ شبد، (سپرش) ٽي گڻ ۽ روپ
گڻ آهن، جل ۾ وري شبد، سپرش (ٽئي)، روپ ۽ رس- اهي چار مکيه گڻ آهن، پرٿويءَ ۾
شبد، سپرش روپ، رس ۽ گنڌ - اهي پنج مکيه گڻ آهن. هنن پنجن ڀوتن جو وستار ئي
"پرپنچ" چيو وڃي ٿو ۽ سڀني کي ملائي "وراٽ" چيو وڃي ٿو. پنهنجي اڇا سان
سنسار جي پيدا ڪرڻ لاءِ جو مهيشور پرگهٽ ٿيو تنهن کي شو-تت چئبو ۽ جيڪا وڇا
ڪلائن تنهن کي مايا چئبو. ڀڳوان شنڪر شو-مايا سان سڀني کي گرهڻ ڪرڻ لڳو تنهن
کي وري "پرش" چئبو جو وڇا کي وٺي ان ۾ پرويش ڪري واڌ اهو ئي سنساري پنڌن
۾ اٽڪي "پشو" چيو ويندو. شوَ- تت جي گيان کان سواءِ ماڻهو موڪتا کي پراپت ڪري
ٿو ۽ ڀڳوان شنڪر جڳت کي ٻاهر کان الڳ تتو سمجهي.

شو جون پنج شڪتيون آهن. ١. سرو ڪرتر تورپا ٢. سرو تتورپا ٣. پورڻتورپا ۴.
نتيتورپا ۽ ٥. وياپڪتو روپا، وري جيو جون ٥ ڪلائون آهن. ١. ڪلا ٢. وديا ٣. راڳ
۴. ڪال ٥. نيتي. جيڪا پنهنجن تتون جي روپ ۾ پرگهٽ ٿئي ٿي تنهن کي "ڪلا"
چئبو، جيڪا ڪٿهه ڪرم ۽ ڪڄهه. تتون ۾ پرگهٽ ٿئي تنهن کي "وديا" چئجي ٿو.
جيڪا وشين ۾ چاهنا پيدا ڪندڙ آهي تنهنکي "راڳ" چئبو آهي. جيڪا ڀاونائن کي
گرئي ئي تنهنکي "ڪال" چئبو آهي ۽ جيڪا اهمکي لاهي ئي تنهنکي "نيتي" چئبو.
(ع ھ مهادير شنيو - ڪاشي وشرالاڪ ڪنڪي) ڪيلاش سنگهتا (٦) اڌياءُ ١٥-١٦ سماپت.

## پرڻو (اوم) منتر جي ارٿ جي وڌيڪ ڄاڻ

**وامديو** - اي ڇهن مکن وارا سمپورڻ وگيان جا ساگر! اي سڀني ديوتائن جا سوامي! پرڻو جي ٦ قسمن جي ارٿ جو ڪهڙو گيان آهي؟ انجي حاصل ڪرڻ سان ڪهڙو ڦل ملي ٿو؟

**سوامي سڪند** - اي سرشٽ مهرشي وامديو پرڻو يعني ”اوم“ جو ١. منتر روپ ارٿ آهي، ٢. يتر روپ ارٿ، ٣. ديوتا - پوڄڪ ارٿ آهي، ٤. پرپنچ روپ ارٿ آهي، ٥. گرو روپ ارٿ آهي، ٦. شش روپ ارٿ آهي. منتر روپ سان مهاگياني ٿي پوندو آهي. وري يتر روپ شو-لنگ ۾ ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح يتر ۾ من لڳائڻ سان سادڪ جا سمپورڻ منورٿ سڌ ٿين ٿا. ”سديو جات“ منتر کان ”سدا شووم“ تائين ٥ منتر آهن انهن کي برهم روپي ٥ ديوتائون سمجهڻ گهرجن. انهن منترن سان ئي شو جو ۽ ”شو“ جي ٥ ڪمن جهڙوڪ :- پيدا ڪرڻ، پالڻ، سنگهار ڪرڻ، هلائڻ ۽ مڪتي وغيره جو چڱيءَ طرح ورڻن ڪيل آهي. جيڪي سدا-شو جا اپاسڪ آهن ۽ جن جو من شو ۾ لڳي ٿو، تن کي ئي پرم پد ملي ٿو ۽ اهڙا مڪت جيو وري جنم ۽ مرڻ جي چڪر ۾ ڪين ڦاسن. برهم پرپنچ جي وستار کي ئي پرپنچ روپ چئبو وڃي ٿو. اهڪار، نيتر، پير، روپ ۽ اگني اهي پنج اگهور روپي برهم سان لڳل آهن. سمجهه، سواد، وايو، رس ۽ جل پيا من، ناسون انديون، خوشبوءِ ۽ پرٿوي وغيره ۾ برهم سان لڳل آهن. (هر هر مهاديو شمڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪئلاش سنگهتا (٦) اڌياءِ ١٤ سماپت.



## شو-تت، جڳت پرپنچ، شو مان جيو ۽ جڳت وغيره جو ورڻن

**سوامي سڪند** - اي اُم ورت جي پالن ڪرڻ وارا مهرشي وامديو! جهڙيءَ طرح جبل ۾ دونهين کي ڏسڻ سان انهن انومان ڪري سگهبو ته اتي اگني آهي تهڙي طرح پرپنچ روپ سنسار کي ڏسي ڪري انومان ڪري سگهبو ته هن جو پيدا ڪندڙ برهم پرماتما ئي آهي. هي سنسار ۾ استري-پرش روپ آهي. جئن پتا جي ٻن لنن جو تهيل پٽ يا ڌيءَ جو شرير پيدا ٿئي ٿو ۽ ماتا ۽ پتا جو روپ آهي تهڙيءَ طرح هن سنسار کي ودوان ماڻهو شو ۽ شو جو روپ سمجهن ٿا. شو ست آهي، شو چت آهي ۽ ٻنهي جي ميلاپ کي آنند چئبو. تنهڪري ”ست چت آنند“ برهم کي ئي چئبو آهي.

اي وامديو! ”هنس“ شبد کي الٽو ڪبو ته هنڌي ۾ ”سوهم“ شبد ٺهي پوندو ۽ اُن مان جيڪڏهن ”س“ ۽ ”هه“ ڪڍي ڇڏبو ته ”اوم“ شبد ٺهي پوندو.

ڀڳوان شنڪر جون ٽي درشٽيون مڃيون وڃن ٿيون. ١. گيان، ٢. ڪريا، ٣. اڇا روپ، اهي ٽيئي انسان جي ديهه ۾ پرويش ڪري جيو روپ ٿي ڪري رهن ٿيون. تنهن ڪري جيو آتما مهيشور (شنڪر) روپ آهي.

وڏيءَ سان ھوم (ھون) ڪري ۽ اھين چوي "مھنجي ٻلي ۾ ڪنھن ڪي لتو آھي الھنجي شڏي لئي. اُميءَ براھمڻ، مدرمين، وڪيان مھ، آلند مي، وغيرھ پرڪرلي لي ماٻا آھي. پرڻيءَ ڪان والي شو ٿالين جي لتو آھين سي سي امبرو وار ٥٠٥ آھن لتھن جي شڏي ڪرڻ گھرجي. (١) پرلوٻادي ٻيڪ (٢) شيدادي ٻيڪ (٣) واڳادي ٻيڪ (۴) شرولرادي ٻيڪ (٥) شرادي ٻيڪ (٦) لوڳادي ڏالسو سمتڪ (٧) پراڻادي ٻيڪ (٨) اُميادي ڪرشيڪ (٩) من آدي پرشاتمه لتو (١٠) امعادي لتو ٻيڪ (ٻيڪڪ) ۽ (١١) شو لتو ٻيڪ.

اھي جمله ٻارھن آھن ۽ ھن ڪالمرو آخر ۾ "پرسمئي شو جيولشي ادم له مرم" منتر جسو اُچارڻ ڪرڻ گھرجي. ھن ڪان پوءِ "وودپا" ۽ "ڪرشواڪ" وغيرھ منترن جسو اُچارڻ ڪرڻ گھرجي، يعني "وودپائي سواھا"، "ڪرشواڪاءِ سواھا"، پسرءِ وري "وپاڪاءِ پرمالمني شو جولشي وشو پراڪھسو لسڪاءِ پرسمئي دواراءِ ادم له مر" منتر اُچارڻ گھرجي، لتھن ڪالمرو "اُلشمف ارھشسپتي داوالمستتو لھوي اُمپ پرلتو مولھ سدا او الدو پراشو ٻراسچا" وغيرھ ۽ انھن منترن جو اُچارڻ ڪرڻ گھرجي. جپ ڪرڻ گھرجي ۽ جنھن ڪي چئچل ا. ڪٽي يعني ھڪ من چترو اي ڪري ساولري گائتري منتر "اوم ٻھو، ٻوءِ، سو، ساولرلم پرويشاءِ لھسولر وريئدم پرڪو داوسسيد ڏي موي ڏاو لواھ پرچودياسب" پڙھڻ گھرجي ۽ من ۾ ھن طرح ڌيان ڪرڻ گھرجي، "اي پڳولي گائتري! اوھان پڳوان شنڪر جسي اڌ سولو ۾ واس ڪرڻ واري آھين لوڪي ٻنج مکر ۽ ڏھ ھٿالون آھسن. چندرليکا جسو مٿڪ لوڪي سھڻي لمولي سينگاري رھيو آھي لتھنجا الگ، سڻٽڪ مڻيءَ والگو سفيد ۽ ريپالتا آھن ۽ ڏھن لسي ھٿن کي اُسترو ۽ شستر شتولپمه ڪري رھيا آھن. وشنو، برھما، ديولا، رشي گندرو راچ ۽ منش سدائين لتھنجي شيوا ۾ حاضر آھن. اي سروواٻني شوا! لون سدا شو جي ولٻدز ۽ موھمدز ڏرومتي آھين. سمورڻ چڪمت جي ماتا آھين، لتھي لوڪن جي جندي آھين، لن ڪٿن سان پرلو آھين ۽ اجھما آھين." اھڙيءَ طرح گائتري ديويءَ جو ڌيان ڪري جپ ڪري ۽ پرٿو منتر سان جپ ڪري. پرٿو شو آھي ۽ شو آھي. پرٿو سمورڻ ويٻن جي شروعات آھي ۽ منترن جو راجا آھي لتھڪري ھن مھا منتر ڪاشيءَ ۾ پران ليائڻ وارن کي ٻڌائڻ سان اوم ٻد جي پراپتي لئي لي ۽ اي طرح ليا ري مائھو لا سيئي وشين کي اماڻ ڪري "پرٿو روپ پرم شو" جي اُپاسنا ڪندا آھن. پوءِ شنڪر پڳوان جي چرڻن جو چنتن ڪندي گروءِ ونت ٣ دلعا سياسي ڏلدومه پرڻام ڪندا آھن. پوءِ (ھون) ڪندا آھسن. پوءِ سامب سدا شو جي ڌيان ۾ مگن رھندا آھن، ۽ گروءَ جي پرسان وائي ھن طرح چوندا آھن، "مھنجا پران ھليا وڃن، مھنجو سر ڪٽجي وڃي. پر پڳوان شنڪر جي اوجا کسان اسين ني مکر ٿل له رھون." (ھر ھر مھاديو شنبو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪئلاش سنگھتا (٦) اڏيائه ١٣ سماپت.

پٺي ڏندڻ سوڌو صبوح جو اُٿي ڪري اُهو سڀ پڙهي وارو سالڪ اپواس ۽ ورت رکي. ڪجي ۽ چيلهه جي وارن ڪانسواءِ سڄي بدن جا وار لهرائي (ڪوڙائي) ۽ باقي چوٽيءَ جا ٨-٧ وار ضرور رهائي، پوءِ سنان ڪري ڌوتل ڪپڙا پائي وري وري ڀسمي لڳائي آچمن ڪري، پراڻايام ڪري، آچاريه کي دکشنا ڏئي ۽ باقي ڏينهن شو پنچاڪشر براهمڻ ۾ وراهي ڇڏي. پوءِ گرو روپ ڌاري ڀڳوان شنڪر لاءِ ڪپڙو ۽ دکشنا ڏئي پرنوءَ لئي ڏنڊوت نمسڪار ڪري پوءِ لنگوٽي، ڪپڙا، ڏنڊو وغيره سويڪار ڪري، پوءِ ڪنهن شڌ استان جهڙوڪ تيرٿ استان، نديءَ جو ڪنارو يا گئوشالا وغيره ۾ ويهي مانسڪ جپ ڪري، پوءِ "اوم پرٿوي" منتر جو ٣ دفعا جپ ڪري، "اگني ميلي پروهتم" منتر جو پاٺ ڪري. پوءِ "اِت موا اولم"، "اگنير دپوانام"، "اِتسي سما عا بم"، "اوم اشي سوورچي سوا واپوست"، "اگسن آپاهي ويتيي" ۽ "شنو ديوي رڀيشٽيي" وغيره جو پاٺ ڪجي. پوءِ "م ه و س ت ج ب ن. ل ڪ"، پنچ سنولسر عير"، "سامداي سامداهه"، "اِت شڪشام پرو ڪشامي"، "ورڌسرا ڏنچهه"، "اناتو ڌرم جگياسا"، "اٿاتو برهم جگياسا" - وغيره منترن جو پاٺ ڪجي. پوءِ "اوم پرٿوي نمهه، اوم اندراءِ نمهه، اوم سورياءِ نمهه، اوم سوماءِ نمهه، اوم پرجا پتئي نمهه، اوم آتمني نمهه، اوم انتر آتمني نمهه، اوم گياناتمني نمهه، اوم پرماتمني نمهه - وغيره منترن سان جپ ڪجي. پوءِ وري سترن (ڪٿ کي ٻاهر ئي سيڪي سترن ڏهيا آهن) کانڍ کوڙجن. پوءِ تن لئي هٿ رکي پوران "اوم" ڪيڏجي ۽ پوءِ "نمهه" ملائجي ۽ هيٺين طرح اُچارڻ ڪجي.

"اوم آتمني نمهه سواها، اوم انترا تمني سواها، اوم گياناتمني سواها، اوم پرجا پتئي نمهه سواها" وغيره منترن سان ڏڌ ۽ کير مليل يا فقط پاڻيءَ جو آچمن (چنجو پاڻيءَ جو واٽ ۾ وجهجي) ڪجي ۽ پڇن ولل رهجي. (هر هر مهاديو شيو - ڪاشي وشوناٿ ڪنگي) ڪيلاش سنگهتا (٦) آڌياءُ ١٢ سماپت.



## سنياس ڌارڻ ڪرڻ جي شاستر ودي
## گڻيش پوڄا وغيره

**سڪند سوامي** - اي مهرشي وامديو! سنياس ڌارڻ مهل پوران "اوم تتا نام لوا..." منتر سان گڻيش جي پوڄا ڪجي جو وگهن جو ناس ڪندڙ آهي. پوءِ هوم (هون ڪجي) گايتري منتر جو جاپ ڪجي. سالڳرامءَ جو اپاسنا ڪجي ۽ گرو جي آگيا سان هٿ جوڙجي ۽ چوڻ ۽ ڏيڻ ڪانئن سان گڏ گوريءَ ۽ مهاديو جو ڌيان ڪري "گوري اما ماءِ......" منتر سان آهوتي ڪجي. من ۽ جسم لڳاتي لڳاتي اندر وشوديو ۽ برهما جي آهوتي ڪجي. ان هر هڪ منتر سان اڳ "اوم" ۽ پويان "نمهه سواها" ضرور وجهجي. اڳيءَ ۾ شاستر

الين جٺي ڪري پراويءَ ني ڏلدي والڪو ليٺي ڪري پعدي ڏنڊوت پرڻام ڪجي. پوءِ اوپر ڏاڍين منهن ڪري پڳوان شنڪر جي چرڻن جو ڌيان ڪجي. هٿ ۾ پولري (ڌڀن اسا ڪٿا ڳاهہ مان لوپيل) کڻي ۽ لڱون جٺيو (پکوو پوپسه) پالي ۽ ني.دفعا پراڻايام (پوريڪ جي ڪابيءَ ناس مان ساهہ ڪڍڻ پوءِ ٻئي ناسون بند ڪجن ۽ بسوهہ ڪابيءَ مان ڪيل ساهہ ساڄيءَ ناس رستي هيٺ لاهجي ) ڪجي. پوءِ ڏيهن ۽ لسڻ وغيرهہ خيال ۾ رکي سنڪلپ (الجار) ڪجي، "منهنجي سياس جي اسر پورن وشوامد جسر پوجن ۽ الن لمون سان لالدي- شراڌ وغيرهہ سان ڪڏ پاروڻ شراڌ شل لوهان جسي آکيا سان پورو ڪريان." پوءِ براهمڻن کي هٿ ۾ ورڻي (کهسي سٽ جو ڪنگڻ) ٻڌي منتر پڙهي، "وشوامدو اولم... ...... يعني اسان وشوامدو شراڌ جي لاءِ لوهان ٻڌي جو ورڻ (ڪنگڻ ٻڌي چولہ ڪرڻ ) ڪيون ٿا. ڪرپا ڪري لوهان ٻئي لالدي شراڌ ۾ پهنجو وقت ڏيئي ڪرتارٿ ڪيو. پوءِ وري براهمڻن جي پيرن تي جل، چانور وغيرهہ پوڄا ڪجي، ڪين آسن تي وهارجي ۽ پاڻ به هٿ ۾ ڏڀ (ڪٿا ڳاهہ) کڻي اُن تي ويهجي. بسوءِ منتر پڙهي ڪري اُنهن براهمڻن کي ڪٽلي جي ٻن تي ليار ڪيل ڪاڌو اُرپڻ ڪجي ۽ وري هيءُ منتر پڙهجي جنهنجو مطلب آهي، "مان اُن سالب سدا شو کي لمسڪار ڪريان لو جنهن جي سمرڻ ڪرڻ سان ڪنهن به شراڌ جي ڪرڻ ۾ ڪاہ ڪمي ۽ پيشي پوري ٿي ويندي." پوءِ وري ڏنڊوت (سڌو ڏرليءَ تي سموي) پرڻام ڪجي. ودر سوکت چمڪا اڌياءَ جو پاٺ ڪجي، پرش سوکت جو پاٺ ڪجي، پڳوان سدا شو جو ڌيان ڪندي، "ايشانہ سرو ودپا لام......" وغيرهہ پنجن منترن کي اُچارڻ گهرجي. وري جڏهن برهم پوح پورو ٿئي ته پوءِ به ودر سوکت جو پاٺ ڪجي ۽ کميا ۽ پرارٿنا ڪجي.

پوءِ وري هٿ پير ڌوئي ڪري پند دان واري جاءِ تي وڃي ڪري اوپر ڏاڍين منهن ڪري شالتي ڪري ٽي دفعا پراڻايام ڪجي. پوءِ "مان لالدي مک شراڌ ڪندس" الين جٺي ڪري ٩ لمڪون پالڻ ۽ هر هڪ ليڪ تي ١٢-١٢ ڏڀ رکڻ، پوءِ ڏکڻ جي طرف ٽان پنجن ديوتائن جي حاين تي چانور ۽ پاڻي وجهجي، پترن وارن ٽن ڀاڱن ۽ ماتا مهہ واري جاءِ تي به پاڻي وغيرهہ وجهجي. پوءِ "الر پترو مادپدوم..." منتر پڙهي پنجن استان کي چانور ۽ پاڻي وجهجي. اهڙي طرح آواهن (پاڻي، کير، لو وغيرهہ ملائي وجهڻ ) ڪجي. وري ٣-٣ پند لاهي رکڻ گهرجن. وري ان مٿان چانور ۽ پاڻي وجهڻ گهرجي. ۽ شو جو ڌيان ڪري هيءَ "ڀڳاديدر سمرٿاديسه لام حماديي ........" منتر پڙهڻ گهرجي. پوءِ براهمڻن کي لمسڪار ڪري دڪشنا (ڏڪشا) ڏجي. وري پل چوڪ لاءِ کميا پرارٿنا ڪجي ۽ ديوتائن ۽ پترن سان موڪلائو ڪجي. پوءِ پوڄا ڪيل پندن کي کڻجي ۽ ڳئون کي کارائجن يا درياهہ يا کنهن سمنڊ ۾ وجهجن. پيا واڄن يعني براهمڻن جي آشرواد وٺي پهنجي ڪٽنب سان ودهي کڏجي پرجن ڪجي.

۽ نه پيدا ڪيل ۽ پاڻ پرگهٽ ٿيل آهي، جنهن جي پرڪاش اڳيان سورج ۽ چندرما جو پرڪاش جهڪو ڦڪو آهي جو سڀني جي هردي ۾ واسو ڪري ٿو، سوئي ”پرڻو“ روپ شنڪر آهي. ڀڳوان شنڪر ئي سدائين سدا آهي ۽ ”ايشان“ منتر هنجو مُک سان سوانهندڙ مستڪ آهي، ”تت پرش“ منتر سندس منهن آهي، ”اگهور“ منتر سندس هردو آهي، ”وامديو“ منتر سندس گدا آهي، ۽ ”سديو جات“ سندس پير آهن.

ورڻا شرم ڌرمن جو پالن ڪندي ”پرڻو“ منتر سان ماڻهو ڀڳوان شنڪر سان ايڪتائي حاصل ڪري ٿو. ”برهمچاريءَ لاءِ پالن ڪرڻ سان وشين جي، ٻگهه ڪرم آنشدان سان ديوتائن جي ۽ سنتان جي پيدا ڪرڻ سان پترن جي ترپتي ٿئي ٿي“. اهي ويد واڪيه آهن. اهڙي طرح وشين جي قرض، ديون جي قرض ۽ پترن جي قرض کان ماڻهو آجو ٿئي ٿو ۽ وان پرست اَوستا ۾ داخل ٿئي ٿو جتان پوءِ سنياس آشرم کي گرهڻ ڪرڻ ڪهي جتي پوڄا سڀني کان سريشٽ ٿيو پوي.

سنياسيءَ کي گهرجي ته سڀني ويدانت جي تتون جي ڄاڻوءَ پنڊيءَ واري، سياڻي جي پرسان وڃي، پرڻام ڪري ساڌنا سکڻ گهرجي. پوءِ گرو آکيا وٺي پاڻهن ڏينهن تائين فقط کير پيئڻ گهرجي. پوءِ سهائيءَ يا چانڊوڪيءَ چوٿ يا ڏسميءَ جي صبوح جو سوال اُٿي ڪريا ڪرم ڪري نئين، ڪرم پورو ڪري ناندي- شرڌا ڪرڻ گهرجي جتي وشويديوا جو ناءُ ”ستيه ۽ ڦسو“ چيو ويو آهي- پهرئين ديو-شراڌ ۾ ناندي مک برهما، وشنو ۽ مهيش چيا ويا آهن. ٻئي رشي-شراڌ ۾ انهن کي برهمرشي، ديو رشي ۽ راج رشي چيو ويو آهي. ٽئين ديو-شراڌ ۾ انهن کي وسو، رڌر ۽ آديه چيو وڃي ٿو. چوٿين مدش- شراڌ ۾ سنڪ (سنڪ، سنندن، سناتن ۽ سنتڪمار) وغيره چار منيشور ئي ناندي-مک ديوتا چيا ويا آهن. پنجين پوت- شراڌ ۾ پنج مها ڀوت اکيون وغيره پاڻهن اندرين ديوتا چئون وڃون آهن. ڇهين پتري- شرڌا ۾ پتا، پتامها ۽ پر پتا ماهه ناندي-مک ديوتا چيا ويا آهن. ستين ماتري-شراڌ ۾ ماتا، پتامهي، پر پتا مهي ناندي- مک ديوتا چيا ويا آهن. اٺين آتم- شراڌ ۾ آتما، پتا ۽ پتا مهه ۽ پرپتامهه اهي چار ناندي مک ديوتا چيا ويا آهن. ماتا مهالڪ- شراڌ ۾ ماتا مهه، پر ماتا مهه ۽ ورڌ پر ماتا مهه- اهي ئي ناندي- مک ديوتا چيا ويا آهن. هر هڪ شراڌ ۾ ٻ- ٻ براهمڻ ڪري جيترا گهربل هجن اوترا ڪوٺايا وڃن. پوءِ پاڻ آچمن ڪري (جيئين لا آچمنيءَ سان پاڻي پي ڪري) پوڄا ئي ڪري اُنهن براهمڻن جا پير ڌوئڻ گهرجن ۽ هن طرح چوڻ گهرجي، ”سموري سمپتيءَ (ڌن ۽ دولت) جي حاصل ڪرڻ لاءِ، سموريءَ مصيبت کي ناس ڪرڻ لاءِ ڌوم ڪيتو (اگني) روپ ۽ اپار سنسار ساگر مان پار ڪرائڻ لاءِ پل روپ ۾ براهمڻن جي چرڻن جي ڌوڙ موکي پوتر ڪري. مصيبت روپي اندڪار کي ناس ڪرڻ وارو سورج، من جي مطلبن کي پورو ڪندڙ ڪامڌينو روپي گئو ۽ سڀني تيرٿن جي جل سان پوتر مورتيون وغيره ۽ براهمڻن روپي چرڻن جي ڌوڙ شل موکي پوتر ڪري.“

سشوپت آهن. لوڪان ڇهن مکن وارا شو جا پٽ آهن ۽ شو جا پرم پيارا آهن. لوڪان
گنگا جا ٻالڪ آهن ۽ ڪرتڪا استرين جا ڏنل آهن. ديوتائن جي سينا جا مهندار آهن ۽
هرڪنهن وديا ۾ پرپورڻ آهن. لوڪان کي ٻارهن وشال اکيون ۽ ٻانهون آهن. ڪيترن ديوتائن جا
پيارا آهن انهن ڪري لوڪان کي نمسڪار آهي.

اهڙيءَ طرح اسٽتي ڪندي ٣ دفعا چوڌاري پرڪرما ڪري مهرشي وامديو ڪڙو ٿي ويهي
رهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ سوامي سڪند هن کي ڪري چيو.

سوامي سڪند - اي مهرشي! عام ماڻهن جي ڪلياڻ لاءِ سمجهه ۽ ساڌو ماڻهو سنسار ۾
هن پراڻيءَ تي هلن چلن ٿا. لوڪان سچ پچ ڇا آهن ۽ هاڻي پڇان ٿو لوڪان کي ڇا ڪهي؟

مهرشي وامديو - اي سوامي لوڪان سڀ ڪجهه ڄاڻندڙ آهن ۽ اسان رواجي انسان
آهيون. لوڪان جي اڳيان ڪجهه به ٻولڻ جي شڪتي ڪانه آهي ۽ ٻئي اهڙا مهاتما ڪئن
ڪري سگهن؟ مهيشور فقط سوال ڪيو آهي ته ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ”پرڻو“ سڀ ڪان
الي منتر آهي سو ڪئن؟ اهو چيو ويو آهي ته ويدن کي مکتي ڏيندڙ آهي ”اوم
الي دم سرڻم“ (ڪٺوپنشد، ١-٨-١) اومڪار لي سمستم جڳت آهي، ”او الي ارهم“
(ماندوڪيه اپنشد ١-٨-١) يعني ”اوم“ برهم آهي، ”سر و هي ايتد برهم“ (ماندوڪ اپنشد-٢) ”هيءَ
سڀ جو سڀ برهم آهي“ اهڙيءَ طرح مون شرتين ٻڌيون آهن ۽ مولڪي گيان ڪرڻ ڪري
ملي آهي جو مولڪي وانءِ سمجهائي انهن ڪري لوڪان جي شرن ۾ آيو آهيان. (هر هر
مهادير شيو- ڪاشي وشوناٿ ڪيڪي) ڪيلاش سنگهتا (٦) اڌياءِ ١-١١ سماپت.



## ”پرڻو“ سدا شو جي سروپ جو ڏيان آهي.
## ورڻاشرم ڌرم جي مهما ۽ نانديءَ مکم شراڌ

سوامي سڪند - اي مهرشي وامديو! لوڪان کي ڏاهپ آهي جو لوڪان پنهنجي شڪر
جا پراڻي پڇيا آهن. ڇو ته لوڪن ۾ اهڙي ڪانه ڳالهه ڪانه آهي جنهن جي لوڪان کي خبر
نه هجي ۽ ٻڌي ته عام جي ڪلياڻ لاءِ لوڪان اڳيان ورلي ڪريان ٿو. هن لوڪ ۾ جيڪي
به ماڻهو (جوڙ) آهن سي الڳ قسمن جي شاسترن کان موهت آهن. پرميشوريءَ جي
عجيب مايا انهن کي موهي رکيو آهي انهن ڪري ”پرڻو“ کي ساکيات مهادير نه
ٿا سمجهن. مهادير ئي اڳ سرشٽي ۽ سڀني ديوتائن جو ديو ۽ برهم پرماتما آهي. مان
سچ پچ ٻڌي سچو هٿ کڻي قسم کڻي چوان ٿو ته اهو سچ آهي! سچ آهي!!
۽ سچ آهي!!!. مان ورهي سچ ڪري دعوي ٿو چوان ته ”پرڻو“ جي معنيٰ
پنهنجو شڪر آهي. شرتين، سمرتين، شاسترن، پراڻن وغيره ۾ جنهن طرح اهو ٿي چيل
آهي. جو برهما، وشنو ۽ اندر وغيره سڀني سنسار جو پيدا ڪندڙ آهي، جو ڪنهن کان

گھرجي جتي پوڄا، آراڌنا، ڀڄن ڪيرتن، ڳائڻ، وڄائڻ ڪري اُنسو ملهائڻ گهرجن ۽ ساڙهڻ ۽ ٻڌي مهيني جي نيم لئي وڏيءَ سان اُتڪنا جي پوڄن ڪرڻ سان ڌن، پٽ، سک ۽ سمپتيءَ جي پراپتي ٿيندي آهي. اسوءِ مهيني جي ساڻان واري پر اوراڻ جي ورلن جو آرنڀ ڪرڻ گهرجي. اوراڻن جي ورت جي مهما ڳائڻ جي سمرتي، جنهن مڪن واري برهما، اتين مڪن واري مهاديو ۽ جهن مڪن واري سوامي ڪارتڪ کي ٻه ڪاڻ آهي ٻاڻي رواجي السان جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. اي مني شريشٺ! اوراڻن جي ورت جي اروي ڪرڻ ئي ورت جسي پٽ سرت راجا کي ڀهمچو وچاٽل راڄ ۽ ڀاڳ مليو. اوڌيا جي سماڻي واجا ڌوو سنڌي ڪمار سدرشن، کي وري ڀهمچو وچاٽل اکنڊ ۽ تاج مليو. مهشوري جي ڪرپا سان اوراڻن جي پوڄا ڪرڻ ڪري سماڌي ٿاڻي ولش سساري موهه کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو ۽ السن پر ڪمس ٻرم پد مليو. جيڪو مائهو اسوءِ جي سهاڻ واليل پر نوميءَ، پنچميءَ، سنميءَ، اشٽميءَ، نوميءَ چونڊس تي ديوي پوڄا ڪري اوجاڳو ڪري ديويءَ جسا ڪڻ ڳائي ٿو، تنهن کي ڀهنڊي مرضيءَ موجب وڏيءَ ۽ سڌيءَ جي پراپتي ملي ٿسي. اهڙيطرح ڪارتڪ، منگهر، پوهه، مانگهه ۽ ڦڳڻ مهينن جي سهاڻيءَ نيم ٿي پڻ منگلا (ديويءَ) جي پوڄن ڪرڻ سان گهر پر آنند منگل ٿين ٿا. مصيبتون دور ٿين ٿيون. گهر مان روڳ ۽ بيماريون دور ٿين ٿيون. لاڀ ۽ سک وڌي ٿو. آپدائون ۽ قدرتي ڪروپ ٽري وڃن ٿا. استرين کسي سهاڳ ۽ ڀاڳ پر واڌارو ملي ٿو ۽ سنتان پيدا ڪرڻ پر وگهن وجهندڙن عناصرن (گرهن) جي شانتي ٿئي ٿي ۽ السن پر ڪالدان جو ٿالو اچو ۽ امر وڌي ٿو. (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُمــا سنگھتا (٥) اَڌياءِ ٥١ سماپت.

اُما سنگھتا (٥) سماپت.



## ديويءَ جي ڪمبا پرارٿنا

نه منترن کي ڄاڻان، نه تنترن کي مان - نه پوڄا، آواهن، استرتون کي مان،
اشارا ۽ آلاپ، سکهان تسا ڪـري - تسـ پٺسو، اڪا گيان ڄرلي ٻري،
ڪرپا داس هن تسي ٿيندي ڪڏهن - ٿئي ٿو، ڪ پٽ، نه ڪ ماتا ڪڏهن!

ڌرتيءَ هن تسي اهڙا ٿيهتا اُهسار - اُنهن مان مان هڪڙو، آهه اوتي آڌار،
ڇڏي ٻين ديون، اڇسان او شـرن - عمر وٽي اچاڻي، ڏکي او ڏڙن،
آهي ڪراه چاڙهو، چڏين جي جڏهن - ٿئي او، ڪ پٽ، نه ڪ ماتا ڪڏهن!!

گهڻا ڄڻ ڀانيءَ تي تون واچار ڌار - وٽي وات جهڪا سا ڪـر اختيار،
اوم برهماڻي، رداڻي، آدي، پراڻي - اُما، گوري، ڪالي، ڪهالي، مرداڻي،
نه ٿيون شڪ مان سنگ او ڪڏهن - ٿئي ٿو، ڪ پٽ نه ڪ ماتا ڪڏهن!!!

ٿين ٿا. ديويءَ ماتا جي مورتي استاپت ڪري جيڪو ماکيءَ ۽ گيهه سان ملائي سندن وغيره
ڪري ٿو تنهن کي اُم ڦل جي پراپتي ٿئي ٿي. چندن، اگر، ڪافور، جٽاماسي،
ناگرموٿا وغيره سان هڪ رنگ واريءَ ڳئون جي کير سان گڏ ڪري ڀڳوتيءَ جي مورتيءَ کي
سنان ڪرائجي، پوءِ اَرڙهن قسمن جي خوشبودار اوشڌيون ۽ ڌوپ وغيره سان اگنيءَ ۾
آهوتي ڏجي. پوءِ ڪافور، گيهه ۽ اگرٻتين سان ديويءَ جي آرتي اُتارڻ گهرجي. اولداهيءَ
اشٽميءَ، نوميءَ، اماس ۽ چاندوڪيءَ پڇاڙيءَ ۽ ڏسميءَ وغيره ٿٿين سي ٽلڪ، گل وغيره،
پوڄا جي شين سان جوڳي - مايا جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. والـــري سوڪت، شري سوڪت
۽ ديوي سوڪت جو پاٺ ڪرڻ گهرجي ۽ مول منتر جو جاپ ۽ آرادنا ڪرڻ گهرجي. وشنو
ڪانتا ۽ تلسيءَ کي ڇڏي باقي جيڪي گل آهـــن سي اما ديويءَ تي چڙهي سگهن ٿا.
ڪملا جو گل (ڪمل) خاص چاڙهڻ گهرجي. جيڪو ديويءَ تي چانديءَ جو گل يــا ڇٽ
ٺهرائي چاڙهي ٿو يا سوني جو گل يا ڇٽ ٺهرائي چاڙهي ٿو تنهن کي ڪروڙين سالن تائين
شوا - لوڪ جو واسو ملي ٿو. ديويءَ جي اُپاسڪن کي گهرجي تہ آواهن، استاپن، ڌيان، پوڄا،
پاٺ، آرادنا، نام - ڪيرتن، ڀڄن، ڳائڻ، وڄائڻ ۽ آرتيءَ اُتارڻ ڪانپوءِ ڪميا استوتر ضرور
ڪرڻ پڙهڻ گهرجي. جو شوُ شڪتيءَ تي پيمت چڙهيل پرساد کائي ٿـــو سو پاپن کان آجو
ٿئي ٿو جيٺ سڌي ٽيج پوڄاريءَ جي راضي ڪرڻ لاءِ ورت رکي ٿو سو جنم مرڻ جـــي
بندن کان ڇٽي وڃي ٿو. وِدوان ماڻهو هن ڏينهن تي "د واولسوُ" ڪندا آهن. شوُ ۽ شوا
جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ڪنگو، گل، چندن، ڌوپ، ديپ، وستر ڪافور وغيره سان پوڄا
ڪري گلن جا هار پائي شنڪر ۽ اما ديويءَ (گوريءَ) کي جهولي (هندوري) ۾ جهوليندا
آهن. جيڪو انهيءَ طرح پوڄا ڪندو آهي تنهنجون من ڪامنائون پوريون ٿينديون. وساک
مهيني جي چاندوڪي ٽيج "اکڻ ٽيج" ڏينهن جيڪو سٽي ڇڏي ديويءَ جي پوڄا ڪندو
آهي ۽ مالتي، چمپا، جيا، بيلا، بندڪ ۽ ڪمل وغيره قسمن جـــي گلن سان پوڄا ڪندو
آهي سو ايڪ جنمن تائين مانسڪ، واچڪ ۽ شاپرڪ پاپن کان آزاد رهندو آهـــي ۽ انت ۾
ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش پائي پرم پد کي پراپت ڪندو آهـــي. جيٺ سُڌي ٽيج تمام
آنند سان مهيشوريءَ جي پوڄا ڪجي تہ هر ڪنهن قسم جو سک ۽ لاڀ ميسر ٿيندو. آکاڙ
سُڌي ٽيج تي پنهنجي شڪتيءَ ۽ شرڌا سان ديويءَ جو رٿ - اُتسو ڪجي. هـــن ڌرتيءَ
کي ديويءَ جو رٿ سمجهڻ گهرجي، سورج ۽ چنڊرما ان رٿ جا ڦيٿا سمجهڻ گهرجن ۽ واءُ
ان رٿ جا گهوڙا سمجهڻ گهرجن ۽ شرڌا ۽ ڀڳتي ان رٿ جو سينگار سمجهڻ گهرجي، خوب
رٿ تي وانل ڀڳتيءَ کـــي گلن ڦلن سان سينگاري، پوڄا پرساد اُڳيان پيش ڪرڻ گهرجي ۽
رٿ کي جنهن مهل هلائجي تنهن مهل ديويءَ لاءِ "جيءِ جيءِ ڪار" شبدن سان خـــوب
نعرا هڻڻ گهرجن. "رٿ - اُتسو" ۾ ديويءَ کـــي رٿ تـــي چاڙهي گهمائي، شهر ۽ راشٽر
جي ڪلياڻ لاءِ پرڪرما ڏيارڻ گهرجي ۽ وري ديويءَ جـــي مندر ۾ موٽائي ونـــي وڃڻ

## ديويءَ جي مورتي استاپنا ۽ ديويءَ جي مندر ٺهرائڻ بابت، ديويءَ جي پوڄا ۽ ديويءَ جي ڏاڻ جي مهما.

ويد وياس - اي سنتڪمار! اما ديويءَ جي پوڄا ۽ آراڌنا جي مهما پڌڻ چاهيان ٿو، ڪرپا ڪري اسان کي چڱيءَ طرح وستار سان ٻڌايو.

سنتڪمار - اي رشي ويد وياس! گيان يوگ، ڪرپا يوگ ۽ ڀڳتي يوگ اهي ٽي مارگ (رستا) آهن جنهن سان ديويءَ جي آراڌنا ڪري سگهجي ٿي. چِت جو آتما سان سنجوڳ کي "گيان - يوگ" چئبو آهي. چِت جو ٻاهرين وستن سان سنجوڳ کي "ڪرپا - يوگ" چئبو آهي. ديويءَ سان آتما جي ايڪتا کي "ڀڳتي - يوگ" چئبو آهي. ڪرم مان ڀڳتي اُٿي ٿي، ڀڳتيءَ مان گيان ۽ گيان مان مڪتي ملي ٿي سڀني يوڳن جي جڙ ڪرپا - يوگ آهي.

جو انسان ديويءَ جي مورتي، پٿر جي ڪاٺ جي يا ڌاتن مان ٺهرائي هر روز پوڄا ڪري ٿو تنهن کي ديويءَ جي مندر جي ٺهرائڻ جيترو ڦل ملي ٿو تنهن کي ديويءَ جي مندر ٺهرائڻ واري ماڻهوءَ جي ورِي پيڙهين جو اُڌار ٿي وڃي ٿو ۽ اُهوءَ جا ڪيتر جنمانترن جا سڀ ڪَرِم پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. جتي ندين ۾ گنگا درياهن ۾ شونڻ - ڀدر ڪمنا ۾ ٻرلوي ، اوڀهاليءَ ۾ سمنڊ، سڀني گرهن ۾ سورج ، تئن ئي سڀني ديوتائن ۾ درگا ديوي سراشيشٺ مڃي وڃي آهي. جو ديويءَ جو مندر ٺهرائيندو آهي سو جنم جنم ۾ ڀٽڪندي ايڪئي ۽ ڪيرلي ڪئي هن لوڪ ۾ سک پائي اُنهه ۾ شو - لوڪ ۾ واسو وٺندو آهي. ڪاشي ، ڪوروکيتر، پرياڳ ، گنگا ساگر تٽ، نئميش - آرڻيه ، امر ڪنٽڪ پربت، شري پربت، گيان پربت، گوڪرڻ، متُرا آيوڌيا ۽ دوارڪا وغيره تيرٿن استانن ۾ ديوي ماتا جي مندر ٺهرائڻ سان ماڻهو سنسار ساگر جي بندن کان مڪتي پائي ٿو. ماتا جي مندر ۾ پٿر جي سون جو ميلاپ جيستائين اڪيلو رهندو تيستائين مندر ٺهرائڻ واري جو ماتا جي "مڻي دليپ" ۾ واسو رهندو. ماتا ڀڳتن کي هر وقت آسيس ڪندي رهي آهي. شب وار ۾، شب گرهن ۽ شب لکشڻن ۾ ديويءَ يوگم مايا جي مورتي استاپنا ڪرڻ گهرجي. جو نتا ڇوگڻ مايا جي شرڻ ۾ رهي ٿو تنهن کي مٿش نه سمجهڻ گهرجي پر اُهو ساکيات ديويءَ جو گڻ (دوس) آهي. جو هلندي چلندي، سمهندي جاڳندي، اٿندي ويهندي اما ڀڳوتيءَ جي نام جو اچارڻ ڪري ٿو سو نه شرا ديويءَ جو گڻ (دوس) چئبو. جو ڌوپ، ديپ، تلڪ، چانور ۽ گلن وغيره سان هر روز يا شب مرقعن تي "اما" ديويءَ جي پوڄا ڪري ٿو سو نه شرا - ديويءَ جي ڌام ۾ گهڻو وقت تائين واسو ڪري ٿو. جو ماڻهو هر روز ديوي مندر ۾ جهٽي سان ليهو پائي ٿو يا صفائي وغيره شرا ڪري ٿو، واسه جو ڏيئو ٻاري ٿو، پوڄاريءَ جي شرا ڪري ٿو، يا پاڻي ڀري ٿو يا پاڻيءَ وغيره سان مندر کي ڌوئي صاف ڪري ٿو تنهن ٿي ڪڏهن نه آسه لٿي اچي. مهاديويءَ جي مورتي استاپنا ڪري اٿي پوڄا ڪري ٿو تنهن جي من جا مطلب پورا

ڏانهن روانا ٿيا.

ٿوري وقت ڪالڪيءَ ديولوڪ جي چوگرد ڏاڍو گوڙ شور ٻڌڻ ۾ آيو جو دئيتن اچي چوڌاري گهيرو ڪيو هو. ديويءَ درگا وري دئيتن جي چوگرد گهيرو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ جلد ئي ٻنهي ڌرين وچ ۾ مهاڀاري لڙائي شروع ٿي وئي. درگا ديويءَ جي بدن مان **ڪالي، تارا، ڇن مستا، شري وديا، ڀونيشوري، ڀئروي، ٻگلا، ڌومرا، شري مٿي ترپر سندري ۽ ماتنگي** ڏهه مها وديائون (استرن ۽ شسترن سان) پرگهٽ ٿيون ۽ تنهن کان پوءِ انيڪ ماترڪائون به پرگهٽ ٿيون. پوءِ ته سچو جنگ، جو ميدان انيڪ ديوتائن سان ڀرجي ويو ۽ ڀينڪر يڌ لڳي. **رڌورو ۽ درگماسر** جي سٽا ۾ اچي ڦيٿارو پيو. ديوي درگا جي ترشول جي ڌڪ سان درگماسر دئيت اهڙي ڪري پيو جيئن طوفان ۾ وڻ پاڙن کان پٽجي ڪرندو آهي. درگماسر جي مرڻ کان پوءِ سڀ دئيت ميدان خالي ڇڏي ڀڄي ويا ۽ ديويءَ **چارئي ويد** ديوتائن کي واپس وٺي ڏنا ته ديوتائون اُستتي ڪرڻ لڳا.

**سڀ ديوتائون** - اي اَنبڪا! توهان اسانجي لاءِ سوان اکيون ڌارڻ ڪيون هيون تنهن ڪري توهان جو نالو "شتاڪشي" جي نالي سان مشهور ٿيندو. توهان ساڳ، ڀاڄي ۽ اناج وغيره پيدا ڪرائي سنسار مٿان آيل مصيبتون دور ڪيون آهن تنهن ڪري توهان کي رشي، مني ۽ ڀڳت "شاڪمبري" نالي سان سڏيندا. توهان درگماسر دئيت کي ماري ماٺ ڪيو آهي تنهن ڪري توهان کي توهانجا ڀڳت اڄ کان پوءِ "درگا" ڪري ڪوٺيندا. اي ديوي! سورج، چنڊ ۽ اگني توهان جا ٽيئي نيتر آهن تنهن ڪري اي سرپشوري! اسانجي توهانکي وار وار نمسڪار آهي.

**ديوي درگا** - اي ديوتائو! وڇڙي کي روئندو ۽ ڏکي ڏسي گئو ماتا جيئن ڊوڙندي ايندي آهي تئين توهان کي ڏکي ڏسي مان هر وقت توهان جي سهائتا لاءِ ڊوڙندي ايندي آهيان. توهانکي پنهنجي اکين ته ڏسي ڪري منهنجي هڪ گهڙي به ورهيه لڳندي آهي. توهان منهنجي اولاد آهيو تنهنڪري توهانجي تڪليفن کي هردم دور ڪرڻ لاءِ مان ڪوشش ڪندي رهندس ۽ ان ۾ ذرو به شڪ نه سمجهڻ گهرجي. ڀوشيه ۾ وري شنڀ ۽ نشنڀ دئيت جڏهن جنم وٺندا تڏهن مان گوڪل ۾ "نندجا" جي روپ ۾ ايندس. جڏهن مان "ڀرمر" جو روپ ڌارڻ ڪندي دئيتن جي ڪل جو ناس ڪندس تڏهن منهنجو نالو "ڀرامري" ديويءَ جي نالي سان مشهور ٿيندو. وري جڏهن "ڀيم" روپ ڌاري راڪاسن جو ناس ڪندس تڏهن "ڀيما ديويءَ" جي نالي سان مولڪي ڪرنيو ويندو. ياد رکو! جڏهن جڏهن ديوتائن جي هاڃي ٿيندي ۽ اَڌرم جو زور وڌندو تڏهن تڏهن مان اوتار ڌارڻ ڪري ڌرم جو وري اچي جهنڊو بلند ڪندس. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اڌياءُ ٥٠ سماپت.



## درگما سر دئيت کي مارڻ کانپوءِ
## ديويءَ اما جا آليک ناما

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! درگا ديويءَ جو اهو چرتر اسان ٻڌڻ چاهيون ٿا سو ڪرپا ڪري اسان کي ٻڌائي ڪرتارٿ ڪندا.

سوتجي مهراج - اي رشيئو! درگا ڀڳوتيءَ جي چرتر جو سمرڻ ڪري آئون عجب ۾ اچڪو چرتر لوڪن کي ٻڌايان ٿو. رورو ڪ نالي هڪ راڪاس جو جنهن کي درگم نالي پٽ پيدا ٿيو. هن ۾ ڀل ۾ طاقت ۾ ڀڄندي ٿيءَ کان نه وڌيڪ ٿيو. هن تپسيا ڪري برهما کان ور ورتا. پوءِ نه اچي ديوتائن کي ستائڻ شروع ڪيائين ۽ ويدن کي لڪائي ويدڪ ڌرم ۾ جو سڀ ڪرياڪرم بند ڪرايائين. نه رهيو دان، نه تپ، نه يگيه، نه هوم، نه سنڌيا، نه ڌرم، تنهن ڪري سڀ ديوتائن ۽ براهمڻ دراچاري ۽ ڪڪرمي ٿيڻ لڳا. ۽ نتيجو اهو اڪيو پرٿويءَ تي ڪيتري وقت تائين برسات پوڻ بند ٿي ويئي، کوهه، تلاءُ، نديون وغيره سڪڻ لڳيون، ڪيترا ٻوٽا سڙي سڪي ويئا، سڀ وڻ، ٽڻ، باغ ۽ بوستان ڪرمائجي ويا. ساڳ، ڀاڄيون ۽ اناج وغيره جي اڻاٺ شروع ٿي ۽ ڏڪر جهڙي حالتون پيدا ٿيڻ لڳيون. منش ۽ جانور ڏاڍا ڏکي ٿي ديوي مهيشوريءَ جي شرڻ ۾ اچي آستتي ڪندي چوڻ لڳا.

ديوتائون - اي مها مايا اسان توهان جي پرجا آهيون، اولاد آهيون تنهنڪري رکيا ڪريو. ڪاوڙ ۽ ڪرود ڇڏي نه ڪرپا ڪري ڪميا ڪريو نه نه منش ۽ اسان سڀ ديوتائون نشٽ ٿي وينداسين. اي ديوي! شنڀ، نشنڀ، ڌومراکش، چنڊ، منڊ، رکت ٻيج، مڌو، ڪيٽڀ، مهيکاسر وغيره مهاٻلي دئيتن کي ماري ختم ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي درگماسر دئيت اسان کي ڏاڍو ستايو آهي تنهن کي اچي ناس ڪريو. توهان ماتا ڪالسواءِ اسان جو ڪير به چاڙهو ڪونه آهي ۽ جڏهن جڏهن به اسان تي اچي مصيبت پوندي آهي تڏهن تڏهن توهان ئي اچي مدد ڪندا آهيو تنهن ڪري هينئر به اچي سهائتا ڪريو.

ديوتائن جي درد ڀري پڪار ٻڌي ڪري ديوي اما جو هردو پگهرجي ويو ۽ ساڳئي ۾ ڏسڻ اکين مان آنسون جلدي وهڻ لڳا، جن سان کوهه، تلاءُ، نديون ۽ ڍنڍون ڀرجڻ لڳيون، ڪيترا ٻوٽا ۽ ٻارا وغيره هرا ڀرا ٿيڻ لڳا، باغ بستان وڻ ۽ ٽڻ سڀ ساوا ٿيڻ لڳا، ساڳ، ڀاڄي، ميوو ۽ اناج سستو ۽ سهانگو ٿيڻ لڳو، منش ۽ ديوتائون سڀ ڪجهه ستائڻ واءِ ڏسي سک جو ساهه کڻڻ لڳا. ۽ ڏسڻ کان پوءِ ديوي درگا ڀڳوتي پرگهٽ ٿي آئي ڏسندي چيو، "اي ديوتائو! چئو ته توهان جو ڪهڙو ڪم آهي جو اورو ڪريان الئي؟" ديوتائن جواب ڏنو، "اي ديوي! توهان ڀڳوتي ڪرپا سان سڀني مانهن ۽ ديوتائن کي سک ڏنو آهي پر دک جو ڪارڻ جو درگماسر دئيت آهي تنهن کي توهان اڃا ناس نه ڪيو آهي." اهو ٻڌي ديويءَ "چڱو! ائين ٿي ٿيندو" چوندي انترڌيان ٿي ويئي ۽ سڀئي ديوتائون ڀڄندي ڏام

کي هلائي نه ڏيکاريو!" واءُ ديوتا سخت ڪوشش ڪئي، پر ننڍڙي گاهه جي ڏانڊي هڪ
سوڙهه به نه چري پري سگهي. آخر واءُ ديوتا پشيمان ٿي اندر وٽ موٽي آيو ۽ سچي حقيقت
اچي ٻڌائيندي چيائين، "اي اندر! اسان سڀ ديوتائون اجاڻ هٺ جهلي ويٺا آهيون نه
اسان سمجهيو ته اوچ آهيون پر حقيقت ۾ ننڍڙيءَ گاهه جي ڏانڊيءَ کي به هلائڻ چلائڻ جي
طاقت ڪانه آهي. پوءِ نه اندر آهستي آهستي پيا طاقتور ديوتائون موڪليا مگر سڀيئي هار
کائي واپس وريا. آخر اندر پاڻ اچي پهتو ۽ اچڻ سان جا اچي ڏسي ته ماڻهيءَ چمڪندڙ
گولو ٿي غائب ٿي ويو هن عجيب طاقت جو اندر به ممه نه لهي سگهيو ۽ آخر آڻ مڃي
آستي ڪرڻ شروع ڪئي. جيئن ستئي توهي هئي مدهيد جو ان ٿاڙهن جو وقت هو نه
ستيدانند سروپڻي شو جي پياري اما ديوي ديوتائن جي ايمان پچڻ لاءِ پرگهٽ ٿي ۽ چيو:

**ديوي اما-** مان برهم روپ آهيان ۽ برهم جوتي آهيان. مان پرڪرتي روپڻي ۽ اڪل روپ
ڌارڻي آهيان. مان سڀ ڪجهه آهيان ۽ موکان ڪجهه به جدا ڪونهي. مان ئي نراڪار
آهيان نه ساڪار به آهيان. مان ئي سڀني تتن جو بنياد آهيان. منهنجا گڻ رواجي پڌيءَ
سان نه پرکي سگهبا آهن. منهنجو نتيه (قائم ۽ دائم) سروپ آهي. هر ڪنهن ڳالهه جو
ڪارڻ (ڪم) ۽ ڪارڻ (سبب) مان ئي آهيان. منهنجو ئي سرو سروپ آهي.

مان ئي ڪنهن شو جي پياري ئي اچان يا شو جو پيارو ٿي ٿو اچان يا آرڌ ناريشور (اڌ
استري ۽ اڌ پرش) روپ منهنجو ئي آهي. مان ئي پيدا ڪندڙ برهما آهيان، پالنا ڪندڙ
وشنو آهيان. ڪالي، لڪشمي، ۽ سرسوتي وغيره منهنجا جزا (انش) آهن. منهنجي ئي
پرڀاو سان توهان جي هرهنڌ جيت ٿي آهي مگر انهيءَ حقيقت کي ڇڏي توهان پنهنجو
پاڻ کي سڀڪجهه سمجهڻ شروع ڪيو. اي ديوتائو! اها توهانجي سخت ڀل هئي. جهڙيءَ
طرح پتلين ۽ گڏين جي اچائڻ واري کي سڀ ڪجهه هٿ وس هوندو آهي، ٺوڙيءَ طرح
مان ايشوري سڀني پراڻين کي پنهنجي مايا موهه ۾ اچايان ٿي.

اي ديوتائو! ياد رکو. منهنجي ئي پرڀاو ڪري واءُ ديوتا هلي ٿو ۽ اوکمال پنهنجي
ڪم ۾ هوشيار ويٺا آهن. مان آزاد ايشوري آهيان ۽ پنهنجي مايا سان ڪنهن ديوتائن جي
سوڀ ٿي ڏيکاريان نه ڪنهن دئيتن جي. جنهن مايا جو شرتين ۾ ورڻن آهي سا مان آهيان
۽ منهنجو ئي نرگڻ ۽ سرگڻ روپ آهي. تنهن ڪري اي ديوتائو! ايمان ڇڏيو ۽ ستالڪي داريءَ
(منهنجي) پرام سان آراڌنا ڪريو. ديويءَ جا اهي وچن ٻڌي سڀني ديوتائن گڏجي ڀڇتاءُ
ڪندي، کميا (معافي) لاءِ پرارٿنا ڪندي استتي ڪئي.

**سڀ ديوتائون -** اي جگدمبشوري! مها مايا!! اما ديوي!!! اسان جي وار وار نمسڪار
آهه. ڪرپا ڪري کميا ڪريو، معاف ڪريو، دیا ڪريو جو وري اسانجي من ۾ ڪڏهن به
اهنڪار (گهمنڊ) جي ڀاونا اصل پيدا نه ٿئي. اسانجو من توهانجي چرڻن ۾ هر وقت لڳو
رهي. (هر هر مهاديو شمبهو - ڪاشي وشو ناٿ گنگي) اما سنگهتا (۵) آڌياءِ ۴۹ سماپت.

اڌياءُ لڳو ۽ شيب چڪر ڪاٽي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. ٻاڻ جي مرڻ کان پوءِ شيب جي ڪرڻ
۾ ترشن پيدا ٿي ۽ خوفناڪ ڏاڍ جي ٽنڪار ڪندو ديويءَ جي سامهون شڪتي (ٻاڻ)
ڇوڙيندو آيو. ديويءَ سندس سڀ ٻاڻ ابڪار ڪري ڇڏيا ۽ موت ۾ ترشول جي اوڪ سان
ڪمس اهڙيءَ طرح گهايل ڪري ڇڏيو جو هو بيهوش ٿي پرلاءِ ون ڪاليندو ائين ڪريو جڻ
اندر جي وڄ اُڀر کان گهايل پربت (پهاڙ) آڪاس، سمنڊ ۽ ڌرتيءَ کي ڏڪائيندي اچي
ڌرتيءَ تي پيا هئا. شيب جي مورڇا ڪاٽي ڪرڻ سان مرڻو لوڪ جدا ماڻهو پرڪمپ
ڀسرس ڪرڻ لڳا. ڌرتيءَ تي ڏنو ۽ شيب وري هوش ۾ آيو ۽ پنهنجي ماٿا سان هڪ
هزار ٻانهن (ٻانهون) ڌارڻ ڪيائين ۽ وري ديويءَ سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو، مگر
ديويءَ ٻاڻ سنڀالي ورتا. سدرشن چڪر ڪٺي سندس ٻانهن کي اهڙي ڪٽڻ شروع ڪيو
جيئن ڪڙٻ جي ڪاٺين مان ڪو ڪاٺي پنهنجي چوپائي مال واسطي ڪاٺ ڪاٽڻ وارو شروع
ڪري. شيب جو ٻاڻ هڪڙو پرواز ڪري ويو ۽ ٻئي دليت ٻالڪ ديويءَ جي هٿان مري
ٽٽ- ڀڄ ٿي پيا.

پوءِ ته سڀ دليت جدا جدا طرفن ڏانهن ڀڄڻ لڳا. ديوتائن پشپ ورکا ڪئي. (هر هر
مهاديو شيو-ڪاشي وشواناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اڌياءُ ٤٨ سماپت.



## ديوتائن جو ايمان دور ڪرڻ

سيتي رشي - اي سوتجي مهراج! پهريءَ اُما ديوتائن جو ايمان ڪئن ٽوڙيو سا
الوکي ۽ عجيب ڪٿا ڪرپا ڪري ورڻن ڪري ڪرتارٿ ڪيو.

سوتجي مهراج - اي رشيئو! هڪ دفعي ديوتائن ۽ دليتن جي لڙائي لڳي. مها مايا
جي ڪرپا سان ديوتائن کٽيو. پوءِ ته اچي ديوتائن ۾ ايمان جاڳيو ۽ چوڻ لڳا، ”اسان ڏاڍا
آهيون، اسان ۾ وڏي طاقت آهي، دليت اسان کي ڇا ڪري سگهندا؟ اسان ۾ عجيب لڪ
آهي ۽ ڪير به اسان جي برابري ڪري نه سگهندو.“

اهڙيءَ طرح سڀ ديوتائون ڏاڍون ۽ لپاڙون هڻندا ٻاڻ ۾ لمڪ ٿيا ڏيڻ لڳا ۽ اها ڪين
خبر ئي ڪانه هئي ته سندن ايمان چور چور ڪرڻ واري شڪتي پيدا ٿي آهي. اتري ۾
هڪ چمڪندڙ ڪرڻ اڏامندو سندن اکين اڳيان ڦرڻ لڳو. اندر کي لوڙس ولي ۽ هن لڌن وارا
ديوتا کي حڪم ڪيو ته هن ڳالهه جو اُلٽ لهڻ ڪري. وايو ديوتا جي پرسان اچڻ تي ان
پهڪندڙ ڪرڻ مان آواز آيو، ”اڙي! تون ڪير آهين؟ ۽ هت ڇو آيو آهين؟“

هو ٻڌي وايو وراڻيو، ”مان وايو ديوتا آهيان. مان ئي سڄي سنسار ۾ سمايل آهيان ۽ سڄي
سنسار کي مان ئي هلائي چلائي سگهان ٿو. ان چمڪندڙ ڪرڻ مان آواز آيو، ”اڙي وايو ديوتا!
حڪلاءِ ۽ ۾ اتروايمان پريل آهي ۽ سڄي سنسار کي هلائڻ جي طاقت رکين ٿو ته هن لڏڙيءَ

ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترن دئيتن مٿان شينهن به اچي ڪاهه ڪيو. باقي جيڪي بچي ويا تن
وچي دئيتراج شنڀ وٽ ڊوڙي آيا ۽ انهن دئيتن جي موت جو پيغام ٻڌايو. هي دکدائڪ
سماچار ٻڌي دئيتراج شنڀ جوش ۾ جڪ کائي ڏند ڪرٽڻ لڳو ۽ هن آهستي آهستي چنڊ،
منڊ، رڪت ٻيج وغيره بهادرن سورمن کي موڪليو جن اچي ديويءَ اڳيان چيو.

**سپ دئيت**- اي سندري! تون جلدي **شنڀ** راجا وٽ هل ۽ هلي پنهنجو پتي سوڪار
ڪري آنند سان حياتي گذار ٻيءَ طرح توکي پنهنجي حياتيءَ تان هٿ کڻڻو پوندو.

**ديوي سرسوتي**- اي دئيتو! پاربرهم مهيشور هرهنڌ حاضر آهي، جنهن کي مان
پنهنجو پتي ڪري چڪي آهيان پوءِ ٻئي پتي ڪرڻ جي ڪهڙي درڪار پيئي آهي. شينهڻ
ڪڏهن گدڙ کي پتي سوڪار نه ڪري سگهندي ۽ هاٿڻيءَ کان گڏه کي ڪڏهن به سگهه
گهرڻ جي همت ڪانه ٿيندي. توهان ناحق موت جي ڇنبي ۾ اچڻ ٿا چاهيو! چڱو ائين
ٿئي جو جلد واپس هليا وڃو.

ديويءَ جي لوش ڀريا ڪندڙ لفظن کي ٻڌي دئيتن چيو، "اسان توکي اڪيلو ڪري
ڇڏي ڏنو آهي ۽ ڪجهه به هٿ نه لاتو آهي باقي جي تنهنجي لڙائي ڪرڻ لاءِ مرضي آهي
ته شينهن تي وڃي تيار ٿيءُ." پوءِ ته لڙائي ڇڙي پيئي، ديويءَ پنهنجي عجيب ليلا سان
چنڊ، منڊ، رڪتبيج وغيره بهادر راڪاسن کي اک ڇنڀ ۾ سرڳ لوڪ اماڻي ڇڏيو.
(هر هر مهاديو شيو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) آڌياءُ ٤٧ سماپت.



## سنگا ۽ سنگاپتيءَ سميت شنڀ ۽ نشنڀ دئيت ڀائرن جو موت

**رشي** - اي راجا! ڏاڍين بهادرن سورهين ۽ سردارن جي موت جو ٻڌي **شنڀ** کي
ڏاڍو ڏک ٿيو. پوءِ سنگائن ۽ سنگاپتين سان گڏجي ٻئي دئيت ڀائر **شنڀ** ۽ **نشنڀ** اٿي
روانا ٿيا. انهن جي پويان ڪيترائي پيدل سپاهي، گهوڙيسوار، هاٿيءَ تي چڙهي لڙندڙ
بانڪا بهادر ۽ تکي تروار ٿيا ۽ جلد ئي اچي اتي پهتا جتي هماليه جي رمڻيڪ گهاٽين
۾ ديوي براجمان هئي. ڪيس ڏسي نشنڀ چيو.

**نشنڀ**- اي مهيشوري! تنهنجي نازڪ بدن تي جيڪڏهن ڪنهن گل جو پن به اڇلائجي
ته ۾ شايد توکي ڏک ۽ درد محسوس ٿئي ڇو جو اهڙي ڪومل بدن ۽ مرڪ اکين واري لاءِ
ڪٺن لڙائيءَ جا ٻول ٻولي رهي آهين.

**ديوي سرسوتي** - اي مورک دئيت! اجايون ڳالهيون ڇڏ ۽ ٻڪ ٻڪ نه ڪر. لڙائي
ڪرڻي اٿيئي ته ڪڙو ٿي اٿ ۽ جي ساهه پيارو اٿيئي ته جنگ جو ميدان ڇڏي پاسو ڪر.
پوءِ ته ٻنهي طرفن کان تيرن جي برسات جاري ٿي وئي. ڪيترا ئي هاٿي ڦٽجي،
چڪرائجي ڪري پيا، ڪيترائي دئيت ناس ٿيڻ لڳا. "شنڀ ۽ نشنڀ" جي رٿ ۽
گهوڙن جا جهنڊا هوا ۾ اڏامڻ لڳا ۽ آخر هڪ ديويءَ جي تيرن ٻاڻ سان "شنڀ" جو پراڻ

ڪس منهنجي پرماڻ جي مهما ٻڌاءِ ۽ ڪس منهنجي ٻل ۽ پراڪرم جو ڏنو ڏيکاري ڪوشش ڪري هيڏانهن ولڻ اچ.

دلمبهه واح شنڀ جي آڳيان ولي هرا سان ڳالهيون ڪندو اچي اُنسي ٻاهر جتي ديوي جڳدمبا وشرڀشوري پنهنجي آنند ۾ ويٺي هئي. ديويءَ ڀرسان راجدوت کي ايندو ڏسي مسڪرائڻ لڳي ۽ راجدوت ادب سان پيش ايندي چوڻ لڳو.

راجدوت - اي ديوي! دلمبهه واح شنڀ پنهنجي اسڪ طاقت ۽ پراڪرم ڪري ٽنهي لوڪن ۾ مشهور آهي. هنگهي هڪ لنڌو پاڻ لڪسب نه آهي. دلمبهه واح شنڀ مونکي هتي موڪليو آهي ۽ هي لکايو آهي. "مان جنگ جي ميدان ۾ اِندر وغيره سڀني ديوتائن کي شڪست ڏني آهي ۽ اُنهن جو سڀ ڌن، مال، رتن ۽ جواهرات وغيره هٿ ڪئي آهي. يڳن ۾ به ديوتائن جو حصو ڪسو الڳ. مون اهو به قبول ڪيو ته تون استرين ۾ رتن جهڙي ڪاڻ آهين تنهنڪري اوير ۽ آنند ڪرڻ لاءِ مونکي ۽ منهنجي پاءُ ڪسي پنهنجو پتي قبول ڪندي آهي اچ."

راجدوت جهڙي مک مان دلمتراج شنڀ جو ابابر ٻڌي پرڪاسڪ ڀڳوان جهڙي اراڻ - وليا مهاماتا ديوي سرسوتي هن طرح چيو.

ديوي سرسوتي - اي دوتمه اُن سچ چيئي لو ۽ تنهنجي چوڻ ۾ ذرو نه شڪ آهي پر مان اڳ ۾ ئي پرتگيا ڪري چڪي آهيان سا تون ٻڌ. جو منهنجو گهمنڊ دور ڪندو، جو مونکي جنگ ۾ جيتيندو، تنهن کي ئي مان پنهنجو پتي سويڪار ڪري سگهندس. هيءَ منهنجي اٽل پرتگيا آهي. تون هيشر منهنجي اها حقيقت شنڀ ۽ نشنڀ وٽ وڃي ٻڌاءِ ۽ پوءِ ڪيئن جيئن وڻي تيئن ڪري سگهن ٿا.

راجدوت سگريو ديويءَ جي سموري ڳالهه اچي پنهنجي راجا شنڀ سان ڪئي جنهنکي هڪدم ملپان لڳي ۽ بهادرن ۾ سرشٽ ڌومراکه (ڌومرلوچن) کي گهرائي چيائين.

راجا شنڀ - اي ڌومراکه! هماله پربت جي رمڻيڪ گهاٽين ۾ هڪ سندر عورت رهي ٿي، جنهن کي پنهنجي سندرتا تي غرور آهي سو تون جلد وڃي هن کي ڪنهن به طرح هٿ ولي اچ. ياد رک! جيڪڏهن لڙائي ڪرڻي پوي ته به پنهنجو پير پٺتي نه هٽائج.

دلمبهه واح شنڀ جي آڳيان ولي اک ڇنڀ ۾ اُتي ٻاهر جتي ڀڳواتي سرسوتي براجمان هئي ۽ کيس ڏسي ڌومراکه چيو.

ڌومراکه - اي سندري! دلمبهه واح شنڀ توکي گهرايو آهي. تون هڪدم هل، نه ته هن طرح پنهنجي حياتيءَ جو خير نه سمجهه، جو مونسان گڏ سٺ هزار دلمن جي سينا آهي.

ديوي سرسوتي - اي بهادر! ياد رک ته لڙائي ڪالسواءِ منهنجو اُنسي هلڻ ناممڪن آهي. منهنجو هيءُ قول آهي.

ديويءَ جي اهي چوڻ تي ڌومرلوچن هڪدم حملي ڪرڻ جي ڪوشش تي مس ڪئي ته ديويءَ "هون" شبد اچارڻ ڪرڻ سان ئي ڪيس ڀسم ڪري ڇڏيو ۽ تنهن ڏينهن کان وٺي ديوي ڌوماوتي ڪوٺجڻ ۾ آئي. پوءِ ته اک ڇنڀ ۾ ديويءَ ڪيترن ئي دلمن جو سنگهار

لي سيني ڀڳتن جي ڀيڙي ڪرڻ واري اما ديويءَ جي اڳيان استتي ڪرڻ لڳا.

**سڀ ديوتائون** - اي مهيشوري درگا! توهان جي جيءِ، ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ واري! توهان جي جيءِ، ٽنهي لوڪن جي رکيا ڪرڻ واري! توهان جي جيءِ، اسان جي وار وار نمسڪار آهي. توهان ئي مڪتي پردان ڪندڙ ديوي انبا آهيو، توهان ئي سيني جي پيدا ڪرڻ وارا، پالڻ وارا ۽ سنگهار ڪندڙ آهيو. اي ڪالڪا - نمسڪار، اي تارا نمسڪار، اي ڇنمستا - نمسڪار، اي شري وديا - نمسڪار، اي ڀيرو روپڻي - نمسڪار، توهان جا اُنيڪ نالا آهن ۽ اسان جي وار وار نمسڪار آهي. ڀڳلامکي، ڌوماوتي، ترپور سندري، ماتنگي، اجتا، وجيا، جيا، منگلا ۽ اي وندني! اسان جي نمسڪار، اي ڪامدا، اپراجتا، مها وديا، رودراڻي، ويدن جي ڄاڻڻ واري، اننت ڪروڙ برهمانڊ جي پالڻ واري! اسان جي وار وار نمسڪار آهي.

ديوتائن جي اهڙيءَ طرح استتي ڪرڻ تي وردان ڏيڻ واري، ڪلياڻ روپ واري، اما ديويءَ خوش ٿي پرگهٽ ٿي چيو، ”اي ديوتائو! توهان ڪهڙي استتي ڪري رهيا آهيو؟“ اهڙيءَ طرح چوندي اما ديويءَ جي بدن مان هڪ ڪماري (ڇوڪري) اُڀري نڪتي ۽ اما ديويءَ اڳيان نمرتا سان ٻڌڻ لڳي، ”اي ماتا! هي سڀ سرڳ جي سک وڃائڻ وارا ديوتائون ٻن دئيت ڀائرن شمڀ ۽ نشمڀ جي ظلمي راڄ کان تنگ آيل آهن. هنن مونکي پڪاريو آهي.“ اما ديوي انتر ڌيان ٿي وئي ۽ ان جي بدن مان نڪتل روپ ۾ ڪماري گهڻن ئي نالن سان سڏجي وئي جي آهن:- ڪوشڪي، اگر تارا، مهوگر تارا ۽ ماتنگي وغيره. ڪماريءَ ديوتائن کي آٿت ڏيندي چيو، ”اي ديوتائو! توهان ڪنهن به قسم جو خيال نه ڪريو. مان ٻنهي ڪنهن جي به مدد ۽ سهائتا وٺڻ جي توهان جو ڪم پورو ڪري ڇڏيندس.“ ائين چئي ڪماري انتر ڌيان (غائب) ٿي وئي.

هڪڙي ڏينهن شمڀ ۽ نشمڀ دئيت ڀائرن جي ٻن بهادر سيوڪن (جاسوسن) چنڊ ۽ منڊ نالي وارن ديويءَ ڪماري سرسوتيءَ کي هماليه پهاڙن جي رمڻيڪ گهاٽين ۾ ڏٺو. سندر سروپ ڏسي اهڙا ته موهجي ويا جو ديويءَ ڏانهن لاءِ سڌ ٻڌ وڃائي ڌرام ڌاري ڀريءَ تي ڪري پيا. ديويءَ ڏانهن ڪاهڙ جيڪي ساماهن ۾ آيا ٿي هن پنهنجي راجا وٽ پهتا ۽ هن موهڻيءَ مورت بابت هن طرح چوڻ شروع ڪيائون.

**چنڊ ۽ منڊ** - اي مهاراج! اسان اڄ هڪ ڏاڍي موهڻي مورت ۽ سهڻي صورت ڏٺي آهي جا هماليه جي سندر رمڻيڪ گهاٽين ۾ رهي ٿي ۽ شينهن تي سواري ڪري ٿي.

چنڊ ۽ منڊ ٻن جاسوسن جي ڳالهه ٻڌي ڪري شمڀ دئيتن جو راجا سموري حقيقت سمجهي ويو ۽ سگريو نالي بهادر کي گهرائي کيس راجدوت (قاصد) ڪري ديويءَ ڏانهن موڪليائين ۽ چيائين.

**راجا شمڀ** - اي بهادر! هماليه ۾ اُتي سندرتا واري هڪ سندري رهي ٿي اُن وٽ

رشي ميڌا - اي راجن! جڏهن سارو جڳ جل مه ۾ ٻڏل هو ۽ پرميشور وشنو ، پنهنجي شيش ناڳ جي سيج تي ستل هو ته ڀڳوان وشنو جي ڪن جي ميل (گند) مان ٻه دئيت اُٿي پيا. جي پرٿوي تي مڌو ۽ ڪئيٽڀ نالي سان ڄاڻ ۾ آيا. ٻئي راڪاس وڏي ڏيل (بدن) وارا پرلئه ڪال جي سورج سمان چمڪندڙ ۽ هيبتناڪ هئا. هنن راڪاسن جا وات وڏا، اکيون ڳاڙهيون ۽ منهن جهڙي ڀيانڪ هئا ، نهايت ڀيانڪ هئي جو سمورو سنسار کي کائي ڇڏڻ لاءِ تيار بيٺا هئا.

ڀڳوان وشنو جي نابي (دُن) مان نڪتل ڪمل ۾ ويٺل برهما کي انهن راڪاسن ڏسي اُٺي ڪري چيو، "اُٺي! تون ڪير آهين؟" برهما جڏهن ڏٺو ته هي ٻئي دئيت مون تي حملو ڪرڻ ٿا چاهين ۽ ڀڳوان وشنو جل ۾ آرامي آهي ، تڏهن هن پرميشوريءَ ديويءَ جي استتي ۽ پرارٿنا ڪئي. "اي امبڪا! تون هنن ٻنهي دئيتن کي موهه ڪر ۽ ايراڻ ڀڳوان وشنو کي ٻه جاڳاءِ.

اهڙي طرح مڌو ڪئيٽڀ دئيتن کي ناس ڪرڻ لاءِ برهما جي ڪمل پرارٿنا تي سڀني وديائن جي ديوي مها وديا ڦڳڻ سڌي پارس ڏيهن موهڻي شڪتيءَ جي روپ ۾ مهاڪالي نالي سان پرگهٽ ٿي. آن ڪان پوءِ آڪاش واڻي ٿي، "اي ڪمل جي آسڻ تي ويٺل وارا برهما! اڄ تي مڌو ۽ ڪئيٽڀ کي ماري تنهنجي اڳيان ڪندي (ولدڪ) کي ناس ڪندس." انهن چئي ڪري مهامايا شري هريءَ (وشنو) جي اکين ۽ منهن مان نڪري ڪري ڄڃهن روپ ڏاري پرگهٽ ٿي برهما جي اڳيان ڪڙي اچي رهي. پوءِ تنهن هري (وشنو) جاڳندي ٻه جاڳي پيو جڏهن پنهنجي سامهون ٻنهي دئيتن کي ڏٺو، جلد ٻنهي دئيتن ۽ وشنو ڀڳوان وچ لڙائي شروع ٿي ويئي. لڙائيءَ جڏهن ڪافي عرصو ورتو ته مها مايا جي پرڀاءُ سان ٻئي راڪاس موهجي ڪري ڀڳوان وشنو اڳيان اچي چوڻ لڳا. "اي هري! توهان اسان کان من واڇيل ور گهري سگهو ٿا."

ڀڳوان وشنو - اي دئيتو! توهان جيڪڏهن مون سان خوش آهيو ته منهنجي هٿان مرڻ قبول ڪريو. اهڙو ور ڏيو ، ٻيو ڪجهه ٻه نه گهرجي.

اهو ٻڌي ڪري دئيتن اهو ته ٺيڪ ڏٺا پر پوءِ سڄيءَ پرٿويءَ کي جل ۾ ٻڏل ۽ چوگرد جل مه ڏسي ڪري وشنو ڀڳوان کي چوڻ لڳا. "اي هري پرڀو! اسان ٻنهي کي اهڙي جڳهه تي مارو جتي جل سان آلي ڌرتي نه هجي." پوءِ ڀڳوان وشنو پنهنجي جنگهه تي ٻنهي راڪاسن جون مٿاليون سدرشن چڪر سان سندن ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيون.

اهڙي طرح مهاڪاليءَ جو جنم ليو جا اُروڪار ۽ لراڪار هوندي ٻه ديوتائن جي دکن جي دور ڪرڻ لاءِ ٻيهر ساڪار روپ وٺي پرگهٽ ٿي ٿي. هنن روپ ولڻ هنجي مرضيءَ تي ڇڏيل ۽ پنهنجي ليکي تڏهن پرگهٽ ٿي ٿي جڏهن ڀڳت سڄڻ ڪُن جي استتي ڪندا ۽ سندس مدد لاءِ پرارٿنا ڪن ٿا. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) امسا سنگهتا (٥) اڌياءُ ٢٨-٣٥ سماپت.

برابر مهان تيجسوي راجا سرٿ پرٿويءَ تي راڄ ڪرڻ لڳو هڪ دفعي ۹ راجائن پاڻ ۾ ملي
سرٿ جي راڄڌانيءَ ڪولا پوريءَ تي ڪاهه ڪري چئني طرفن کان گهيرو ڪيائون ۽ مها
ڀاري لڙائيءَ ۾ سرٿ راجا جي لشڪر کي شڪست ڏنائون. ڪولا پوريءَ مان راجا کي
ڀڄائي ڪڍيائون. سرٿ راجا باقي اڪيلو رهيو، جنهن سان گڏ سرٿ راجا باقي اڪيل اوري لشڪر سان اچي
هڪاليو ويو. منترين ۽ صلاحڪارن سان گڏ سرٿ راجا باقي اڪيل اوري لشڪر سان اچي
پهتي ٿي شهر ۾ پناهه ورتي. دشمن کي جڏهن خبر پيئي تڏهن وري جهجهو مال ۽
خزانو، سون رپو ۽ جواهرات لٽ ڦر ڪرڻ لاءِ آئي ۽ اچي پهتا. پوءِ ته راجا جا وزير ۽
صلاڪار به ڦري ويا ۽ راجا سرٿ کي خالي هٿين پنهنجو سر اچائي رالو واهه نڪري ويو.
گهوڙي تي چڙهي راجا سرٿ اچي گهاٽي جهنگل ۾ پهتو ۽ سندر قلواڙيءَ ۽ باغيچي اندر
سرڀشٽ مني ميڌا جو ڪيس آشرم ڏسڻ ۾ آيو. ڏاڍو وڻندڙ نظارو هو جتي ميڌا رشيءَ
جي پرڀاءُ سان شڪاري، گهروءِ زهري جانور پنهنجو جاتي ڄم کان وير وروڌ ڇڏي پريم
پاڻ سان رهندا هئا. شينهن ۽ ڪانءِ چٽڪ گڏ هڪ گهاٽ تي پاڻي ٿي پيئو ۽ نانگ ۽ ڪوئي
ڀاڻ ۾ لڪ چپ راند ٿي ڪئي. ميڌا رشيءَ جا شش ۽ چيلا ويدن جون رچنائون (منتر)
آنند سان اچارڻ ڪري رهيا هئا. راجا آشرم اندر داخل ٿيو ۽ رشيءَ سندس خوب ستڪار
ڪيو. راجا موهه ۽ چنتا ۾ غلطان ٿيڻ لڳو ته اتي ۾ سماڌي نالي هڪ ولش به آشرم ۾
اندر آيو. سماڌي ولش ڏنوان ڪل ۾ اڳين ٿيل هو ۽ جهجهي مال، ملڪيت ۽ جواهرات
وغيره هٿ اچڻ لئي سندس پٽن ۽ استريءَ کيس گهر مان هڪالي ڪيو. هيڏانهن راجا
مان نيڪالي مليل راجا سرٿ ۽ هوڏانهن گهر ٻار ۾ نيڪالي مليل سماڌي ولش، سر ٻئي
هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي.
اچي رشي ميڌا جي اڳيان اچي هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي.
راجا سرٿ- اي مهاراج! توهان ڪرپا ڪري اسان ٻنهي جي شنڪا دور ڪريو. مولڪي
راڄ لڪشميءَ ليائي ڪيو آهي ۽ مون هن گهاٽي جهنگل ۾ توهان جي شرن اچي ورتي
آهي پر مولڪي سنتوش ڪونه آهي ۽ هن سماڌي ولش کي گهر لڪشميءَ (گهر ٻار
ڪيئي چڏيو آهي ته به هن جو گهر ٻارن ۽ استريءَ ۾ موهه اڃا آهي. هاڻي ڪي
ڪري پڌارو ڪارڻ ڪهڙو؟
رشي ميڌا- اي راجن! سدائين شڪتي روپ واري جڳدمبا، مهامايا چٽي وٽي آهي
اها ئي مها مايا سڀني جي من کي ڪيئي موهه ۾ وجهي ڇڏي ٿي.
اي راجن! ان مها مايا جي اثر هيٺ موهه ٿيڻ ڪري برهما وغيره سب ديوتائون
اصل انتو ڪي نه ٿا حاصل ڪري سگهن، پوءِ باقي عام ماڻهن جي جاڻ جي ڪهڙي
ڪڇي. ايشوري دائي وقت الوسار سمورڻ سرشٽيءَ ۾ پيدائش، پالنا ۽ سنگهار ڪ
ٿي. رجو، تمو ۽ ستو گڻ به ان ۾ ئي سمايل آهن. هيءَ دائي جڏهن ٿي راضي ٿئي
بس! سوائي مايا موهه کان ڇوٽل رهي ٿو.
راجا سرٿ- اي مني! سب کي موهي رکڻ واري دائي ڪير آهي؟ ڪهڙي
سندس جنم ٿيو؟ ڪرپا ڪري اسانکي چٽيءَ طرح سمجهايو.

اهي ۽ وچن ٻڌي مکر پرتاپار ڪندڙ جوڳي شو-ڀڳت کي ٻڌائڻ کان پوءِ ووي واپس ڪرڻ لڳا مُڙي.
اي ديوي! پاروتيءَ ٿي من کي وس ۾ ڪري سڌو ٿي ڪري آسڻ تي ويهڻ لڳي .
هٿ جوڙي جيئن جي جهپ لاءِ آهستي آهستي وايو سان ساهه کڻي . اهڙي ڪرڻ سان
ناڙين جي وچ جيئڻ پردان ڪندڙ پرڻن پيدا ٿيڻ لڳو . جوڳي اندر سواد واري جنم-
مرڻ جي ڏک کان مڪتي حاصل ڪري ۽ سدا (امرت) ڪسي ئي ڪري شو-ڀڳت کي
حاصل ڪري ٿو . (هر هر مها ديو شنڀو . ڪاشي وشوناٿ گنگي ) اما سنگهتا (٥) اڌياءُ
٢٧ سمپورڻ .



## ڀڳوتيءَ اما جو ڪاليءَ جو اوتار ڌارڻ ڪرڻ .
## سماڌي ۾ سرت جو ميڌا رشيءَ کان گيان،
## مڌو ۽ ڪيٽڀ دئيتن کي مارڻ .

ٻڌي ڪالمرو جاپا پرش ٻاڻ، دليا جي پيدا ٿيڻ ٻاڻ، ڪشيپ ڙالش ٻاڻ، منوءَ جي ذاتي ٻاڻ، سمو برهه ڙالش ٻاڻ پتري ڪلپ ٻاڻ، ويد وياس وغيره اهي ڪٿائون ٻڌڻ کان پوءِ سڀني رشين گڏجي ڪري ڏاڍيءَ نمرتا سان سوتجي مهراج کي چيو.

سيٺي رشي- اي سوتجي مهراج! ديوي جگت جننيءَ ڀڳوتيءَ جا مهيشور جي سڀاڻي شڪتي اما آهي جنهن جا ٻه اوتار مکيه آهن جنهن ۾ پراڻن دکيو. ڪيئا ستي ۽ پاربتي هماچل. ڪيئا پاروتي ٻڌي ٻيا ڪوڙا اوتار ڌارڻ ڪيا آهن تن مان مکيه اوتارن جو ورڻن اسان ٻڌڻ چاهيون ٿا. ڪرپا ڪري اسان کي ٻڌائڻ ڪريو.

سوتجي مهراج - اي رشيو! توهان سڀ سچ پچ ڌنيه آهيو جو اما ديويءَ (جگدمبا) جو مهان چرتر پڇي رهيا آهيو. هن ڪٿا کي جيڪي ٻڌن ٿا تنهن جي "منيءَ اسان (عزت) ٿئي آهي" يعني اهي جي ٻين جي منيءَ کي ٻيرن جي منيءَ جهتريءَ عزت سان رشي مني وغيره ڏسندا آهن. جيڪي ديويءَ جي اُستتيءَ کي عزت جي نظر سان ٿا ڏسن سي گهور اسيد ڪرپ ۾ پيا آهن، مايا جسي موهه ۾ غلطان آهن ۽ ڪڏهن به مڪتيءَ جا مستحق (لائق) نه آهن. جيڪو اما ديويءَ کي جڏي هن ديوتائن جي اوت ورڻ جي ڪوشش ڪري ٿو سو جڏهن گنگا نديءَ کي جڏي مرو پربتءَ (ريگستان) ڏانهن وهائڻ لاءِ ڊوڙي ٿو. جنهن ديويءَ اما جي سمرڻ ماتر سان ڌرم، اُرٿ، ڪام موکش جي پراپتي ٿيندي تنهن جي آراڌنا سوپشٽ ماڻهو وساري سگهي ٿو؟

پراچين ڪال جي ڳالهه آهي ته سواروچش منو- ٿيو سمي ۾ ورٿ ٿالي سان هڪ مشهور راجا هو. هتر تمام شڪتي شالي، بهادر، هوشيار، مهاداني، ستيوادي، ڌرمي ودوان، ديوي ڀڳت، داتار ۽ رعيت کي بلڪل سکي رکڻ وارو سرٿ ٿالي بت هو. اندر جهڙو

ڇڙنڪارو پائي ٿو. اڀياس ڪندي ٻاهريون آواز نه ٻڌندي اندريون انحد آواز جنهن
مول ڪمن کي ٻڌڻ ۾ ايندو تڏهن ئي مرتيوءَ تي جيت سمجهڻ گهرجي. اي ديوي! مٿين
۹ قسمن جي آوازن جو حقيقي روپ توکي ٻڌايان ٿو. پهريان قسم جو آواز ٻا گرجنا آتم شڌيءَ
جو سادن ٻا ذريعو آهي. ٻئي قسم جو جهانجهه جو آواز ڀوتن ۽ گرهن کي وس ۾ ڪندو
آهي. ٽئين قسم جي آواز سان دشمن کي پنهنجي هٿ ۾ رکي سگهبو. چوٿين قسم جو
گهنڊين گهڙيالن جو آواز جڳت شنڪر پاڻ اچارڻ ڪري رهيو آهي. پنجين قسم جو آواز
ديوتائن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو باقي ماڻهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي. يکين ۽ گندرون
جون ڪنيائون هن آواز تي ڇڪجي رشين ۽ منين کي سڌي (ڪاميابي) ڏيڻ لاءِ تيار
رهنديون آهن. پنجون آواز ويڻا جو آهي جو يوڳي اندر ۾ هردم ٻڌڻ لا. ٻسريءَ جي آواز
ٿي سمورڻ تت جو گيان ٿي وڃي ٿو. دنديءَ جي چنتن ڪرڻ سان ساڌڪ کي موت جو
ڊپ ڪونه ٿو ٿئي. اٺين ناد جي آواز سان پنهنجي اچا انوسار روپ ڌارڻ جي شڪتي
ملي ٿي. ميگهه ناد ٻڌڻ سان دک ۽ مصيبت جي مهاڏي اڏڻ لاءِ يوڳي للڪار ڪري ٿو ۽
پره ساڪيات پاڻ شو (ڪلياڻ ڪندڙ) بڻجي پوي ٿو. (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي وشوناٿ
گنگي) اُما سنگهتا (٥) اَڌيا ٢٦ سماپت.

## امر پد حاصل ڪرڻ - پراڻايام، اکين جي مٿان ڀرن جي وچ ۾ ڌيان، هوا جو وات سان ڪٽڻ ۽ زبان کي ٻٽو ڪري گلي سان لڳائڻ وغيره جا ذريعا.

**پاروتي** - اي پرڀو! يوڳي جيڪو وايو - پد پراپت ڪن ٿا سو مونکي ڪرپا ڪري
ڪري سمجهايو.

**ڀڳوان شنڪر** - اي ديوي! يوڳي ماڻهو پراڻايام ڪندو آهي جنهن سان اٺ مهيني ۾
ايندڙ ڪال ۽ موت تي جيت پائي سگهجي آهي. هردي ۾ ويٺل پراڻ وايو ڪرمانش (اگنيءَ)
کي قائم رکي ٿي. اِها هوا اندر ۽ ٻاهر هر هنڌ حاضر آهي. گيان، وگيان ۽ اُساهه مڙئي
ڳالهيون وايوءَ جي ذريعي ٿينديون آهن. جنهن وايوءَ کي جيتيو تنهن ڄڻڪ جڳ جيتيو.
ساڌڪ کي کپي ته ٻڌائي ۽ مرتيوءَ تي جيت ڪرڻ جي ڌارڻا (اچا) هردم پنهنجي
هردي ۾ رکي. يوڳ ۾ لڳل يوڳيءَ کي ڌارڻا ۽ ڌيان ۾ پليءَ پاسي تيار رهڻ گهرجي.
جهڙيءَ طرح لوهار وات جي ڌوڪڻيءَ ذريعي هوا پنهنجي ٻاهر. جي ٻئي تياني پنهنجي
ڪم جي پوراڻي ڪري ٿو تهڙيءَ طرح پراڻايام جو اڀياس ڪرڻ گهرجي. پراڻايام جي وقت
ان پوڄڻ لائق سوامي پربرهم جو ڌيان ڪرڻ گهرجي جنهن کي هزارين مستڪ، نيتر،
پير ۽ هٿ آهن. پراڻايام جي شروعات ۾، وچ ۾، پڄاڙيءَ ۾ گائتريءَ جو ٣ دفعا اچار
ڪجي. "پراڻ" (ساهه) جي "آيام" (اچڻ ۽ وڃڻ) کي پراڻايام چئجي ٿو. چندرما ۽ سور

## شبد برهم

ديوي پاروتي - اي پراڻناٿ! ڪال تمام ڀيانڪر آهي، ۽ سوامي! توهان جو ڪال کي ماپڻ ڪري چئبو هو ۽ هن وري وري استوتي ۽ پراڻن سان توهان کي واقف ڪيو هو جنهن لاءِ توهان ڪيس چيو هو، ”اي ڪال! تون ڪنهن جي لاءِ به ويندين مگر ماڻهو توکي ڏسي نه سگهندا.“ توهان جي ڪرپا سان وري ڪال جيئرو جاڳندو آهي ۽ اڄ به اوڏاري سنسار ۾ آهي. اي مهيشور! ڪوئي اهڙو سادن آهي جنهن سان ڪال ڪنهن به جيتي سگهجي آهي؟ ڪرپا ڪري ضرور ٻڌايو جو توهان جوڳين جا شرومڻي آهيو ۽ سولتر پرڀو آهيو ۽ توهان پر اپڪار لاءِ ئي سنسار ڌارڻ ڪيو آهي.

ڀڳوان شنڪر - اي پياري! سرشٽ ديوتائون، دئيت، يڪش، راڪاس، ناگ وغيره ڪنهن کان ڪال ڪونه جيتي سگهندو. ڪال ڏاڍو زبردست آهي مگر اي پياري! جوڳي ڀيچي جوڳ ۽ وچار سان ڪال کي به جيتي سگهندو. هيءُ ٻئي پنجن تتن جو ٺهيل آهي جي آهن - پرٿوي (مٽي)، آپ (پاڻي)، تيج (گرمي)، وايو، آڪاش (پولاڻ). جوڳي وري انهن جي تتن کي ڄاڻي ٿو جي آهن، شبد (آواز)، سپرش (ڇهڻ)، روپ (رنگ ۽ شڪل)، رس (چکڻ يا آنند)، گنڌ (خوشبوءِ يا بوءِ) جوڳي ماڻهو انهن کي تياڳ ڪري ٿو. جوڳي ڀيچي آهي ليسي واهي اڀياس تو ڪري. پراڻايام (اک وٽي ساهه کڻڻ) لسو چاڙهي ساڃهيءَ جي وقت ۾ جوڳي ڏيڍ کل ڪري ٻتي وساري ڪري) ڏسڻي اگر ڀيچي ڪنهن ۾ وڃي اڪيلس ۾ ٻن ڪوڙين لاءِ شبد برهم جو مزو ٿو وٺي. اهڙيءَ طرح اڀياس ڪندي ڪندي جوڳي شبد - برهم ڄاڻي ڪال تي جيت پالي ٿو ۽ ٻاهي ماڻهو مرت جي ڦندي ۾ ڦاٿل ئي رهي ٿو. انسان ليستائين جنم وٺي ٿو ۽ جنم وٺي مري ٿو جيستائين هن کي شبد برهم جي اروي ڄاڻ ڪانه آهي. پر تتن جي گيان اڳيان ڪالهوءَ ماڻهو جنم ۽ مرڻ جي دک کان مٿي چڙهي ويندو. لهه ۽ سستي پرم پد جي حاصلات ۾ بلڪل وڏا دشمن آهن. اهڙيءَ طرح اڀياس ڪرڻ سان ۱۰۰ ورهيه عمر تي وڃي نه پوءِ ڪال تي جيت تي سمجهجي شبد برهم جي گرلها ۾ ٻين کي اڀياس ڪندي ڪندي شڪتي ملي ٿي ٻاقي جوان جي ڪوڙي پالهه ڪجي. شبد برهم ”نه اولڪار آهي، نه منتر آهي، نه اکر آهي، نه بيج منتر آهي پر هڪ - انحد آواز آهي“ جنهن جو ٻيا شبد جي اچارڻ ئي سگهي ٿو، ٻيا مورتيءَ جي چيتن ئي سگهي ٿو ۽ ٻيا گيان جي ڄاڻ ٻنجي سگهي ٿي. ۹ قسمن جا آواز چيا ويا آهن. ۱. گرجنا جو آواز، ۲. جهالڙ يا ڪرتال جو آواز، ۳. شرنگ يا سنگهن ۽ نرگهن جو آواز، ۴. گهنٽن ۽ گهڙيالن جو آواز، ۵. وينا يا مڌر سازن جو آواز، ۶. ٻنسريءَ يا مرليءَ جو آواز، ۷. داد ني يا نقارن ۽ دهلن جو آواز، ۸. شنک يا ناد جو آواز، ۹. ميگهه يعني ٻندڙي بادل جي گجگوڙ. انهن سڀني آوازن کي تياڳ ڪري انحد آواز ۾ من کي جوڳي لڳائي ”ٽڪڪا.“ شبد جو اڀياس ٿو ڪري اهڙيءَ طرح من کي لڳائيندڙ عقل پرڀي ٻاهن کان

ٻاهي ماڻهو تمام ڏکن ۾ ڏکي ٿيا وڃڻا آهن. جيڪو ڪُوڙي شاهدي ڏيئي ٿو تنهن کي نرڪ ۾ واسو ملي ٿو.

جيڪو ڪوٽ ۾ ٻار جي هتيا ڪري ٿو، سون جي چوري ڪري ٿو، ڳئون کي ڪَرَس ڳئو ۾ بند ڪري ٿو، وشواس گهات ڪري ٿو، شرابي، برهم هتيارو آهي، ٻئي جي ملڪيت کي چوري ڪرڻ يا جو مدد ڪرڻ سو به ڪمڀي نرڪ ۾ ٻوڙجي. جيڪو گروءَ کي ماري ٿو، ڀيڻ، مائٽ، ڌيءَ ۽ ڌيءَ کي ماري ٿو يا سنيءَ چال واريءَ استريءَ کي وڪڻي ٿو، حد کان وڌيڪ وياج وٺي ٿو، ويدن جو وڪرو ڪري ٿو وغيره سڀ لوڻ ناليءَ نرڪ ۾ ٻوڙجن. جو مريادا کي اُولنگهي ڏيوتا، براهمڻ، گرو ۽ وڏن سان ويرُ رکندو آهي، ڪين ڪوڙ جو وشواس ۾ ملاوٽ ڪندو آهي تنهن جو ڪرهي - پکيءَ نرڪ ۾ واسو ٿيندو آهي. جيڪي اُتي، ڏيوتائن ۽ مهمانن کي ڀوڄن ڏيڻ کان سواءِ کاڌو کائيندو آهي سو لالا - پکيءَ نرڪ ۾ ٻوڙبو آهي. سو هسا وارن هٿيارن کي ٺاهيندو آهي، يا براهمڻ ٿي ڪري اُسس دان گرهڻ ڪندو آهي يا جيڪو اڻ لائق ٻڪيءَ ڪرائيندڙن کان ٻڪيه ڪرائيندو آهي، يا جيڪو اُسي ڪائڻ لائق ڪائڻ جا پدارٿ (ماس- مدرا وغيره) کائيندو ۽ پيئندو آهي رڌرڦوگهه نرڪ ۾ وڃبو آهي. جيڪو جوائي، ڏيوتائن جي وس ۾ اچي جل ڪمت لي گذران ڪندو آهي ۽ عام ماڻهن کي لڪڻ شروع ڪندو آهي يا غير واجبي وقت ڏسي غير واجبي رسم جو ڪاٽو وٺڻ جو ڪرتيم ناليءَ نرڪ ۾ ٻوڙي ٿو. جيڪو ٻيا ڪنهن سبب جي وڻن کي ڪٽي ٻين جي اُکون کي برباد ڪري ٿو سو آسي - پتر ناليءَ نرڪ ۾ وڃي ٿو. جيڪو رڍن، ۽ ٻڪرين وغيره جانورن جو وڪرو يا ڪَرس ڪري وڪڻي ٿو يا بد چال ڦرهڻ، ڪتري ٻيا وٺي وڃي ٿو - چوالا ناليءَ نرڪ ۾ ڏک ۽ سور سهي ٿو. جيڪو انسان ورت ۽ اُپر لٿو وڪي ۽ گرهست ۽ وان پرست وغيره آشرم ڌرم سان لٿو ٻاهي سو سلسش ناليءَ نرڪ ۾ وڃي ٿو. جيڪو برهم چاري ٿي ڪري ٻهتين لمن ٿي اروز ڪرڻ لڙ رهي يا جيڪو ٻهڄي ٻيڊ ڪسان وديا پڙهي ٿو سو شؤ - ڀوڄن ناليءَ نرڪ ۾ واسو ڪري ٿو اهڙي طرح انيڪ خراب ڪرمن ڪري انيڪ نرڪن ۾ ڏک سور ڀوڳيا پون ٿا، اُهو نرڪ اهڙي ٿو، گرمي ۽ سردي سهڻي پوي ٿي ۽ انت ۾ جنمن، ٻاهي، جي جيوڙن ۽ جانورن، پکين ۽ ڀڃن ۽ اڃاڙيءَ ۾ ماڻهن جي جوڻ ملي ٿي ۽ پوءِ مهاتمائن سادن ۽ ڏيوتائن جي جوڻ حاصل ڪري انت ۾ شو پد حاصل ڪندو. پر عيني ٻاهي تان جهرڪاڙو ڪيئن ٿئي ۽ نرڪن مان انڪري ووي اُوليءَ واري جوڻ ڪيئن ملي تنهن لاءِ پڄاءِ (پراشچت) ڪرڻ ۽ شؤنام سمرن ڪرڻ ئي هڪ اُڻ تر اُپاءِ آهي. صورج، سنڌيا، رات، منجهند ۽ اڌ رات جنهن مهل مرضي ملي "اوم نمه شوايه" واسه سان اُچارڻ گهرجي. "جيءِ - شنڪر" جوڻ سان پاپ جلدي اڳيءَ ۾ ٻرڻ ٿي وڃن ٿا. جنهن هر من شنڪر جي سمرڻ، ڌيان ۽ اُچارڻ ۾ لڳل آهي تنهن جي لاءِ نرڪ ۽ سرگ جي دروازي ۾ جلدي ڳالهه لڳي لٺي نه اچڻي، ڇو- ڪيئن لاءِ ڏکي پڌري مڪر لسي

ڀڳتيءَ کي ڌارڻ ڪري ورتو آهي تنهنڪري تپ ئي پرم ڌن آهي. (هر هر مها ديو شنڀو-
ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اڌياءُ ١٢ سماپت.



## ويد ۽ پراڻ جي اڀياس ۽ انيڪ پرڪارن جي دان جي مهما، پاپن جي ڪري نرڪ ۾ پوڻ ۽ پاپن جي لاءِ سڀني کان اُتم پرائشچت آهي شو-سمرڻ.

سنتڪمار- اي مني وياس! تپ ڪرڻ ۽ ويدن جي رچنائن جو اڀياس ڪرڻ کان ئي ڀلو آهي. سرشٽ براهمڻ کي جيترو ويد اڀياس ۾ ڦل ملندو تنهن کان وڌيڪ ويد جي پڙهائڻ ۾ ڦل ملي ٿو. جهڙيءَ طرح سورج ۽ چندرما ڪانسواءِ سنسار ۾ اندڪار آهي تهڙيءَ طرح پراڻن ڪانسواءِ گيان ۽ وگيان ۾ به اندڪار آهي. پراڻن جي ڄاڻڻ وارن براهمڻن کي دان ڪرڻ سان ئي پرم گتي ملي ٿي. جو سپاتر براهمڻ کي ڳاءِ، ڳئون، رٿ، هاٿي، گهوڙا دان ڪري ٿو تنهن کي اشومير يگيه جو ڦل پراپت ٿئي ٿو.

اي مني! جو انسان ڀڳوان شنڪر جي ڪٿا ٻڌي ٿو سو پاپن جي جهنگل کي جلائي سگهي ٿو جيڪو هڪ گهڙي، اڌ گهڙي يا اڌ گهڙي وقت شو نام سمرڻ ڪري ٿو تنهنجي ڪڏهن به درگتي ڪانه ٿي ٿئي. سڀني دانن، يا سڀني يگين جي ڪرڻ ۾ جيترو ڦل ملندو اوترو ئي شو پراڻ جي ٻڌڻ سان ملندو ۽ خاص ڪري ڪاجڳ ۾ شريمد شو پراڻ جي ٻڌڻ کان وڌيڪ ڪوئي سرشٽ اپاءُ ڪونه آهي. شريمد شو پراڻ جو ٻڌڻ، شو-نام ڪيرتن انسان لاءِ ڪلپ ورڪش جي برابر آهي. جيترو ڦل تيرٿن سان، دان ڪرڻ سان، يگيه ڪرڻ سان ملي ٿو اوترو ئي ڦل شريمد شو پراڻ جي ٻڌڻ سان ملندو.

سپاتر براهمڻن ۽ ماڻهن کي دان ڏيڻ گهرجي. سون دان، ڳئو دان، ۽ ڳاءِ دان- اهي دان اُتم چيا ويا آهن ۽ انهن سان ماڻهو پاپن کان ڇٽي وڃيٿو.

وديا-دان جي ان کان به وڌيڪ مهما آهي، روز ڪير ڏيندڙ ڳئو، ڇٽي، ڪپڙو، اوٽ، اناج ۽ جل اُتم دان ليکيا ويا آهن پر انا دان جي وڏي مهما لکيل آهي. جيڪو پنهنجي ڀلي جو ڪلياڻ چاهيٿو تنهن کي ڀلائيءَ جي هڪ پاسي کان پنهنجي ٻور جيتري مال کي ڪڍڻو پوندو آهي. ڏينهن ۾، رات ۾، شام جو، اپهرن ۾ يا اڌ رات جو هميشه انا دان ڪرڻ گهرجي.

اي مني سرشٽ! پاتال کان مٿي جيڪي جيڪي نرڪ آهن تن ۾ ماڻهو پاپن جا ڦل ڀوڳين ٿا سي هن طرح آهن - رئورو، شوڪر، روڌ، تال، وسن، وشسن، مها جوال، تپت ڪنڀ، لوڻ، وارهت، ويترڻي، ڪرمي يا ڪرميش، ڪرمي ڀوجن، ڪرشڻ، اَسي پترون، دارڻ، لالا ڀکيه، پراوه، پاپ وهني جال، اڌشرا، سندش، ڪال سوتر، تمس، اوچي، روڌن، شو ڀوجن، اپر تشٽ، مهارئورو ۽ شالملي وغيره. تمام ڏکدائڪ نرڪ آهن. مٿين نرڪن ۾

## جل دان، تلاءَ يا کوهه کوٽرائڻ، وڻ پوکڻ، سڀني ڳالهائڻ ۽ ٻيءَ جي مهما

سنتڪمار- اي مني ورياس! پاڻيءَ جو تلاءَ، کوهه يا واهه کوٽائڻ سان اڌ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. پر جي ان کوهه، تلاءَ، ٻنڌ ۽ واهه جو پاڻي ڳئون، براهمڻ، سادو ۽ مهاتمائون پيئن ٿا ته سڀني ٿي ڳڻش يا ڪل جو اڌار ٿي وڃي ٿو. جنهن به تلاءَ يا کوهه ۾ فقط برساتي موسم تائين پاڻي ٽڪي ٿو ته ان کي اگني هوتر جيترو ڦل ملي ٿو، جنهن جي تلاءَ ۾ سرءُ تائين پاڻي رهي ٿو تنهن کي هڪ هزار ڳئون دان جو ڦل ملي ٿو، جنهن جي تلاءَ يا کوهه ۾ سياري تائين پاڻي رهي ٿو تنهن کي سونهن مهرن جي دکشنا ڏيڻ واري يگيه جي ڪرڻ وارو ڦل ملي ٿو ۽ جنهن جي تلاءَ يا کوهه ۾ اونهاري تائين پاڻي رهي ٿو تنهن کي اشومير يگيه جو ڦل پراپت ٿئي ٿو.

جيڪو ورهاڻ ڏراڻيءَ ۾ وڻ پوکائي ٿو تنهن کي ٻيئو سڀئان ۾ واڌارو ٿئي ٿو. تلاءَ کوٽائڻ واري، يگيه ڪرائڻ واري ۽ وڻ پوکائڻ واري ۽ اناج دان ڪرڻ واري ۽ سچ ڳالهائڻ واري ماڻهوءَ کي هڪ جيترو ڦل ملي ٿو. سچ ڳالهائڻ واري ماڻهوءَ جا سڀ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا. سچ ئي پربرهم آهي، سچ پرم تپ آهي، سچ ئي سرويشٽ يگيه آهي. سچ ئي شاسترن جو گيان آهي. سچ ئي پرم پد آهي، سچ تي ئي ڌرتي ٽڪي ٿي. سچ ئي ئي تپ، يگيه، ڌرم، دان، پتا، رشين مننن جي پوڄا آسرو ورتي ٿي، سڀ جو آڌار سچ آهي. سچ ئي يگيه، جپ، تپ، دان، منتر، ديوتا، برهم چرج ۽ سرسوتي ديوي آهي. سچ ئي ئي سرڳ جو آڌار آهي. اوناڪار ۾ سچ روپ آهي. سچ ئي واءُ هلي ٿي، سچ سان ئي سوري تپي ٿو ۽ سچ ئي باهه ٻري ٿي، ۽ سچ ئي سمنڊ ۾ وهڻ جو ٻارن، لوڪن جو سمان وغيره سچ تي ئي ٽڪي سگهي ٿو.

هڪ هزار اشومير يگيه ڪجن ۽ هڪ لک اهڙا يگيه ڪجن ۽ اهڙي طرح اهي سڀ تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ رکجن ۽ ٻئي پڙ ۾ سچ تارازيءَ ۾ رکي ڏسجي ته سچ ڳرو ئي پوندو. ديوتا، رشي، پتر، ناگ، راڪاس وغيره سڀ سچ کي ئي پيار ڪندا آهن. سچ ئي وڏو ڌرم آهي، سچ ئي وڏو پد آهي. سچ ئي هلندڙ رشي مني ئي سختي تپ ڪري سچ ڌرم ۾ سچ سان ئي سورڳ لوڪ حاصل ڪن ٿا. تنهن ڪري هميشه سچ ڳالهائڻ گهرجي، سچ ئي ليرت آهي، سچ ئي جپ ۽ تپ آهي، جيڪو ماڻهو ٻڌندي ٿو، ٻڌجي پٽ ٿاءَ ۽ ڪتب ٿاءَ ڪري ته تو ڳالهائي ۽ سدائين سچ تو ڳالهائي سو ئي سرڳ ۾ واسو ڪري ٿو.

اي مني! سنسار ۾ تپ کان سواءِ سک ۽ موک ڪونه ٿا ملي. گيان وگيان، سڀاڳ، ڀاڳ وغيره سڀ تپ ڪرڻ سان ملن ٿا. تپ سان ئي برهما کي سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ جي طاقت ملي. اپسا سان ئي وشنوءَ کي پالنا ڪرڻ جي طاقت ملي. تپ سان ئي رڌر يڳوان کي سنگهار ڪرڻ جي شڪتي ملي ۽ تپسيا جي بل ڪري ئي شيش ناگ ڀڳوان

ٿيندو آهي. جيڪو ماڻهو سڀ پرشن جي ننڊا يا ڳالا ڪندو آهي ته هن جي ڪن ۾ لوهه جو گرم پاڻي وڌو ويندو آهي جنهن هو تڪليف ڪندو ٿي رهي. جيڪو ماڻهو ماتا، پتا کي ٻي ٻولو ڪندو آهي ته هن جي وات ۾ تتل شوڪر وڌا ويندا آهن. ڪاڏي ڪالڃ وقت اشٽ ديوتا، اگني ۽ براهمڻ کي ٺونڻ ڪاڏي جي گراهي يا پلي ڪڍي رکڻ گهرجي ۽ جيڪو نٿو ڪري ته هن جي وات ۾ تتل ڪوڪا (لوهه جون ڪلون) وڌا ويندا آهن. جيڪي ماڻهو اڻ ۽ ٿي هوندي به ڪاڏي ڪالڃ وقت پهتي اَتيٿ (مهمان) کي موٽائي ٿو سو به پاپ جو ڀاڱي ٿي ٿو ۽ پوءِ دک سهي ٿو.

ڪاڏي ڪالڃ کان اڳ گئوءَ ۽ ڪتي لاءِ گراهي يا پل ضرور ڪڍڻ گهرجي ۽ ڪتي جهڙي گراهي (ڪاڪ پل) ڪڍڻ مول اهي جتڙي ته ماس ڀواح جي ان ڪتي لاءِ هيءَ پل ڪيان ٿو ۽ جيڪو انهن ڪڍي ٺهيٺي وات ۾ ميڙون وڌيون وڃن ٿيون. "اوم امهه شوانڀ" اُچارڻ ڪري ڪاڻ ۽ ڪتي لاءِ ڪاڏي جي گراهي يا پل ضرور ڪڍڻ گهرجي. اولهه اتر جي ڪنڊ ۽ اولهه، ڏکڻ اولهه جي ڪنڊ ۽ ڏکڻ طرف واڻ ۽ واح جهڙي ٿي ڪرم ڪندڙن ڪانءَ جو ڏيان ڪري ڪانءَ لاءِ گراهي (ڪاڪ پل) ضرور ڪڍڻ گهرجي. هر هڪ پل يا گراهيءَ ٿي "اوم امهه شوانڀ" منتر اُچارڻ کپي. پکيان شنڪر جي پوڄا ڪري اگنيءَ ۾ پڻ آهوتيءَ وجهڻ جو امر رکڻ. هڪ جوڪنداڙو منجهه لاءِ اُن اُتي ٿاڪ، چانور، ڏوڌ وغيره چٽڪائي اَتي ڪاڏي جون ساڙڪ پدارٿ جون شيون رکي ديوتائن لاءِ گراهي يا پل جاڙڻ گهرجي. اوڀر اتر جي ڪنڊ ۾ ڌنونتريءَ ديوتا جي نمت، اوڀر طرف اِندر ديوتا جي نمت، ڏکڻ طرف يم ديوتا جي نمت، اولهه طرف سد ڪدوم جي نمت ۽ وري ڏکڻ طرف پترن (مثلن اهي ڏاڏن وغيره) جي نمت، وري اوڀر طرف آريما جي نمت، وري منجهه جي دروازي وٽ ڏاتا وڌاتا جي نمت تيار ٿيل رڌل ڪاڏي مان "اوم امهه شوانڀ" منتر سان پل ارپڻ ڪرڻ گهرجي. ديوتائن، پترن، منش، پوڀس، پريت، کهڪ، ٻکي، جيت، وغيره سڀ گرهستي ماڻهن تي آڌار رکن ٿا ۽ هي ڪم گرهستي ماڻهن لاءِ بلڪل ضروري آهي.

سواهاڪار، سوڌاڪار، وکت ڪار، ۽ هنت ڪار اهي ڌرم روپي گئوءَ جا ۴ ٿڻ (استن) آهن. سواهاڪار رستي ديوتائون واس وٺن ٿا، سوڌاڪار رستي پتر واس وٺن ٿا، وکت ڪار رستي ديوتائون واس وٺن ٿا ۽ هنت ڪار رستي سڀ انسان پلجن ٿا. جو ٺيڪ طرح اهڙي ڌرم پالن ڪن ٿا سي سک پائي انت ۾ مڪتي حاصل ڪن ٿا پر ننڊرسڻ رهندي، سڀ سک سمپدا هوندي به جيڪو اهڙيءَ طرح نٿو ڪري سو نرڪ جا دروازا ڏسي ٿو. جنهن جي در تان اَتيٿ (مهمان) پکيو موٽي وڃي ٿو ۽ سڪڪار نٿو پائي ته هن کي هو پنهنجا پاپ ڏيئي ٿو وڃي ۽ هن جا پن کڻي ٿو وڃي. (هر هر مهاديو شمڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اڌياءُ ١٠٩ سماپت.

پوي ٿو، ڪٿي ڪٿي ڪب ۽ ترڪيون آهي مگر اهو سڀ پاپن جي انداز پٽاندڙ آهي.
اورا دک ۽ گهڻا پاپ ته گهڻا دک، جتي پيرن ۾ لوهه جون سيخون نه چڀي سگهجن ٿيون. اي
وياس! جنهن انسان ڪڏهن دان نه ڪيو آهي اڪي ته دک سهڻو اوري ٿو پيو جنهن
دان ۽ اپڪري وستو ڏنيون آهي تنهن لاءِ سڀ طرح سکائي آهي. يمراج پوريءَ جي
برابر پوريءَ (مثل پترن جي لکو) ۾ ويٺو پرلڊو آهي جتي جيڪڏهن ستن ڪرمن وارو انسان
آهي ته وڻندڙ روپ ۾ يمراج اچي ان ماڻهوءَ جو سواگت ڪندو آهي ۽ اهو انسان من وانڇت
ڦل پائي ڌرم راڄ جو جهڪ مغز لي پرلدو آهي، مگر پاپي انسان کي يمراج خوفناڪ روپ
۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي جتي يمراج کي ١٨ ٻانهون (ٻاهون) آهن. وڏن ۽ خوفناڪ ڏاڙهن
وارو آهي، وکرال واسينڪن والگر وار اٿس.

هن جسم ونگ سرمي ڪجل ڪارو ۽ ڪمڙا ڏاڍا پيل اٿس، ڏاڙهن لعل وڏن اکين
جنهن مان جهڪ بجليءَ جا ترورا نڪري رهيا آهن. منهن جسي ڀڄالي ڏسڻ مان جهڪ
نهه ولير وڃي. سندس هولناڪ آواز بادل جسي گرجنا والگر گمڀير ۽ ڊيڄاريندڙ ٿو پوي ۽
اهن بيو ڏسڻ ۾ اچي ته مها ساگر کي جهڪ اي رهيو آهي، جل کسي اُڀري رهيو آهي ۽
واسه مان جهڪ ٻاهر جسا آلا ڪڍي رهيو آهي. الهڪ قسمن جون ابهارون خوفناڪ روپ
ولي پرسان استر شستر ڪٺي اوڏلي ۾ ڪٺڙن آهن. خوفناڪ ۾ دوسه ۽ هٿيار ٻرهار هنڪ ۾
ڪٺي پرسان ڪٺا ٻيلل آهن، جي پاپين کي سزا ڏيڻ جي حڪم لاءِ جهڪ هر وقت تيار ۽
ترسيل آهن. يمراج پاپين کي سزا ڏئي ۽ ايڪران چتر گپت اُنهن کي ڌرم جرن ٻالهون
سمجهائي ٿو. (هر هر مهاديو شنڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اڌياءِ ٧ سماپت.



## نرڪ جا ٢٨ قسم ۽ هر هڪ جا وري ٥-٥ درجا آهن

سنتڪمار- اي وياس! اهڙي طرح پاپين کي ۾ دوسه لئي نرڪن ۾ ماريندا
ڪٽيندا ولي هلندا آهن. ڪن جي ڪمن مان ۽ لڪ مان خون وهندو وهندو آهي ۽ ڪي
بيهوش ٿي وڃن ٿا. جيڪي بيهوش ٿين ٿا ان کي وري لوري هوا وغيره ڏئي وري
جاڳايو ويندو آهي. اهي وري سڀني پاپين کي ڀوڳڻي ڪرم انوسار نرڪ جي سمنڊ ۾ وڌو
ويندو آهي جتي ٻوڙ ٻوڙي پاپ ڪان ٿڪ ٿيندو آهي. برلوڪ ڪان هيٺ ٧ نرڪ آهن.
اُنهن سڀني جا ڪل ٢٨ قسم آهن. ١. گهورا، ٢. سگهورا، ٣. اَتي گهورا، ٤. مها گهورا، ٥.
گهور روپا، ٦. تلاتلا، ٧. ڀيانڪا، ٨. ڪال راتري، ٩. ڀيانڪتا، ١٠. چنڊا، ١١ مهاچنڊا،
١٢. چنڊ ڪولاهلا، ١٣. پرچنڊا، ١٤. پدما، ١٥. پدماولي، ١٦. ڀيما، ١٧. ڀيما، ١٨. ڪرالا، ١٩.
وڪرالا، ٢٠. وجرا، ٢١. ترڪونا، ٢٢. پنچ ڪونا، ٢٣. سدير گها، ٢٤. اڪنا ولندا، ٢٥. سما،
٢٦. ڀيم ٻلا، ٢٧. ٻوگرا، ٢٨. ديپت پرابا. هي تمام ڀيانڪ نرڪ آهن ۽ وري هر هڪ جا
پنج درجا آهن جن جا جدا جدا طرح آهن- وڪرو، مها وڪرو، اَسڪڻ ۽ شيمه

ڪري ٿو، ٻيو ٻڪيءَ ۽ پٽري ٻڪيءَ وغيره جو ليلاڻ ڪري ٿو، سٺن ڪرمن کي ڇڏي خراب ڪرمن ۾ دل رکي ٿو وغيره سو پاپن جو ڀاڳي ٿي نرڪ جو اڌڪاري ٿئيٿو. جيڪو براهمڻن کي دک ڏئيٿو ۽ شستر سان حملو ڪري ٿو، ٻيو مندرن ۾ مل مونر (ڪاڪوس ۽ پيشاب) ڪري گندگي ڪري آزار پهچائي ٿو ۽ پٿر، ڪاٺ، سرون، لوهه وغيره سان رستي روڪ ڪري ٿو يا ڇل ڪپٽ سان راڄ ڪري ٿو سو ان نرڪ جو اڌڪاري ٿيندو. جيڪو ڪنهن جي زمين، گهر، اناج وغيره ۾ ڇل ڪپٽ ڪري ٺڳي ڪري ٿو يا استري، پٽن، مترن، ٻارن، ٻڍن، ڪمزور، نوڪر، مهمان ۽ مٽ مائٽ وغيره کي اڪيلو ڇڏي جيڪو ماني کائي ٿو سو ان پاپ جو اڌڪاري آهي. جيڪو ماڻهو سنياس ڌارڻ ڪري اچي گهر وسائي ٿو يا پڳوان شنڪر جي مورتي پوڄي انڪار ڪري ٿو، يا چوپائو مال رکي ۽ انهن جي پوريءَ طرح پالنا نٿو ڪري يا انهن کان حد کان وڌيڪ ڪم وٺي ٿو يا حد کان وڌيڪ بار ٻڌائي ٿو، يا چوپائي مال جي بيماريءَ وقت پوريءَ طرح پرداخت نٿو ڪري، يا سڄي ڳالهه کي هو ۾ هلائي ٿو يا ڏاندن جي اندران کي پيڙا ڏياري ٿو. جيڪو ماڻهو پنهنجي گهر ۾ آيل آسائتي، ماڻهوءَ، مهمان، غريب، ڪمزور، ٻڍي، اناٿ ۽ روڳيءَ تي ڪرپا نٿو ڪري سو به پاپ جو ڀاڳي ٿيندو. جيڪو ماڻهو پنهنجي پورهئي جو اُجورو حد کان وڌيڪ وٺي ٿو، يا راجا ٿي ڪري پنهنجي پرجا کان گهٽيءَ قيمت وارو مال دياءُ وغيره ڪري گهٽ اگهه ۾ وٺيٿو، يا ساڌوءَ کي چور ۽ چور کي جيڪو ساڌو سمجهي ٿو، يا ڪنهن چور سان ميلاپ رکي ٿو سو به پاپن جو ڀاڳي ٿي نرڪ ۾ واسو ڪري ٿو.

اهڙي طرح مٿي ذڪر ڪيل پاپن جو پراشچت ڪرڻ گهرجي. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) اُما سنگهتا (٥) اَڌياءِ ٤-٦ سماپت.



## پاپين ۽ پنن آتمائن جي يم لوڪ ياترا

ويد وياس- اي سنتڪمارو! ڪرپا ڪري اسان کي پاپي ماڻهن ۽ نه پاپ ڪندڙن جي يم لوڪ ياترا بابت ڪري ورڻن ڪريو.

سنتڪمار- اي وياس جي مهراج! شو - ڪرپا سان توهانجي اڳيان انهن جو ورڻن ڪريان ٿا. اڳيئي چيل چئن پرڪارن جا ٿي پاپي ماڻهو يم راڄ وٽ پهچن ٿا. يم لوڪ تمام ڀيانڪ ۽ خوفناڪ آهي. هتي سڀئي ڏاهه ڌارين کي اي وس ٿي اچڻو پوي ٿو. ڪوئي ماڻهو اهڙو ڪونه آهي جو يم لوڪ ۾ نٿو پهچي. پنهنجي ڪيل ڪرم جو ڦل اوس ئي پوڳڻو پوندو. جيڪي پراڻي (جيو) نرم دل ۽ ديالو ٿين ٿا سي مرڻ کان پوءِ سهڻيءَ ڦلن جا ٽڪي واٽريءَ تان وڃن ٿا پر جيڪي جيو پٿر دل ۽ ڪاساڻي سڀاءَ وارا ٿين ٿا تن کي رستي تي ڏاڍا دک ملن ٿا ۽ هنن لاءِ رستي تي ڪنڊا، نوڪدار پٿر ڪٽي ڪٽي تلوار جي نڪيءَ ڌار تان به هلڻ

آهي تنهن کي به لڳن ٿا. برهم هتيارو، شراب پيئندڙ، سون کي چوري ڪندڙ، گرو پتنيءَ
تي بري اکين ڏسندڙ، يا انهن سان ميل ميلاپ رکڻ واري مانهوءَ کي به پاپ چڙهن ٿا ۽
انهن نرڪ جو اڌڪاري رهي ٿو.

جو ڪروڌ سان، لوڀ ڪري، ڀئي يا دشمنيءَ وچان براهمڻ کي ماري ٿو يا براهمڻ جو
قتل ڪرائي ٿو سو به برهم هتيارو ٿئي ٿو. جيڪو براهمڻ ڪنهن کي ڪهڙالي تي ڏنئي وڃي مرندو
ٿو وڃي سو به برهم هتيارو ٿئي ٿو. جو اردوش مانهوءَ تي ڪلنڪ ٿو لڳائي تنهن کي به برهم
هتيا جهڙو پاپ لڳندو. جيڪو وچ سڀا ۾ وڏن براهمڻ جي ڀيٽي عقل ۽ وديا جي
ڳالهه سان بي عزتي ٿو ڪري سو به برهم هتيارو ٿئي ٿو. جيڪو ڀيٽيو پاڻ ۽ عقل جي زور
تي پڻ جي سڃاڻ ۽ سچي ڳالهه کي ڇڏي ڪري ۽ ٻين اوگڻ ڪي مٿي
چاڙهي چوي ٿو ڪري تنهن کي به برهم هتيا جهڙا پاپ ٿا لڳن. جيڪو ڏاڍائي سان ڪلهه
وينديڙ ڳائي کي ۽ گروه ڪان اپديش گرهڻ ڪندڙ براهمڻ جي ڪارج ۾ وگهن وجهي ٿو تنهن
کي به برهم هتيارو ٿئي ٿو. جيڪو ديوتائن، براهمڻن ۽ ڳائن جي ڏال براريءَ کي هڙپ ڪرڻ
جي ڪوشش ڪري ٿو تنهن کي به برهم هتيارو ٿئي ٿو. جيڪو ديوتا ۽ براهمڻ لاءِ ڏال ڏنل کي
ڪلي ٿو چاهي يا بي انصافيءَ سان ڏنل ڪمائي ٿو سو به پاپن جو ڀاڳي ٿئي ٿو. جيڪو
ڪنهن ورت، نيم، يگيه کي شروع ڪري پوءِ تياڳ ڪري ٿو يا پنج مها يگيه جو انشان نه
ٿو ڪري يا شراب وغيره وڪڻي ڪسب ۾ ڦاسي ٿو سو به پاپن جو ڀاڳي ٿئي ٿو. جيڪو
پتا، ماتا کي تياڳ ڪري ٿو، يا ڪوڙي شاهدي ڀري ٿو، جيڪو ڪنهن براهمڻ سان ڪوڙو
واعدو ڪري ٿو، جيڪو شڌ ڀڳتن کي ماس کارائي ٿو، شو ڀڳتن کي سٽائي ٿو تنهن کي به
برهم هتيا جهڙو پاپ لڳي ٿو. جهنگل ۾ جيڪو اردوش پراڻين کي ماري ٿو تنهن کي به پاپ
لڳي ٿو. سرشٽي پرش کي ڪهي نه براهمڻ جهڙي تن کان ڀري رهي ۽ ان کي ڌرم جي
ڪارج ۾ نه ٿو لڳائي. ڳائن جي رهڻ جي جاءِ کي يا، ڪنهن جهنگل کي يا شهر يا ڳوٺ کي
جيڪو باهه لڳائي ٿو، تنهن کي پاپ جو اڌڪاري ٿيڻو پوندو. جيڪو براهمڻ جي مال کي
ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، آبي ڏاڍن جي ملڪيت وڃائي ڪري ميل پاڻ سان دغا ۽
فريب سان هلي ٿو يا تمام ايمان سان هلي ٿو ۽ تمام گهڻو ڪروڌ ڪري ٿو يا پاڪيزه سان هلي ٿو،
ڪرڪهين رهي ٿو، حد کان وڌيڪ خوشامدي ڪري ٿو، وشن واسنائن سان حد کان وڌيڪ
پيار ڪري ٿو، سڀ پرش سان دويش ڪري ٿو، پر استريءَ سان پيار ڪري ٿو، سرشٽي ڪل
جي ڪنيا تي ڪلنڪ لڳائي ٿو، يگيه، باغ ۽ باغيچي جو وڪرو ڪري ٿو، يا استريءَ يا
پرش جو وڪرو ڪري ٿو، تيرٿ پاترا يا آراس يا ورته يا يگوپويت (جنيو) جو وڪرو
ڪري ٿو، يا استريءَ جي ٽن سان گذران ڪري ٿو، يا پٽي جي استريءَ جهڙي وڪيا نه
ڪري ٿو، يا پٽي جي استريءَ جي شهرا ڪري ٿو، برهم چاري وڃڻ جو پالن نٿو ڪري، شراب
پيئڻ جي رهنا ڪري ٿو يا پڙهي ٿو، ديوتا، اگني، گرو، براهمڻ، ساڌو وغيره جي ننديا



اُم شري
هر هر مهاديو
شو هري شو هري — ساڌو ٻوليو سدا شو!

## اُما سنگيتا (٥)

رچي ڪٿا سان سنسار اُهي ڪيو -
سچي گڏي سان پالڻ ۽ پوشڻ ڪيو،
امي گڏ ۾ آهي سنگهار ضرور -
سگهي نا ڪري ڀرسان ڪرلي غرور،
رهي نه گڏ ۾ رهي اُن ڪون دور -
نه آهي جدا برهما وشنو ٻي مور،
رُدر روپ تنهنجو، نمسڪار آهه -
نيلڪنٺ مهاديو، نمسڪار آهه.



## شري ڪرشن کي وردان

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! اُما سنگيتا ۾ ڀڳوان سانب سدا شو جو اسان جيئن ٻڌڻ چاهيون ٿا.

سوتجي مهراج - شونڪ آدي مهرشيئو! ڀڳوان شنڪر جو ڪلياڻڪاري چرتر ڏاڍو الوڪ، پوتر ۽ موڪش جو ڏيڻ وارو آهي. انهن سمي ۾ ويد وياس جي مهراج سنڪادي رشين کان اهي سوال پڇيا هئا ۽ جيڪي کي اُهن جواب ۾ چيو هو سو مان اوهان اڳيان ورڻن ڪريان ٿو.

اُن وقت پٽ پراپت ڪرڻ جي ڪاما سان شري ڪرشن مهرشي اُپمنيو جي چوڻ موجب هماليه پربت تي تپ ڪيو هو. ڀڳوان شنڪر پاروتي ۽ سوامي ڪارتڪ ۽ گڻيش سان گڏ پرگهٽ ٿي چيو.

ڀڳوان شنڪر - اي واسديو! تنهنجون ڪامنائون پوريون ٿينديون. سانب نالي سان نامور مشهور ۽ پراڪرمي ٻار پڻ ڄمندو. هڪ ڀيرو رشين ارڪ ڪاري سورج کي سراپ ڏنو هو، "اي سورج! (سورج) تون مٿين ۾ اُڀرندين." تنهن ڪري اهو سورج تنهنجو پٽ ٿي پيدا ٿيندو. ان ڪالسوات جيڪي جيڪي ٻار هميشه گهرجن سي

آهي تنهن ۾ اسان جي من ۾ ڌاريل شانتي اُهين ئي آهي .

**سوتجي مهراج** - اي رشيئو! جو ناستڪ هجي، شرڌا نه رکندڙ هجي يا شو-نام ۾ وشواس نه هجيس نه ڇنبو هن جا پاڇ کوٺا آهن ۽ اهڙي ماڻهوءَ کي شو-گيان ڏيڻ نه جڳائي. هن شو-گيان جي هڪ ڏهنو پڙهڻ سان پاپ ناس ٿي وڃن ٿا . ٻئي ڏهنو پڙهڻ سان شو-ڀڳتي پيدا ٿي پوي ٿي ۽ ٽئين دفعه پڙهڻ سان مڪتي ملي ٿي. شو-گيان ڀڳوان شنڪر کي ڏاڍو پيارو آهي ۽ شو ڀڳتي وڌائڻ وارو آهي . اهڙيءَ طرح ”شو- پراڻ“ جي چوٿينءَ سنگهتا جو مهاتم لوڪن کي ٻڌائي مان شو چرڻن ۾ ڌيان ڌريان ٿو . (هر هر مهاديو شمڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (٤) اڌياءُ ٤٣ سماپت .

## ڪوٽي رُدر سنگهتا (٤) سماپت

جي آهين ستر گنا، گنهگار تون -
راڪاس ۽ دليتن جو سردار تون ،
ظلم ڪيو تلوار هلائين تو تون -
لنهان تير ڪمان جو اٿائين تو تون ،
جيوتر لنگ، هڪوار ڌيان جي پيار -
گناهن جي ساگر مان ويندين تون پار .
شو نام ڀڳتيءَ ۾ من تون لڳاءِ -
جپ نام تون ۽ ٻين کي ٻڌاءِ ،
ڀڳتيءَ سان پيدا ٿئي آپار، گيان -
شل من ٿئي جي ڌيان تون ڌيان ،
خوشي، اهنڪار، بغض اشوس کان دور -
خوديءَ کان پوي ليندين ممتا کان دور ،
هر روپ ، هر جاءِ شو جو ٻسين -
وٺي سکه سب ٺهه ، شو پد پسين .



لوارڻ ڪرڻ ۽ ڪواپ سمجهايو.

**سوتجي مهراج-** اي رشيئو! ويد ۽ ويدانت جا وِدوان اِئين مڃين ٿا تہ نرگڻ پرماتما سڀني کان پهريان سرگڻ ٿي ڪري سنسار ۾ پرگهٽ ٿيو سو آهي، شو. شو کان پرش ۽ پرڪرتي پيدا ٿيا. انهن ٻنهي مول استان جل ۾ وڃي تپ ڪيو. جتي تپ ڪيائون اها جاءِ پنڪروشي **ڪاشي** نالي سان مشهور آهي جا ڀڳوان شنڪر کي ڏاڍي پياري آهي. اُن جل جو آسرو وٺي **هري** اُتي سمهي پيو. ”نار“ معنيٰ جل ۽ ”آين“ معنيٰ رهڻ جي جاءِ تنهن مان نالو نارايڻ. نارائڻ جي وري نابيءَ ڪمل (دن) مان پيدا ٿيو **برهما**. برهما وري تپسيا ڪري جيڪو اُڳيان ڏٺو سو آهي **وشنو** پوءِ تہ برهما ۽ وشنوءَ جي وچ ۾ اچي بحث مباحثو ٿيو ۽ انهن کي شانت ڪرڻ لاءِ نرگڻ ايشور روپ پرگهٽ ٿيو سو آهي ”مهاديو“ مهاديو وري چيو، ”مان برهما جي للاٽ مان پيدا ٿيندس.“ اهڙيءَ طرح ڀڳوان شو جو **رُدر** روپ برهما جي للاٽ مان پيدا ٿيو. اِئين ڪٿي چئجي تہ شو يعني مهاديو ۽ رُدر روپ ۾ ڪو تفاوت ڪونهي. جئن سون ۽ گهڻي ۾ تفاوت ڪونهي تئن شو ۽ رُدر ۾ تفاوت نہ سمجهڻ گهرجي. رُدر روپ برهما ۽ وشنوءَ جي سهائتا ڪرڻ لاءِ اِي ورتل آهي. ٻيا ديوتائون پڻ جي ڀڳتي ڪن ٿا مگر رُدر خود شو-روپ آهي ۽ هن کي ڀڳتي ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. ڇاڪاڻ ته اُن ۽ گاهہ کان وٺي برهما تائين سڀني سرشٽي شو-روپ سمجهڻ گهرجي - اهي ويدن جا وچن آهن. ڪرتا، ڀرتا، هرتا، ساکي، سرگڻ ۽ نرگڻ پاڻ اهوئي آهي. ٻين کي مارڻ لاءِ آهي مگر رُدر کي مارڻ وارو ڪوبہ ڪونہ آهي. هو ڪال روپ مها ڪال آهي ۽ مها ڪالي بہ هن جي آسري تي ٽڪي رهي آهي. رُدر جو پيدا ڪرڻ وارو ڪوبہ ڪونہ آهي. هو پاڻ کي پاڻ پيدا ڪندڙ آهي. جئن ٻج وڻ کي پيدا ڪري وري وڻ ۾ ٻج روپ ٿي رهي ٿو تئن ٿي سرشٽيءَ کي پيدا ڪري وري سرشٽيءَ ۾ ٿي رهي ٿو ۽ سرشٽيءَ کي پيدا ڪندي سرشٽيءَ کان جدا ڪونہ ٿو رهي سگهي. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (٤) آڌيائو ٤٢ سماپت.



## ڪوٽي رُدر سنگهتا جو مهاتم

**سوتجي مهراج-** اي رشيئو! برهما، نارد، سنڪادي مني، ويد وياس ۽ ڪپل ديو وغيره کان ٻڌل ڪيل گيان جو روپ توهان کي ٻڌائي چڪو آهيان. ڇاڪاڻ ته اُن ۽ گاهہ کان وٺي برهما تائين جيڪي بہ سنسار ۾ ڏسي رهيا آهيو سو سڀ شو-روپ آهي هو پنهنجي مرضيءَ سان جڳ جي رچنا ڪندو آهي. هو سڀ ڄاڻي ٿو ۽ هن کي ڪوبہ نٿو ڄاڻي. هو نرليپ آهي. جئن سورج جو پاڇو جل ۾ ڏسون ٿا پر سورج جل ۾ ڪونہ آهي تئن ئي شو جي لاءِ سمجهڻ گهرجي. حقيقت ۾ شو سڀ ڪجهہ آهي. ڪنهن بہ ڳالهہ جو

## مڪتيءَ ۽ ڀڪتيءَ بابت

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! توهان هر ڳوڙهيءَ مڪتيءَ جو تاثر ڏيئي رهيا آهيو. هتي مڪتي ملڻ ڇا ٿي ٿئي؟ مڪتيءَ ۾ جيو جي ڪهڙي گتي ٿيندي آهي؟ اسان کي سڀ وستار سان ڪري سمجهايو.

سوتجي مهراج - اي رشيو! مڪتي چئن پرڪارن جي ٿيندي آهي. (۱) سارويا (۲) سالوڪيا (۳) سالڌيا ۽ (۴) ساجيا. شو - واڻيءَ جي ورڻ وڪڻ سان چئن پرڪارن جي ملڻ تمام سولي ٿي پوندي آهي. مگر پنجون شڪر "ڪيولي - مڪتي". ۽ ڌرم، ارٿ ۽ ڪام روپ جي ڏيڻ وارو آهي. "ڪيولي - مڪتي" جا پنجون مڪتي آهي سا وري عام ماڻهن لاءِ دُرلڀ آهي جنهن ۾ انسان وڃي ايشور پنا پڳران شڪر سان لين (جذب) ٿي شو - روپ ٿي ويندو آهي. ويدن ۾ پڳران شڪر جا ٻه روپ ٻڌايا ويا آهن. (۱) سڪل (۲) نشڪل. شو - تت ستيه، گيان، آنند ۽ سچ چت آنند ناالي سان پرسد آهي. نرگڻ وري اڀناشي، شڌ، انوپم (ارمل) آهي. اهو نه لال آهي نه پيلو، سفيد آهي نه اسرو، نه ننڍو آهي نه وڏو، نه ٿلهو آهي نه سنهو، جتي من ۽ واڻي ٻئي موٽي اچن. جيئن آڪاش هرهنڌ وياپڪ آهي تئين شو - تت به هرهنڌ حاضر آهي. اهو سڀ شو - گيان پڻ ٺيڪ سان سمجهي سگهبو آهي. ياپڪ طرح شو - پوڄا، شو - ڀڄن، شو - نام سمرڻ سان ٿي سچ ارپڻ کي شو - پد جي پراپتي ملي ٿي.

سنسار ۾ گيان جو ملڻ تمام مشڪل آهي مگر - شو پوڄ ڪرڻ سان ٿي شو سگهي ٿو. ڏيهن ڪري سادو، سنت، مهاتمائن ٿي شو جو پوڄ ڪندا رهن ٿا سان ڪيتا ئي مانُور مڪتيءَ کي پراپت ٿيا آهن. شو - ڀڪتي ٿي گيان جي ماتا چئي ويئي آهي. ڀڪتي ڪرڻ لاءِ وري پرم جي تمام ڳالهه ضرورت آهي. ڀڪتي جي چئي وجهي ٿي. (۱) سگڻ ڀڪتي (۲) نرگڻ ڀڪتي. وري انهن جا تسر آهن مطلب نه شو - ڪرپا کان سواءِ ڀڪتي به حاصل ڪانه ٿي ٿئي. شو نام واري مانُور ٿي شو - ڪرپا ٿيندي آهي ۽ شو - ڪرپا هٿ ڪرڻ شو - نام پوڄ لئي جنهن شو - نام پوڄ ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو انهن سمجهڻ گهرجي ته شو - ڪرپا ٿي ٿي پرم سان ڀڪتي ڪجي ته گيان آيو ته جي گيان آيو ته مڪتي اچڻ پري ڪا ۽ پره انسان پاپ کان جونڪارو پائي پرم شو - پد کي حاصل ڪري ٿو. (هر هر مهاديو شنڪر - ڪاشي وشوانٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (۴) اڌياءُ ۴۱ سماپت.



## شوءَ، وشنو، رُدر ۽ برهما بابت

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! شو ڪير آهي؟ وشنو ڪير آهي؟ رُدر ڪير آهي ۽ برهما ڪير آهي؟ انهن سڀني ۾ نرگڻ ڪير آهي؟ ڪرپا ڪري اسانجي شڪ کي

لوارڻ ڪرڻ ۽ ڪوڻي سمجهائڻ.

سوتجي مهراج- اي رشيئو! ويد ۽ ودانت جا ودوان ائين مڃين ٿا ته، نرگڻ پرماتما سڀني کان پهريان سرگڻ ٿي ڪري سنسار ۾ پرگهٽ ٿيو سو آهي، شو. شو کان پرش ۽ پرڪرتي پيدا ٿيا. انهن ٻنهي مول استان جل ۾ واهي تپ ڪيو. جتي تپ ڪيائون اها جاءِ پنچڪروشي ڪاشي نالي سان مشهور آهي جا ڀڳوان شنڪر کي ڏاڍي پياري آهي. اُن جل جو آسرو وٺي هري اُتي سمهي پيو. "نار" معنيٰ جل ۽ "آين" معنيٰ رهڻ جي جاءِ تنهن مان نالو نارائڻ. نارائڻ جي وري ناڀي ڪمل (ڌن) مان پيدا ٿيو برهما. برهما وري تپسيا ڪري جنهن اڳيان ڏنو سو آهي وشنو پوءِ ته برهما ۽ وشنوءَ جــي وچ ۾ اچي بحث مباحثو ٿيو ۽ انهن کــي شانت ڪرائڻ لاءِ نرگڻ ايشور روپ پرگهٽ ٿيو سو آهــي "مهاديو" مهاديو وري چيو، "مان برهما جــي للاٽ مان پيدا ٿيندس." اهڙيءَ طرح ڀڳوان شو جو رُدر روپ برهما جي للاٽ مان پيدا ٿيو. انهن ڪٿي چيو ته شو يعني مهاديو ۽ رُدر روپ ۾ ڪو تفاوت ڪونهي. جئن سون ۽ گهڻي ۾ تفاوت ڪونهي تئن شــو ۽ رُدر ۾ تفاوت نه سمجهڻ گهرجي. رُدر روپ برهما ۽ وشنوءَ جي سهائتا ڪرڻ لاءِ اي ورتل آهي. پيا ديوتائون پڻ جي پيٽي کان ٿا مگر رُدر خود شو- روپ آهي ۽ هن کي پيٽي ڪرڻ جــي ضرورت ڪانهي. ڇو ته پڻ ۽ گاهه کان وٺــي برهما تائين سڄي سرشٽي شو- روپ سمجهڻ گهرجي - اهي ويدن جا وچن آهن. ڪرتا، ڀرتا، هرتا، ساکي، سرگڻ ۽ نرگڻ ٻئي اهوئي آهي. پين کي مارڻ لاءِ آهي مگر رُدر کي مارڻ وارو ڪوبه ڪونه آهي. هــو ڪال روپ مها ڪال آهي ۽ مها ڪالي ۽ هن جي آسري تي لڳي رهي آهــي. رُدر جو پيدا ڪرڻ وارو ڪوبه ڪونه آهي. هو ٻاڻ کي ٻاڻ پيدا ڪندڙ آهي. جئن ٻج وڻ کي پيدا ڪري وري وڻ ۾ ٻج روپ ٿي رهي ٿو تئن ٿي سرشٽيءَ کي پيدا ڪري وري سرشٽيءَ ۾ ٿي رهي ٿو ۽ سرشٽيءَ کي پيدا ڪندي سرشٽيءَ کان جدا ڪونه ٿو رهي سگهي. (هر هر مهاديو شنيرو- ڪاشي وشوانات گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (۴) آڌيائي ۴۲ سماپت.



## ڪوٽي رُدر سنگهتا جو مهاتم

سوتجي مهراج- اي رشيئو! برهما، نارد، سنڪادي مني، ويد وياس ۽ ڪپل ديو وغيره کان ٻڌي ڪيل گيان جــو روپ ٻڌايان ٿو جو ٻڌائي چڪو آهيان. ڇو ته پڻ ۽ گاهه کان وٺي برهما تائين جيڪي به سنسار ۾ ڏسي رهيا آهيو سو سڀ شو- روپ آهــي هو پنهنجي مرضيءَ سان جڳ جي رچنا ڪندو آهي. هو سڀ ڄاڻي ٿو ۽ هن کــي ڪوبه نٿو ڄاڻي. هو نرلپ آهي. جئن سورج جو ٻاچو جل ۾ ڏسون ٿا پر سورج جل ۾ ڪونه آهي تئن ٿي شو جي لاءِ سمجهڻ گهرجي. حقيقت ۾ شو سڀ ڪجهه آهي. ڪنهن به ڳالهه جو

## مڪتيءَ ۽ ڀڳتيءَ بابت

سيٽي رشي - اي سوتجي مهراج! توهان هر ڳوڙهيءَ مڪتيءَ جي تتو کي ڄاڻڻ وارا آهيو. هتي مڪتي ملڻ لاءِ ڇا ٿئي ٿو؟ مڪتيءَ ۾ ڇهن جي ڪهڙي گتي ٿيندي آهي؟ اسان کي سڀ وستار سان ڪري سمجهايو.

سوتجي مهراج - اي رشيئو! مڪتي چئن پرڪارن جي ٿيندي آهي. (۱) ساروپيا (۲) سالوڪيا (۳) سانڌيا ۽ (۴) سايڄيا. شو-پاربتيءَ جي ورسه ڪرڻ سان چئن پرڪارن جي ملڻ تمام سولي ٿي پوندي آهي. مگر ٻڪران شنڪر "ڪئيولي - مڪتي". ۽ ڌرم، ارٿ ۽ ڪام روپ جي ڏيڻ وارو آهي. "ڪئيولي - مڪتي" جا پنجين مڪتي آهي سا وري عام ماڻهن لاءِ درلڀ آهي جنهن ۾ انسان وڃي برهم ٿئي ٻڪران شنڪر سان لين (جذب) ٿي شو-روپ ٿي ويندو آهي. ويدن ۾ ٻڪران شنڪر جا ٻه روپ چيا ويا آهن. (۱) سڪل (۲) نشڪل. شو-تتو ستيه، گيان، انيت ۽ سچ چت آنند ٽالي سان پرسد آهي. نرگڻ وري اپاڌي، شڌ، ارنپ (اومل) آهي. اهو نه لال آهي نه پيلو، سفيد آهي نه ڪارو، نه ننڍو آهي نه وڏو، نه ٿلهو آهي نه سنهو، جتي من ۽ واڻي ٻئي موٽي ٿا اچن، جيئن آڪاش هر هنڌ وياپڪ آهي تيئن شو-تتو به هر هنڌ حاضر آهي. اهو سڀ شو-گيان پيدا ٿيڻ سان سمجهي سگهجي آهي. ٻارڪ طرح شو-ڀڳتي، شو-پوڄا، شو-نام سمرڻ سان ئي سڀ ارشن کي شو-پد جي پراپتي ملي ٿي.

سنسار ۾ گيان جو ملڻ تمام مشڪل آهي مگر شو ڀڄن ڪرڻ سان ئي شو-گيان ملي سگهي ٿو. انهن ڪري سادن، سنتن، مهاتمائن ٿي شو جو ڀڄن ڪندا رهن ٿا. ڀڳتيءَ سان گهڻا ئي ماڻهو مڪتيءَ کي پراپت ٿيا آهن. شو-ڀڳتي ٿي گيان جي ماتا چئي ويئي آهي. ڀڳتي ڪرڻ لاءِ وري ٻرهم جي تمام گهڻي ضرورت آهي. ۽ ٻه قسم جي چئي وڃي ٿي. (۱) سگڻ ڀڳتي (۲) نرگڻ ڀڳتي. وري انهن جا قسم آهن مطلب ته شو-ڪرپا کان سواءِ ڀڳتي به حاصل ڪانه ٿي ٿئي. شو نام واري ماڻهوءَ ٿي شو-ڪرپا ٿيندي آهي ۽ شو-ڪرپا هيٺ ڪرڻ شو-نام ڀڄن لاءِ جنهن شو-نام ڀڄن ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو انهن سمجهڻ گهرجي ته شو-ڪرپا ٿي ٻالي ٻرهم سان ڀڳتي ڪجي ته گيان ايندو ۽ جي گيان آيو ته مڪتي اڻ ٻري ڪانه آهي ۽ ٻره انسان ٻاهر کان چرٽڪارو ٻالي ٻرهم شو-پد کي حاصل ڪري ٿو. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪرتي ردر سنگهتا (۴) ادياءِ ۴۱ سماپت.

## شو، وشنو، ردر ۽ برهما بابت

سيٽي رشي - اي سوتجي مهراج! شو ڪير آهي؟ وشنو ڪير آهي؟ ردر ڪير آهي ۽ برهما ڪير آهي؟ انهن سڀني ۾ نرگڻ ڪير آهي؟ ڪرپا ڪري اسانجي شڪ کي

لوازڻ ڪرڻ ۽ ڪولي سمجهايو.

**سوتجي مهراج**- اي رشيئو! ويد ۽ ويدانت جا وِدوان ايئن مڃين ٿا تہ نرگڻ پرماتما سڀني کان پهريان سرگڻ ٿي ڪري سنسار ۾ پرگهٽ ٿيو سو آهي، شو. شوَ کان پُرش ۽ پرڪرتي پيدا ٿيا. انهن ٻنهي مول استان جل ۾ وڃي تپ ڪيو. جتي تپ ڪيائون اها جاءِ پنچڪروشي **ڪاشي** نالي سان مشهور آهي جا ڀڳوان شنڪر کي ڏاڍي پياري آهي. اُن جل جو آسرو وٺي **هري** اُتي سمهي پيو. "نار" معنيٰ جل ۽ "آين" معنيٰ رهڻ جي جاءِ تنهن مان نالو نارايڻ. نارائڻ جي وري ناڀي ڪمل (دن) مان پيدا ٿيو برهما. برهما وري تپسيا ڪري جڏهن اڳيان ڏٺو سو آهي وشنو پاڻ. تہ برهما ۽ وشنوءَ جي وچ ۾ اچي بحث مباحثو ٿيو ۽ انهن کي شانت ڪرائڻ لاءِ نرگڻ ايشور روپ پرگهٽ ڪيو سو آهي "مهاديو" مهاديو وري چيو، "مان برهما جي للاٽ مان پيدا ٿيندس." اهڙيءَ طرح ڀڳوان شو جو **رُدر** روپ برهما جي للاٽ مان پيدا ٿيو. ايئن ڪٿي چئجي تہ شو ۽ ٻنهي مهاديو ۽ رُدر روپ ۾ ڪو تفاوت ڪرائي. جيئن سون ۽ گهڻي ۾ تفاوت ڪرائي تئين شو ۽ رُدر ۾ تفاوت نہ سمجهڻ گهرجي. رُدر روپ برهما ۽ وشنوءَ جي سهائتا ڪرڻ لاءِ ئي ورتل آهي. ٻيا ديوتائون ٻين جي ڀڳتي ڪن ٿا مگر رُدر خود شو-روپ آهي ۽ هن کي ڀڳتي ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. ڪک پن ۽ ڳاهہ کان وٺي برهما تائين سڀني سرشٽي شو-روپ سمجهڻ گهرجي - اهي ويدن جا وچن آهن. ڪرتا، ڀرتا، هرتا، ساکي، سرگڻ ۽ نرگڻ پاڻ اهوئي آهي. ٻين کي مارڻ لاءِ آهي مگر **رُدر** کي مارڻ وارو ڪو بہ ڪونہ آهي. هو ڪال روپ مها ڪال آهي ۽ مها ڪالي بہ هن جي آسري ئي ٽڪي رهي آهي. رُدر جو پيدا ڪرڻ وارو ڪو بہ ڪونہ آهي. هو پاڻ کي پاڻ پيدا ڪندڙ آهي. جيئن ٻج وڻ کي پيدا ڪري وري وڻ ۾ ٻج روپ ٿي رهي ٿو تئين ئي سرشٽيءَ کي پيدا ڪري وري سرشٽيءَ ۾ ٿي رهي ٿو ۽ سرشٽيءَ کي پيدا ڪندي سرشٽيءَ کان جدا ڪونہ ٿو رهي سگهي. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سمگهتا (٤) اڌياءُ ٤٢ سماپت.



## ڪوٽي رُدر سمگهتا جو مهاتم

**سوتجي مهراج**- اي رشيئو! برهما، نارد، سنڪادي مني، ويد وياس ۽ ڪپل ديو وغيره کان ٻڌي ڪيل گيان جو روپ توهان کي ٻڌائي چڪو آهيان. ڪک پن ۽ ڳاهہ کان وٺي برهما تائين جيڪي بہ سنسار ۾ ڏسي رهيا آهيو سو سڀ شو-روپ آهي هو پنهنجي مرضيءَ سان جڳ جي رچنا ڪندو آهي. هو سڀ ڄاڻي ٿو ۽ هن کي ڪو بہ نٿو ڄاڻي. هو نرليپ آهي. جيئن سورج جو پاڇو جل ۾ ڏسون ٿا پر سورج جل ۾ ڪونہ آهي تئين ئي **شو** جي لاءِ سمجهڻ گهرجي. حقيقت ۾ شو سڀ ڪجهہ آهي. ڪنهن بہ ڳالهہ جو

## مُکتيءَ ۽ ڀڳتيءَ بابت

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! توهان هر گهڙيءَ مکتيءَ جو نالو ڳڻهي رهيا آهيو. هيءَ مکتي ملڻ سان ڇا ٿئي ٿو؟ مکتيءَ ۾ جيوَ جي ڪهڙي گتي ٿيندي آهي؟ اسان کي سڀ وستار سان ڪري سمجهايو.

سوتجي مهراج - اي رشيئو! مکتي چئن پرڪارن جي ٿيندي آهي. (۱) ساروپيا (۲) سالوڪيا (۳) ساندِيا ۽ (۴) سايُجيا. شو-ڀڳتيءَ جي ورت وٺڻ سان چئن پرڪارن جي ملڻ تمام سولي ٿي پوندي آهي. مگر ٻيڪران شوڪر "ڪيولي-مکتي". ۽ ڌرم، آرٿ ۽ ڪام روپ جي ڏيڻ وارو آهي. "ڪيولي-مکتي" جا پنجين مکتي آهي سا وري عام ماڻهن لاءِ درلڀ آهي جنهن ۾ انسان وڃي پرم پتا ٻيڪران شوڪر سان ليِن (جذب) ٿي شو-روپ ٿي ويندو آهي. ويدن ۾ ٻيڪران شوڪر جا ٻه روپ چيا ويا آهن. (۱) سڪل (۲) نشڪل. شو-تتو ستيه، گيان، آنند ۽ سچ چت آنند ناني سان پرسد آهي. نرگڻ وري اَپاشي، شُڌ، نرانجن (نرمل) آهي. اهو نه لال آهي نه پيلو، سفيد آهي نه ڪارو، نه ننڍو آهي نه وڏو، نه ٿلهو آهي نه سنهو، جتي مَن ۽ واڻي پاڻي موٽي ٿا اچن. جيئن آڪاش هرهنڌ وياپڪ آهي تئين شو-تتو ۾ هرهنڌ حاضر آهي. اهو سڀ شو-گيان پڙهڻ ڏيڻ سان سمجهي سگهبو آهي. ساڳئي طرح شو-پوڄن، شو-ڌيان، شو-نام سمرڻ سان ئي سڀ ارشن کي شو-پد جي پراپتي ملي ٿي.

سنسار ۾ گيان جو ملڻ تمام مشڪل آهي مگر شو پوڄن ڪرڻ سان ٿورڙي شو-گيان ملي سگهي ٿو. ان ڪري سادُو، سنت، مهاتمائن ٿي شو جو پوڄن ڪندا رهن ٿا. ڀڳتيءَ سان گڏيا اسي ماڻهو مکتيءَ کي پراپت ٿيا آهن. شو-ڀڳتي ٿي گيان جي جنني ٻڌي ماتا چئي ويئي آهي. ڀڳتي ڪرڻ لاءِ وري پريم جي تمام گهڻي ضرورت آهي. ڀڳتي وري ان قسم جي چئي وڃي ٿي. (۱) سگڻ ڀڳتي (۲) نرگڻ ڀڳتي. وري انهن جا ٻه گهڻيئي قسم آهن مطلب ته شو-ڪرپا کان سواءِ ڀڳتي ٻه حاصل ڪانه ٿي ٿئي. شو نام سمرڻ ڪرڻ واري ماڻهوءَ تي شو-ڪرپا ٿيندي آهي ۽ شو-ڪرپا حاصل ڪرڻ شو-نام پوڄن ٿئي ٿو. مگر جڏهن شو-نام پوڄن ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو انهن سمجهڻ گهرجي ته شو-ڪرپا ٿي آهي اُن ۾ باقي پريم سان ڀڳتي ڪجي ته گيان آيو ته مکتي اچڻ ٻري ڪانه آهي ۽ ائين انسان پاپن کان ڇوٽڪارو پائي پرم شو-پد کي حاصل ڪري ٿو. (هر هر مهاديو شمڀو، ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪرني ردر سنگهتا (۴) ادياءُ ۱۴ سماپت.



## شوُ، وشنو، ردر ۽ برهما بابت

سيٺي رشي - اي سوتجي مهراج! شو ڪير آهي؟ وشنو ڪير آهي؟ ردر ڪير آهي ۽ برهما ڪير آهي؟ انهن سڀني ۾ نرگڻ ڪير آهي؟ ڪرپا ڪري ٻڌائي شڪ کي

ڪي وڃندو ڏسي ٻارن ۽ سڌس پٺ ورتي. اتري ۾ سڀ اچي شڪاريءَ وٽ پهتا. شڪاري
۽ خوشيءَ ۾ نه پئي سمايو ۽ يڪدم جڏهن ئي هن ڏانهن ٻاڻ هڻڻ ۾ ڪيو ته سڌس ليڙچڙيو
ڪرڻ ڪري ڇولين ٻهر ۾ جل ۽ ٻاهتر ڀڳوان جي شو-لنگ سان ڇرڪڻ لڳا ۽ سڌس ڇولين
ٻهر جي پوڄا پوري ٿيڻ لڳي. شڪاريءَ جا سڀ پاپ ناس ٿيڻ لڳا ۽ گيان جي جهلڪ
سڌس اندر ۾ روشني ڏيڻ لڳي ۽ اتري ۾ هرڻ ۽ هرڻين چيو، "اي وياڌ شرومڻي! اسان
سڀ ڪلجي الجام جي پوراڻي ڪرڻ آيا آهيون. توهان ڪرپا ڪري اسانجي زندگيءَ کي
سڦل ڪرايو." هنن ٽنهي جي گڏيل آواز ۽ اندر پيدا ٿيل گيان جي جهلڪ شڪاريءَ جي
جيون ۾ ٿيون ورق وراڻيو. ٻُڌڻ هنن خيالن جي سبب ۾ نيئون هٿڏي شڪاريءَ جي عجب
جي حد نه رهي ۽ اندر جو اندر ۾ چوڻ لڳو، "هي اهان ڪيان هوڏي نه جانور ڏاڍه آهن.
ڏاڍه آهي هنجو جيون جو انجام ٻاڙڻ لاءِ هٿ اچي ڪڙا ٿيا آهن. ۽ اپڪار ۽ سچائي هنن
ٻورن جي رڳ رڳ ۾ پرال آهن. ڌڪار آهي منهنجي منش روپي جنم کي جنهن سڄي عمر
ٻين جي خون سان کيليو آهي، ۽ قرات ئي گذاريو آهي ۽ ٻين جي ڏک ڏيڻ سان آنند لڌو
آهي. هاءِ افسوس! ڪٽنب جي پالنا ڪاڻ اڻيڪ پاپ ڪيا اٿم، ڇا اهي سڀ پاڻي
پروڄ وٽ منهنجي سهائتا ڪندا؟" اهڙيءَ طرح ويچار ڪندي هن جا هٿ ٻاڻ ڇڏائڻ کان
ٻهڄي ويا ۽ هرڻ جي ڪٽنب ڏانهن منهن ڪري چيائين، "اي سياڻا جانورو! توهان
سلامت ئي واپس وڃو."

شڪاريءَ جي اهي چوڻ ئي ۽ سڌس چڱن ٻارن جي شو-مايا انوسار پوڄا ڪرڻ ڪري
ڀڳوان شنڪر پرگهٽ ٿي چيو، "اي ڀيل راج! مان توتي پرسن ٿيو آهيان. هاڻي جهڪي
گهرڻو هجيئي سو گهر."

**شڪاري**- اي ڀڳوان توهان جي درشن ملڻ ڪري موکي حڪ سڀ ڪجهه ملي چڪو.
منهنجي آتماٽاتيءَ ۾ پوڄا سڦل ٿي ۽ آنند گيان پراپت ٿيو.

**ڀڳوان شنڪر**- اي وياڌ! پڌ. هميشه توتي وڃي شرنگوپور ۾ رهڻ جتي آنند سان
پنهنجي سچائي ۽ ايڪ ڪمن ڪرڻ سان جيون گذاري ڪر. جتي سک سان تنهنجو ڪٽنب
وڌندو ۽ واڌهندو رهندو. ديوتائون ۽ تنهنجي ڪٽنب جي ساراهه ڪندا رهندا. منهنجي
ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ وارو ڀڳوان رامچندر هڪ ڏينهن تنهنجي گهر پڌاريو ۽ توتي ان جي سيوا
۾ رهندي هن لوڪ ۾ سک حاصل ڪندين پر ياد رکو! شو-پوڄا، شو-آراڌنا ۽ شو-ڀڄن ۾
۾ پنهنجو من لڳائيندو رهج.

هرڻ، هرڻين ۽ سڌس ٻارن ڀڳوان شنڪر جو درشن ڪيو ۽ يڪدم سراپ مان مڪت
ٿي جانورن جي ديهه ڇڏي آڪاش ومان ۾ ويهي رهيا ۽ جلد ئي شو-لوڪ پهتا. ڀڳوان شنڪر
۽ عام ماڻهن جي ڪلياڻ لاءِ ان وڻ هيٺان رکيل شو-لنگ ۾ سمائجي ويو جو پوءِ "وياڌيشور
لنگ" جي نالي سان مشهور ٿيو. (هر هر مهاديو شنڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر
سنهتا (٤) آڌياءِ ٤٠ سماپت.



وڃي ٿو." من ۾ ائين وچار اچڻ ٿو ۽ چوڻ ٿو.

شڪاري- اي هرڻ! تون هميشہ محبت ۾ آيل آهين تنهنڪري ٻارن جدائي وارڻ ۽ جڏهن ٻارن ۽ هرڻين کان جدائي ٿيڻي ويندي آهي تڏهن تون ۽ ڪوڙ ڳالهائي هلي ويندين، منهنجي ڪٽنب جو گذران پوءِ ڪيئن هلندو؟

هرڻ- اي ڀيل راڄ! سڀ جيو، دانا ۾ هڪجهڙا ڪري ليندا آهن. مان سچ ٿو ٻڌايان ۽ واپس ايندس. جيڪي ڪوڙ ڳالهائين ٿا، انجام ۾ ٻروا ۽ رهن ٿا، ساڃهہ جي ولهہ ڀوڳي واس ڪن ٿا، شوراتريءَ تي پوڄن ڪن ٿا، ڪوڙي شاهدي يا ساک ڀرين ٿا، ٻين جي امانت ۾ خيانت ڪن ٿا ۽ برهمڻ تي ڪري شام جو سنڌيا گايتري نہ ٿا ڪن، مکيہ ٻروہ جي ڏيهن ناريل ٻيچي، جي سمرتي (طاقت يا شڪتي) هوندي ۽ ٿي حو اپڪار نہ ڪن، شاستر ۾ منع ڪيل يا نہ کائڻ لائق شيءِ کي ٿا کائين، اهي سڀ پاپ جيسا پاڻي ٿا لين ۽ اهي جيسا پيج تاس ٿا لين. اي شڪاري! ٻيڪ جاڻ جيڪڏهن مان ڪيل انجام موجب واپس نہ اچان نہ شل منهنجا ۽ اهڙيءَ طرح پيج ناس لين ۽ شل مونتي پاپ چڙهن.

شڪاريءَ جي من ۾ پاپ ۽ ٻيج جي ساڃهہ اچڻ لڳي ۽ هرڻ کي موڪل ڏيندي چيائين، "اي هرڻ! تون وڃ ۽ جلدي موٽي اچج." جڏهن هرڻ کهاٽ تان پاڻيءَ جي اڃ مٽائي ليکڪ ٿيا ڏيندو ڪهو پهتو، نہ هوڏانهن ٿي ٻيئر هرڻيون اڳ ئي ڪنهن ٻئي مباحثہ ۾ مبتلا ڏٺائين، پڇڻ تي معلوم ٿيس تہ اهي ۽ ساڳيو ئي انجام ساڳئي شڪاريءَ کي ڏيئي گهر موٽيون آهن. هرڻ ۽ ٻنهي ڌوليس کين ٻڌائي جنهن تي وڏيءَ پٽ هرڻيءَ (سندس استريءَ) چيو، "اي سوامي! توهان کان سواءِ هيءَ ٻار هتي ڪيئن رهندا؟ مان شڪاريءَ وٽ ٻهراڻ انجام ڏيئي آئي آهيان تنهن ڪري موڪل تي وڃڻ گهرجي ۽ توهان ٻئي هت رهو. منهنجي شڪار سان ئي شڪاريءَ کي ڍءُ ٿي ويندو. اهو ٻڌي ننڍي پٽ هرڻيءَ ٻنهيءَ وڏيءَ ۽ پٽڻ ۽ ٻيڻوري (هرڻ) کي چيو، "اي دادي! توهان ٻئي منهنجي ننڍي هوندي کان وٺي پالنا ڪئي آهي ۽ موڪلي ڪنط هميشہ شرا ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، تنهن ڪري موڪلي ئي موڪليو وڃي ۽ توهان ٻئي هت پهچجو اتي سان سک سان واهہ زندگي بسر ڪريو نہ ملو ليندو." هرڻ اڪنس جواب ڏنو، "توهين ٻئي ٻاٻر ٻالڪ هڪٻئي کي سڀڪار ڏيندين نہ ملو ليندو. وري ٻالڪن جي پرواهہ ماءُ ئي ڪري سگهي ٿي. تنهن ڪري موڪلي ڇڏيو نہ مان وڃي شڪاريءَ جو من خوش ڪري منهنجو جيون ستار ڪريان." ٻارن وٽي ٻڌو ۽ ڪين نہ اچي شراڪ چڙهيو نہ اهڙو ڪوڙو آنند آهي جو سنڌن مالا، ماسي ۽ پتا هرڪو ولڻ لاءِ تيار ٿي بيدو آهي. سو اهين ٻنهين ٻارن هڪ ٻئي ۾ اشارا ڏيئي طيءِ ڪري ڇڏيو تہ "جيڏانهن سندن مالا پتا ويندا اوڏانهن اسين سڀ پڻ ولنداسين." آخر هرڻ ۽ ٻنهي هرڻين ڪنجسي ٻنهنجي انجام ٻوري ڪرڻ لاءِ اوڏانهن رخ رکيو جتي شڪاري انهن جي انتظار ۾ ويٺو هو. هڪ

حوالي ڪري ڇڏ جيڪر تو وٽ موٽي اچان.

**شڪاري-** اي چالاڪ هرڻي! مان تنهنجي انهن مٺين مٺين ڳالهين ۾ اچي ڦاسڻ وارو شخص ڪو نه آهيان ۽ مان توکي ڀڪ ئي ڀڪ ماريندس.

**هرڻيءَ جي پيڙڻ-** اي وياڌ! جيڪي مان ڪجهه چوان ٿي ڪرپا ڪري تون ٻڌ: مان ڀڳوان وشنوءَ جو قسم کڻي سچ ٿي چوان ته مان واپس موٽي ايندس ۽ جيڪڏهن نه اچان ته منهنجا سڀ پڃ شل ناس ٿين. هيٺينءَ طرح ماڻهن جا پڃ ناس ٿيندا آهن.

(١) جو ٻاراٽي وچن نه پاليندو آهي. (٢) جو پنهنجيءَ استريءَ کي ڇڏي ٻين ۾ ارادن اکيون وجهندو آهي. (٣) ويدڪ ڌرم کي اوراگهيندو آهي. (٤) ڀڳوان وشنوءَ جو ڀڳت ٿي ڪري ڀڳوان شنڪر جي نندا ڪندو آهي (٥) ماتا ۽ پتا جي سرڳواس ٿيل ڏينهن تي ترپڻ ۽ شراڌ نه ڪري انت خالي ڇڏيندو آهي. هاڻي پڪ سمجهه ته مونکي به انهيءَ طرح پاپ لڳندا.

اهين چوڻ تي شڪاريءَ اُن هرڻيءَ کي چيو، "اي هرڻي! تون وڃي سگهين ٿي." اهي لفظ ٻڌي هرڻيءَ جي پيڙڻ ۽ ٺيڪ، ٿيا ڏيندي پاڻي پي ڪري خوش ٿيندي پنهنجي آشرم ۾ پهتي. اتي ۾ ان شڪاريءَ جو جاڳندي جاڳندي رات جو ٻيو پهر پورو ٿيڻ لڳو. شڪاري ڀورانءَ هرڻيءَ جو انتظار ۾ ئي هو ۽ ٽيون پهر شروع ٿيو ته ٻوران ڪيس هڪ ٿلهو متارو تازو توانو هرڻ ڏسڻ ۾ آيو، هيءُ هرڻ ۽ پياس بجهائڻ لاءِ ٿي اچي رهيو هو. شڪاري ۽ من ۾ گد گد ٿي ڪري جهٽ ٿي تيرڪمان کڻڻ شروع ڪيو ته قسمت سان سندس اوٽي مان پاڻيءَ چڪو هارجي پيو ۽ هيٺان استاپت ٿيل شو - لنگ مٿان اچي پيو ۽ چار ٻلهتر ا—، ڪري شو - ماپا الوسار اچي شو لنگ تي پيا. شڪاريءَ جي ته اڻڄاڻائيءَ ۾ ٽئين پهر جي پوڄا سڦل ٿيڻ لڳي. اهڙيءَ طرح ڀڳوان شنڪر جي ڪرپا دوشٽي شڪاريءَ تي ٿيڻ لڳي. هيڏانهن شڪاريءَ جي چرپر ۽ ٻئي جي آواز تي هرڻ کي جلدي ئي ڪٽڪ پئجي وئي جنهن شڪاريءَ کي ڏسي ورتو ۽ ڇرڪ ڀري تماڻيءَ واڻي ۾ چوڻ شروع ڪيو، "اي ٻڌو ٻوش! تون ڪير آهين ۽ ڇاجي لاءِ تيرڪمان هٿ ۾ کڻي رهيو آهين؟"

شڪاريءَ جواب ڏنو، "اي هرڻ! ڪن کولي ٻڌ: هن جهنگل ۾ شڪار ۽ ڦرلٽ سان ئي مان پنهنجي ڪٽنب جو پالن پوشڻ ڪندو آهيان ۽ توکي ڏسي شڪار ڪرڻ لاءِ تيرڪمان هٿ ۾ کڻي رهيو آهيان."

**هرڻ-** اي وياڌ! مان سچ پچ ڌنيه آهيان ۽ منهنجي زندگي سچ پچ سڦل آهي جو منهنجو هيءُ تازو توانو ٿلهو متارو شرير ڪنهن ڪم اچي رهيو آهي. سچ پچ جو شرير ڪنهن جي اپڪار ۾ نٿو اچي تنهن کي ڌارڻ ڪرڻ اي سود آهي. وقت آهر ٻئي جو اپڪار ڪرڻ گهرجي مگر منهنجي هڪ پرارٿنا آهي. هڪ دفعو مونکي ڇڏ ته مان پنهنجا ٻار ٻچا وغيره پنهنجي استريءَ جي حوالي ڪري اچان ۽ اهو پڪ سمجهه ته مان واپس ايندس. هو ڏانهن شو-ڪرپا ڪري شڪاريءَ جا اڳلا پاپ ڌوپجندا ويا ۽ آهستي آهستي هن جي اندر ۾ چڱا ڪوڙا ٿيڻ لڳي، "ڀلي! جيڪو تو اچي اهو ٿي (پاڻ کي ٻئي جي حوالي پاسورد ڪرڻ جو) ڀاڳو ڏيئي ٻاڻ ڇڏائي

ڀو ڪهڙو اثر ٻج جو ڪر ليندو؟ پر اُپڪار ڪرڻ واري ماڻهوءَ جهـڙي جهڙي واڪاڻ ڪجي
اوتري ٿوري آهي مگر هن وقت مهنجا ٻار ٻچا گهر ۾ اڪيلا ويٺا آهن سي فقط منهنجي
سواميءَ يا پيءُ جي سپرد ڪري مان جلد موٽي اينديس ۽ ٻـيءَ جيئن لوڪي وٺي ٿئي ڪجَ.
اي پيل! توُن منهنجي هن ڳالهه کي ڪوڙ نه سمجهج. مان تو وٽ وري هڪ موٽي اينديس.
لمتيءَ وارن چيو آهي، سچ ئي پرلوڪ هلي ٿي، سچ سان سمنڊ به پنهنجي مريادا اندر
رهي ٿو، سچ جي ڪري ئي پاڻيءَ جي آبشارن (جهرڻن) جون ڌارائون سڌيءَ طرح وهن
ٿيون ۽ سچ جي ڪري ئي سڄي سنسار جو ڪاروبار هلي ٿو.

هرڻيءَ جي اهڙن وچنن تي شڪاريءَ البت مڃڻ کان آناڪاني ڪئي ۽ هرڻيءَ
ڏکندي وري چيو —

هرڻي- اي وياڌ! توُن منهنجيءَ ڳالهه تي وشواس ڪر. مان قسم کڻي تـي چوان ته
ضرور موٽي اينديس ۽ جيڪڏهن نه اچان ته ٺڳ موڪلي اهڙو پاپ لڳي جيڪو برهمڻ
کي وڍڻ وکٽڻ جو لڳي ۽ سدا ڳائيءَ نه ڪرڻ جو لڳي، جيڪو پاپ جيڪو ڪنهن
استريءَ کـي پتيءَ جي آگيا نه مڃڻ ڪري لڳي، جيڪو پاپ جيڪو شڪر ڳرن کان
ئي مک ليڻ ڪري لڳي، جيڪو پاپ جيڪو احسان فراموش ماڻهوءَ کـي لڳي ۽ اڄاڙيءَ ۾
الين کڻي چوان ته جيڪو پاپ پٽي سان دروهه ڪرڻ ڪري لڳي تنهن پاپ جي مان ڀاڱي ٿيان.

اهڙي سٽائڻ ٿي شڪاريءَ کي البت رحم آيو ۽ چيائين، "چڱو! توُن گهر وڃ." اِيءَ ته
هرڻي ٽپ ڏيندي ٽاڻي پيئندي ليڪ ماريندي اچي پنهنجي گهر پهتي. اهڙي ۾ واسو جو
پهرين پهر گذري چڪو ۽ شڪاري جاڳندو رهيو. اِيءَ ته هرڻيءَ جي ننڍي ڀيڻ اچي اُتي
پهتي. هوءَ وڏيءَ ڀيڻ کي ڳولهيندي رستو ڀلجي پيئي هئي ۽ پاڻيءَ جو ڏـو ڏسي جهٽ
پاڻي پيئڻ لاءِ تـي جيئن اڪتي وڌي ته شڪاريءَ پنهنجو ليرڪمان هٿ ۾ کڻي نشان چٽڻ
شروع ڪيو. شڪاريءَ جي چرپر ڪري ٿوڻي مان اُکي والڪو پاڻيءَ ڇڪي هارجي پيئي ۽
سڏو اچي ڌيمان اسٿاپيس ليل شوُ لنگ تي پيئي. ۾ ئي ٻلهترن جا ان ســ اچي ڪريا ۽ اڄ
جاڳائيءَ وچان شڪاريءَ جي ٻئي پهر جي جٽڪ ٻرجا تـي ڇڪي. ٻگران شنڪر پرس
ٿيو ۽ شڪاريءَ جا پاپ ڌوپجڻ لڳا ۽ ٻئي طرف هرڻيءَ جـي پيءُ شڪاريءَ کي تير ۽
ڪمان سان سنڀال ڏسي جرڪ مان پڇندي چيو :—

هرڻيءَ جي ڀيڻ- اي شڪاري! توُن ڇوءِ جا ڪري رهيو آهين؟

شڪاري - اي هرڻي! مـان شڪاري آهيان. جهنگ ۾ قرلت ڪرڻ ۽ شڪار ڪرڻ
منهنجو پيشو آهي ۽ مان مجبور آهيان جو منهنجي ماتا، پتا، استريءَ ۽ ڪٽنب جي پالنا
هن طرح ڪندڙ آهيان.

هرڻيءَ جي ڀيڻ- اي وياڌ! منهنجي ڳالهه ٻڌ. منهنجو جنم سچ ۾ اڄ سڦل ٿيو.
جيڪو شرير ٻين جي ڪم اچي ٿو سچ ۾ اُن جي برابر ٻيو ڪو ۾ ثواب جو ڪم ڪو نه
ٿيو. پر منهنجي گهر ۾ ننڍڙا ننڍڙا ٻچڙا آهن. منهنجي اچا آهي ته ٻارن اُهي ڪنهن جي

ڪري اسان کي ڪولي سمجهايو.

**سونڪي مهراج** - اي رشيئو! هڪ پراڻين سمي جي ڳالهه آهي. **گرودرهم** نالي سان هڪ ڀيل هو. هو ڏاڍو اڪو شڪاري هو. جهنگلي جانورن جي شڪار ڪرڻ سان ئي پنهنجي ڪٽنب جي پالنا ڪندو هو. مضبوط بدن هوس ۽ خوفناڪ شڪل ڏسڻ سان ئي ڀپ وٺيو وڃي. تنهن ڪري چئني ڪانوڻي ئي جهنگل ۾ شڪار ڪرڻ ۽ ڦرلٽ ڪرڻ جهڙڪ هڻندو ڏاڏو هو. ڪڏهن به هن سٺو ڪم نه ڪيو هو جهڙڪري هو اي رحم ۽ پاپ آتما هو.

شو راتريءَ جو ڏينهن هو. ڏاڍو سهانو سمو هو. صبوح ٿيندئي سندس پتا ماتا ۽ استريءَ چيو، اڄ ڪو سٺو سٺيرو جانور ماري اچ ته ڀوڄن ڪريون." اهي وچن ٻڌي جهٽ ڏاش پاڻ کڻي جهنگ ڏانهن ڪري لڳي پيو. شڪار جي ڳولها ۾ ڀٽڪندو ٿي رهيو مگر ڪو به جانور ڪٿي ڏسڻ ۾ نه آيو. سڄي ڏينهن جي اڃ ۽ ستائي لڳي ۽ سج لهڻ جا سانباها به اچي ڪرڻ لڳو. من ۾ سوچڻ لڳو، "هاڻي ڇا ڪريان؟ ڪيڏانهن وڃان؟ اڄ ڪجهه به نه مليو آهي. گهر ۾ پار ٻچا اڪيا هوندا، پر پتا ۽ ماتا جو ڇا ٿيندو؟ استريءَ جي الاجي ڪهڙي حالت هوندي؟ ڪجهه نه ڪجهه گهر ڏانهن کڻي وڃڻ گهرجي نه ته ڪهڙو مهڙ ڪڻي ويندس." اهين ويچار ڪندي هلندو پئي ويو ته هڪ وڏي تلاءَ وٽ اچي پهتو. ڪناري تي هڪ سهڻو گهاٽ ڏٺائين جنهن ڪري من ۾ خيال ڪرڻ لڳو، "هت ضرور ڪوئي جانور ضرور پاڻي پيئڻ ايندو ۽ مان ان کي ماري پنهنجي جهولي ڀري گهر پهچندس." پوءِ ته هڪ پاڻيءَ جو لوٽو ڀري اهو **گرودرهم** ٻيل ٻوٽن جي وڻ جي هڪ ٽاريءَ تي وڃي ويهي رهيو. من ۾ اهو ئي سوچ ڪرڻ لڳو ته ڪڏهن مهل ڪو جانور اچي. راتري ۾ رات جي پهرئين پهر ۾ هڪ اڃايل هرڻي ان تلاءَ جي گهاٽ تي پاڻي پيئڻ لاءِ پهچي پهتي. شڪاري هرڻيءَ کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو نه سمايو ۽ جهٽ ئي تير ڪمان هٿ ۾ ڪڻي نشان چٽڻ شروع ڪيائين ته لوري لوڏي ئي سندس لوٽي مان پاڻي سندو هيٺ اُن جاءِ تي ڪرار جتي شو - لنگ اڳيئي استاپن ٿيل هو. ٻيل جي وڻ ڪ چرپر ٿي ۽ ڇار پل پتن جا پن به ڪري اچي سندو شو - لنگ جي پوڄا ۾ ٻيل پنن ۽ جل سان هنجي اڻڄاڻائيءَ ۾ شو - پوڄا ٿي پئي ۽ پولانات ڀڳوان ڀنڀوري خوش ٿيو ۽ شڪاريءَ جي ڪيل پاپن جو چوٿون حصو ناس ٿيو. هيڏانهن هرڻيءَ کي ڪڙڪ پئجي وئي ته مونهنجي مارڻ وارو نشان چٽڻ ٿي آهي سو يڪدم آواز ڪري چيائين:

**هرڻي** - اي شڪاري! تون ڇا تو ڪرڻ چاهين؟ ڪرپا ڪري ڪولي ٻڌاءِ.

**شڪاري** - (عجب ۾ پئجي) اي هرڻي! مان شڪاري آهيان. شڪار ۽ ڦرڻ مارڻ منهنجو ڌنڌو آهي. اڄ منهنجي ڪٽنب جا سڀ ڀاتي اڃ ۾ پاهه ٿي رهيا آهن تنهن ڪري توکي ماري انهن کي پيٽ ڪرائيندس.

**هرڻي** - (خبردار ٿي ڪري) اي وياڌ! هن ناسونس سرير مان تنهنجي ڪٽنب جي لاءِ لاڀ ۽ سک جو ڪم اچي تنهن لاءِ سچ پچ مونکي خوشي آهي ۽ الڪان وڏڪ منهنجي لاءِ

هڪ سندر منڊل ناهجي جو نئون اوڪن ۽ ”ڪوري - للڪ“ نالي سان جڳ مشهور ٿئي. انجي وچ ۾ اوڪو ”لنگتو - ڀدر“ ناهجي يا سچي منڊپ جي وچ ۾ ” سرواو - ڀدر“ جي رچنا ڪجي. اُتي پرجاپاليه نالي ڪلش جي استاپنا ڪجي. اهـــي شب ڪلش وسترن ڦلن ۽ دڪشنائن سان سينگاريل هجن. اُهن کي اُن ناهيل منڊل جـــي پرسان رکڻ گهرجي. منڊپ جي وچ ۾ هڪ سوني جو يا اِي ڪنهن ڌاتوءَ جو يا ٽامي اهيل ڪلش استاپن ڪرڻ گهرجي. ورت جي رکڻ واري يجمان کي اُن ڪلش تي شو - پارونيءَ جي هڪ سوني جـــي مورتي اهيل رکڻ گهرجي يا پڌهندي شڪتيءَ ۽ شرڌا انوسار سوني جي اُهرالي رکڻ گهرجي. ساڄي طرف کان شنڪر جي مورتي هجي ۽ کاٻي طرف کان پارونيءَ جي مورتي هجي. سستي ۽ آلس ڇڏي پوڄا کي لڳي وڃڻ گهرجي. هن ڪارڻ ۾ ۴ رتوڄ (پوڄا ۽ پاٺ ڪندڙ وِدوان براهمڻ) هجن ۽ هڪ آچاريه (مکيه وِدوان براهمڻ جو ڪريا ڪرم ڪرائيندڙ ۽ مهندار) هجي ٿو سيني جي ورتي (پهرين ڏاڍو هٿ ۾ پڌر آهـــي جنهن کي عام طرح ڪنگڻ ۽ چٽو آهـــي) پڌجي، ۽ انهن جدا جدا نمولي ۾ هرهڪ اهو ۾ اوڄا ڪرڻ گهرجي ۽ اوجاڳو ڪرڻ گهرجي. ورت رکندڙ ماڻهو شو- ارچن، شو- ڀڄن، شو-ڪيرتن، شو- نام ڌانءَ ۾ اوجاڳو ڪندا رهن. ڪرڻ گانا، بجانا ۽ ناچ نِڙ گهرجن مگر فاحش گالين ۽ ناچن کان پاسو ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح شو - ڪٿن ڳالهه سان سڄي رات ولڊر ۾ گذاري ۽ اوجاڳو ڪري صبوح جو سويل الي ڪري شو نام بکيه (هوم يا هون) وڌيءَ انوسار ڪرڻ گهرجي. اِن پٺان شڪتيءَ ۽ شرڌا انوسار براهمڻن کي پوڄن ڪرائجي ۽ دان دڪشنا پيٽ ۾ رکجي. پوءِ ڪوڙن ڳهڻن جـــو دان بکيه ڪرائيندڙن رتوڄن ۽ آچاريه لاءِ ڪرڻ گهرجي.

”اي ديو ديو مهاديو! شرڻاگت وتسل!! دنيائن جا ايشور!!! هـــن ورت تي خوش ٿي ڪري اوهان اسانتي ڪرپا ڪريو. اي شو شنڪر! اسان ڀڳتي ڀاو سان هن ورت جـــي پالنا ڪئي آهي. هن ورت ۾ ڪا کهٽ وڌائي هجي ته اوهان پنهنجي ڪرپا درشتيءَ سان پورالي ڪري ڇڏيندا. اسان جهڪر اڳياڻائيءَ يا ڄاڻ سان هيءُ ورت ڪيو آهي ۽ ارچن ڪيو آهي سو ٿي شل اوهان جي ڪرپا سان سڦلو ٿئي.“

اهڙيءَ طرح پرماتما شنڪر جي پشپانجلي ارپڻ ڪرڻ گهرجي ۽ نمسڪار ڪري موڪلائو ڪجي. (هوهر مهاديو شمبو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (۴) اڌياءُ ٣٩ سماپت.



## انجاڻيءَ سان شو راتري - ورت رکڻ ڪري هڪ ڀيل تي ڀڳوان شنڪر جي عجيب ڪرپا.

سيتي رشي - اي سولجي مهراج! شو راتريءَ جـــي ورت رکڻ سان ڪنهن کي لاڀ مليو آهي ۽ انجاڻيءَ سان ورت رکڻ ڪري به ڪنهن کــي فائدو مليو آهي؟ ڪرپا

اڳاڇ، شڪي گل ۽ ٻلپترن سان شِوَ-لنگ جـــي پوڄا ڪرڻ گهرجي. هن ڇوٿين پهر ۾ جدا جدا قسمن جي ميلن جا انبار پري اڳيان پوڄا پيٽا ڪجن. ماٺهن جي دال جا وڙا ۽ ڪچوريون ٺاهي ۽ ماٺهن جي مٺائي ٺاهي شِوَ-لنگ اڳيان رکڻ گهرجن. ٽئين پهر جـــي پڇت ۾ وڏاڪ جاپ ڪجي يا شِوَ-منترن جـــو پاٺ ڪجي. خوب پڄن، ڪيرتن، ناچ ۽ گانا ڳائڻا ڪرڻ گهرجن. شِوَ-نام جي ڌن لڳائڻ گهرجي ۽ پوءِ سڀ اُپرڻ مهل ڇوٿين آرتي ڪري ساڳيءَ طرح ڏيلوهدرا سان اُدياپن يا موڪلائو ڪجي. ٻهاڙيءَ ۾ ۵ شِوَ ڀڳت براهمڻ جي پوڄن ڪرائڻ جو من ۾ سنڪلپ ڪرڻ گهرجي. ٻهاڙيءَ ۾ هن طرح پرارٿنا ڪرڻ گهرجي.

”اي سڪدائڪ ڪرپالدان شِوَ! مان توهان جو آهيان. منهنجو ساهه توهان ۾ ئي لڳل آهي. منهنجو چت سدا توهانجو ئي چنتن ڪري ٿو. اهو ڄاڻي توهان ڪي جيڪي واجب سمجهه ۾ اچي ٿئي ڪريو. اي پرنداتا! مان ڄاڻي ٻجهي يا اَڻڄاڻائيءَ ۾ جيڪو جپ يا پوڄن وغيره ڪيو آهي تنهنڪي ڇاڪاڻ ته دَيا جا ڀنڊار آهيو تنهڪري سڀنيءَ پاولا سان ڪيل ئي سوڪار ڪندا. اُن اُپواس يا ورت ۾ جيڪو ڦل ٿئي تنهن موجب اي ڀڳوان! مونتي راضي ٿي مون ئي ڪرپا درشٽي ڪندا رهو. اي مهاديو! شل اسان جي خاندان ۾ توهان جي پوڄا ٿيندي رهي ۽ جنهن ۾ خاندان جا توهين اشندا يا ڏيا هجو تنهن ئي خاندان ۾ منهنجو جنم ٿيندو رهي.“

اهڙي طرح پرارٿنا ڪري براهمڻن کي دکشنا ڏيئي شِوَ-لنگ جو وسرجن (موڪلائو) ڪرڻ گهرجي. اي هري! جيڪو هي ورت ڪري ٿو تنهنجي مان بلڪل پرسان ٿي رهانڌو ۽ هن ورت جي ڦل جو مان ته ورنن نه ٿو ڪري سگهان. مون وٽ اهڙي شيءِ ڪاٻه ڪانه آهي جا شِوَ-راتريءَ واري ورت رکندڙ انسان کي مان ڏيئي سگهان! جيڪو اڻڄاڻائيءَ ۾ ڪري ٿو وهي تنهن کي نه مڪتيءَ جـــو ڦل ملي سگهندو باقي ڄاڻي ٻجهي ورت ڪرڻ واري جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي؟ اهڙيءَ طرح ڀڳوان شنڪر ڇوندي انتر ڌيان ٿي ويو ۽ ڀڳوان وشنو پنهنجي ڌام ڏانهن واپس ويو. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رڌر سنگهتا (۴) اڌيا۽ ٣٧-٣٨ سماپت.



## شو راتري ورت جي اُدياپن (موڪلائي) جي وڌي

**سيٽي رشي** - اي سوتجي مهراج! اسانکي شو راتريءَ جي ورت جو اُدياپن (موڪلائي) جي وڌي ڪرپا ڪري ٻڌايو جنهن اَنشٺان (ورت) ڪرڻ سان ئي ڀڳوان شنڪر ٻڪ ئي پڪ پرسن ٿئي ٿو.

**سوتجي مهراج** - اي رشيئو! هـــيءَ ورت سالئي، چوڏهن سال ڪـــرڻ گهرجي. تيرس ڏينهن فقط هڪ وقت لـــي پوڄن ڪرڻ گهرجي ۽ چوڏس ڏينهن پورو پورو اُپواس ڪرڻ گهرجي. شو راتريءَ ڏينهن صبوح جـــو نتيه ڪرم پورو ڪري شوالي (شـــو مندر) ۾ وڃـــي وڌيءَ انوسار پوڄـــن ڪـــرڻ گهرجـــي پـــوءِ اَنـــي

۴ پهر ليندا آهن. مگر هيءُ مهاشوراتريءَ جي پوڄا واسطي جي پهر ڪان ئي شروع ٿيندي آهي. پهرين پهر ۾ شو - لنگ اشنان ڪيو آهي ۽ انيڪ سندر شين سان پوڄا ڪئي آهي. پهرين تلڪ، چانور، گل ۽ پنچامرت سان مهاديو جي پوڄا ڪئي آهي. هرهڪ پوڄا جي شيءِ لاءِ جدا جدا منتر مقرر آهي ۽ جنڪاڻ منتر ياد نه هجي ته ”اوم نمه شوايه“ ئي هڪ اهڙو منتر آهي جنهن سان سڀ ڪارج پورا ٿي سگهندا آهن. پوءِ وري جل - ڌارا ارپڻ ڪجي. چندن، اکنڊ چانور ۽ ڪارن تلن سان پوڄا ڪرڻ گهرجي. ڪمل جا گل، پڪ شو لنگ تي چاڙهڻ گهرجن ۽ ان مهل هيٺين طرح ڀڳوان شنڪر جي جدا جدا الڳ نالن جو اچارڻ ڪرڻ گهرجي ۽ اهي آهن، ڀو، شرو، رُدر، پشوپتي، اُگر، مهان، ڀيم ۽ ايشان. هرهڪ نالي سان ”نمه“ لفظ ضرور وجهڻ گهرجي. گلن جي وڪا ڪان پوءِ ڌوپ، ديپ (ڏيئو)، نئيويد ۽ ڀوڳ پرساد پيش ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ پهرين پهر جـــي ڪلڙڻ ٽائين جاپ ڪرڻ گهرجي. پوءِ وري ”ڌينو مدرا“ (گانءِ جي ٿڻن وانگر هٿ جا اشارا ڪاهي) سان ترپڻ ڪرڻ گهرجي. اُن ڪان پوءِ ۵ براهمڻن جـــي پوڄن ڪارڻ جو من ۾ واچار ڪري سنڪلپ ڪري پهرين پهر جي پوڄا جو موڪلاڻو (اُدياپن) ڪرڻ گهرجي.

ٻئي وري ٻئي پهر جي پوڄا جي وڌي ٻڌو. ٻئي پهر ۾ ساڳيءَ طرح پهرين پهر وانگر شو-پوڄن ڪرڻ گهرجي ۽ جل ڌارائون وهائڻ گهرجن. پهرين پهر وانگر تر، جوءِ ۽ المترن ۽ ڪمل جي گلن سان پوڄا ۽ ارچنا ڪرڻ گهرجي. پوءِ اڄيرو ٽيئي لڦم جي مُوري ۽ ليمو سان ارگهه ڏيڻ جو خاص مهاتم سمجهڻ گهرجي. کيرڻيءَ جو پرساد ۽ پيتا ۾ وڪڻ خاص چيو ويو آهي. اي چارڻس! ياد رک ته، پهرين پهر کان شو - منترن جو ٻئي پهر ۾ ٻيڻو جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ جيستائين ٽيو پهر پورو ٿئي تيستائين جاپ ڪندو رهجي يا شو - منترن جو پاٺ ڪندو رهجي. ٻئي پهر جي پوري ٿيڻ تي به ساڳيءَ طرح پهر وانگر آرتي ۽ وندنا ڪري ۵ شو ڀڳت براهمڻن جي پوڄن ڪرڻ لاءِ من ۾ سنڪلپ ڪري ڌينو مدرا (گئوءَ جي ٿڻ وانگر هٿن جي اشارن) سان وسرجن جو اُدياپن يا موڪلاڻو ڪرڻ گهرجي.

ٽئين پهر ۾، شو - پوڄا پهرين ۽ ٻئي پهر وانگر ڪرڻ گهرجي، ڪڻڪ جون جي جاءِ تي ڪڻڪ رکجي ۽ آڪ جي ڦلڙي (گل) چاڙهڻ گهرجن. تنهن کان پوءِ ڌوپ، ديپ (ڏيئو) ارپڻ ڪري مالپوڙن ۽ انيڪ پڪوان جي ڀاڄين ۽ خاص ڪري ساليءَ ڀاڄيءَ جو ڀوڳ ڏيڻ گهرجي. ان جي پوري ليڱ ڪافوره ڪافور سان آرتي اُتارڻ گهرجي. ڏاڙهونءَ جـــي ڦل سان ارگهه ارپڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ٻئي پهر ڪان ٽيڻو جاپ ڪرڻ شروع ڪجي. ٽئين پهر جي پوري ليڱ ٽائين جاپ پسا شو - منترن جو پاٺ هلڻ گهرجي ۽ پوءِ ڌينومدرا سان وسرجن ڪندي ۵ شو ڀڳت براهمڻن جي پوڄن ڪرڻ جو من ۾ سنڪلپ ڪجي. چوٿين پهر اچڻ تي وري آواهن، پوڄن، آرادنا ۽ وندنا ڪجي. شروع جل ڌارائون وهائجن. مانهن، مگ، ڪنگڻي، سٽن قسم جا

جو ورت ضرور رکندو آهي. شوَ راتريءَ جي ورت کان ڪو به وڌيڪ ورت ڪونه آهي.
ڪامنا سان، بنا ڪامنا سان، سڀني ورڻن وارن لاءِ (براهمڻ، ڪتري، ويش ۽ شودر)، سڀني
آشرمن وارن لاءِ (برهمچريه، گرهستي، وان پرست ۽ سنياسي) استرين لاءِ، بالڪن لاءِ، داسن
وغيره لاءِ ڦلدائڪ آهي. ڦاڳڻ مهيني جي ڪرشڻ پکشيه ۾ شو راتريءَ جو وڏو مهاتم آهي،
جنهن ڏينهن اڌ رات تائين اها تٿ رهندي آهي. هن شو راتريءَ کي مها شوَ راتري به
چيو آهي. اي ڪيشو! سياڻا ماڻهو صبوح جو اٿي مول ڪالوني ني من ۾ شو- ورت جو
سنڪلپ ڪن ٿا- يعني پڪو وچار ڌارڻ ڪن ٿا. سنتيءَ کي چوڻي صبوح جو سوال اٿن
ٿا. سنان پاڻي ڪري پنهنجي نت نيم کي لڳي وڃن ٿا ۽ پوءِ نمسڪار ڪري شو- لنگ
جي پوڄا ڪن ٿا. آراڌنا ڪن ٿا ۽ هن طرح استتي ڪن ٿا.

(شلوڪ جي ايمه جي معنيٰ)

اپائين مهائين توهان پروردگار، فنا ۽ بقا جو توهين آهين مدار.
شو-راتريءَ ورت مان ٿو ڪريان، چرڻن ۾ پڌي هٿ مان ٿو ڏيان.
وگهن ڪين اچي بچي سگهان، ڪين ڪام، پيا شترو بچي سگهان.
جتي لنهنجي ڪرپا ڪر وار آهي، نيلڪنٺ مهاديو نمسڪار آهي.

"اي نيلڪنٺ مهاديو! منهنجي توهان کي نمسڪار آهي. مان توهانجي شوَ راتريءَ
جي ورت ڪرڻ جي اڇا ڪريان ٿو. اي ڀڳوان توهان جي ڪرپا سان شل منهنجي هن ورت
۾ ڪنهن قسم جو وگهن نه پوي ۽ ڪام ڪروڌ لوڀ وغيره شترو مونکي ڪين ستائي
سگهن". اهڙيءَ طرح پڪو وچار ڪري پوڄا جي سامگري گڏ ڪري ڪنهن مندر، شوالي
يا تيرٿ استان ۾ جتي شو- لنگ استاپن ٿيل هجي اتي وڃڻ گهرجي. پوءِ ڀڳوان شنڪر
جي ڏاکڻي يا اولهه طرف پوڄا جي سامگري رکي. سنان وغيره ڪري صاف ڪپڙا پهري
پوڄا شروع ڪرڻ گهرجي. اوم نمه شوايه، منترن سان پوڄا ڪرڻ گهرجي. آرتي، ڪيرتن،
ڳائڻ ۽ وڄائڻ ڪاوءِ پوران پڙ ۾ جاپ ڪرڻ گهرجي ۽ شو راتري مهاتم جو پاٺ ڪرڻ گهرجي.
شو-استوترن جو پاٺ ڪرڻ گهرجي. شو مهما کي ڳائڻ ۽ وڄائڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح رات
جا چارئي پهر پوڄا، ڪيرتن، ڀڄن، مهمان جي ڳائڻ وڄائڻ سان گڏ آرتين سان اتارڻ
گهرجن. چارئي آرتيون پوريون ڪري سڄي رات جاڳرو ڪري پوءِ صبوح جي وقت وري
سنان پاڻي ڪري وري پوڄا وغيره ڪري نمسڪار ڪري مرڪالڙ ڪجي يعني ورت جو
اڌياپن ڪجي.

"اي مهاديو! توهان جي شوَ آڪيا انوسار ني مون شوَ راتريءَ جو ورت رکي پورو ڪيو
آهي ۽ شاستري ورت ڪرڻ ۾ مون تي ڪرپا ڪريو. اي ڪرپالدان! ڪا به ڀڙڪ ٿي هجي
ته ڪمدا ڪريو. معاف ڪريو ۽ مون تي راضي ٿيو. پوءِ وري ٿان جو اڪ ٿڪو ڀشپانجلي
ڪجي. الڪان پوءِ شوَ ڀڳت براهمڻ کي پوڄن ڪرائي کين وستر ۽ دکشنا ڏيئي راضي ڪجي.
اي برهما! اي هري!! اي پاروتي!!! ڏينهن جا به ۴ پهر لڳندا آهن ۽ رات جا به

لنگ ۽ سمورن سکن جي ڏيڻ وارو رهندو ۽ ان ۾ ڪوبه شڪ نه سمجهڻ گهرجي. جيڪو ماڻهو صبوح جو سوير اٿي منهنجي پوڄا ڪاموءِ مهنجي مورتيءَ يا لنگ (شو-لنگ) اڳيان شو هزار اکريءَ جو پاٺ ڪري ٿو تنهنجي لاءِ دنيا ۾ سڌي (هر ڪنهن قسم ۾ ڪاميابي) ڏور نه رهندي ۽ اهو ماڻهو هن لوڪ ۾ سک پائي ٿو ۽ انت ۾ ڪيس شو لوڪ ۾ واسو ملي ٿو. ڀڳوان شنڪر ته انتر ڌيان ٿي ويو مگر وشنو سدس انتي هر روز ڪندو ٿي رهيو. (هر هر مهاديو شنڀو ڪاشي وشوانٿ گنگي) ڪوٽي ردر سنگهتا (٤) ادياءَ ٣٥-٣٦ سمايت.

## ڀڳوان شنڪر کي راضي ڪرڻ وارن ورتن جو ورنن،
## مهاشوراتري - ورت جي ڪرڻ جي وڌي ۽ مهما جو ورڻن.

سنيت رشي - اي سوتجي مهراج! توهان اسانکي شو هزار اکري ٻڌائي ڏاڍو آنند پهچايو آهي. هاڻي اسانکي ڪرپا ڪري ڀڳوان شنڪر جي راضي ڪرڻ وارن ورتن جو ورڻن ڪريو ۽ مها شوراتريءَ جي ورت جي وڌي ۽ مهما ٻڌائي ڪرتارٿ ڪريو.

سوتجي مهراج- اي رشيئو! توهان جيڪي ٻه پڇيو آهي سو هڪ دفعو برهما، وشنوءَ ۽ پاروتيءَ ورهي ڀڳوان شنڪر کان پڇيو هو ۽ جيڪي ڀڳوان شنڪر انهن کي ٻڌايو سو مان توهانجي اڳيان ورڻن ڪريان ٿو. توهان ڪرپا ڪري شانت چت سان واهي ٻڌو.

ڀڳوان شنڪر- اي برهما! وشنو!! پاروتي!!! منهنجا ورت انيڪ آهن، جن مان مکيه ڏهه ورت آهن، جنکي جابال-شرتيءَ جا ودوان "دش-شيو ورت" چون ٿا. دوج (براهمڻ ڪتري ۽ ولش) کي اهي ورت ۽ نيم پالن ڪرڻ گهرجن. هرهڪ اشٽميءَ تي ورت رکي شو پوڄن ڪري نت راتو جو کاڌو کائڻ گهرجي. خاص ڪري ڪرشڻ پکيه (اوڌاڪيءَ) جي اشٽميءَ تي کاڌو اصل نه کائڻ گهرجي. وري هرهڪ شڪل پکيه (چانڊوڪي) ايڪادشيءَ تي بس شو پوڄن ڪري نت هڪ وقت پوڄن ڪرڻ گهرجي. چانڊوڪيءَ (شڪل پکيه) تيرس تي جنهن کي پرودوش ورت چئو آهي تنهن ڏينهن بس شو پوڄن ڪري سانجهيءَ جو پوڄن ڪرڻ گهرجي. ۽ هرهڪ اونداهيءَ چوڏس تي شو-ورت رکڻ کي ته ورت رکڻ گهرجي. ٻنهي پکشن يعني اونداهين ۽ چانڊوڪين راتين ۾ هرهڪ سومر تي شو-ورت ڌارڻ گهرجي. شو-پوڄا، شو-آرتي ۽ شو آراڌنا ڪري پوءِ سانجهيءَ جو پوڄن ڪرڻ گهرجي.

مٿين ورتن ڪرڻ وارو ماڻهو براهمڻن کي پوڄن ڪرائي پوءِ ورت چوڙي. ان کانسواءِ اشٽميءَ ڏينهن سومر وار تي هجي ۽ اونداهي چوڏس سومر وار تسي هجي ته شو-ورت ضرور ڌارڻ گهرجي. شو-پوڄا، ردر منتر جو جاپ، شو-مندر ۾ اپواس ڪرڻ ۽ ڪاشيءَ ۾ ديهه تياڳ ڪرڻ وغيره اصل سناتن مارگ آهن.

مٿين ورتن کانسواءِ شو-راتريءَ جو ورت ته هڪ وڏي اهميت رکندڙ آهي. هن لوڪ ۾ سک ۽ انت ۾ موڪش ملڻ جي چاهنا وارو ماڻهو خاص ڪري شو-راتريءَ

ديوتائن جا ايشور، ۹۵۶. شرٽم - آسري ڏيڻ وارا، ۹۵۷. سرو - سرو روپ، ۹۵۸. شبد برهم ستانگتي - پرڻو روپ ۽ ست پرشن جا آسرا، ۹۵۹. ڪال پکشيہ - جنهن جو ڪال پاسو وٺندڙ هجي، ۹۶۰. ڪال ڪال - ڪال جا به ڪال، ۹۶۱. ڪنڪٽي ڪرت واسڪي - واسڪي نانگ کي ڪنگڻ واڱر هٿ ۾ ڌارڻ ڪندڙ، ۹۶۲. مهيشواس - وڏا ڌنش ڌاري، ۹۶۳. مهي ڀرتا - ڌرتيءَ کي پالڻ ڪندڙ، ۹۶۴. لشڪلنڪ - بي داغ، ۹۶۵. وشرنکلهه - آزاد، ۹۶۶. ديو مڻيسترٽي - آڪاس ۾ مڻيءَ واڱر چمڪندڙ، ۹۶۷. ڌلپہ، ۹۶۸. سڌ سڌي ساڌن - سڌن کي سڌي ڏيڻ وارا، ۹۶۹. وشوت سدو رکهه - سڀني طرفن کان مايا سان بيڪيل، ۹۷۰. ستتيہ - استتي ڪرڻ لائق، ۹۷۱. وابيورسڪ - وڏيءَ ڇاتيءَ وارا، ۹۷۲. مهاڀڄ - وڏن ٻانهن وارا، ۹۷۳. سرواولي - سڀني جي آتميءَ جا استان، ۹۷۴. اڙالنڪ - بي خوف، ۹۷۵. اڙ ٿاوانڙ پرڀ - ناوانڙ جا پيارا، ۹۷۶. نرليپ لشو پيچ آتما - نرليپ ۽ دنيا جي حرص کان پري، ۹۷۷. نرويڪ - برگن کي پيدا ڪندڙ، ۹۷۸. ويڪ ناشن - ڀگين ۾ پوندڙ وگهن کي ناس ڪندڙ، ۹۷۹. ستوپ - استتي ڪرڻ جي لائق، ۹۸۰. ستو پرپ - استتيءَ جا پرامي، ۹۸۱. ستوتا - استتي ڪندڙ، ۹۸۲. وياس - مورتي، ۹۸۳. نرڪش - سوتنتر، ۹۸۴. اروداو ميو پاپ - موکشيہ ولڻ لاءِ جوڳ آسرا، ۹۸۵. وديا راشي - وديا جا پيدار، ۹۸۶. رس پرپ - ارهمانند رس پرامي، ۹۸۷. پرشانت پڌي - شانت پڌيءَ وارا، ۹۸۸. اڪشڻ - گاوڙ گسان رهت، ۹۸۹. سنگرهي - ڀڳتن جي ڏکن کي گڏ ڪرڻ وارا، ۹۹۰. نتيہ سندر - هميشهه مدوهر، ۹۹۱. ونيا گهر ڌرپ - چيتي جي چمڙي ڌارڻ ڪندڙ، ۹۹۲. ڌالراش - برهما جا سوامي، ۹۹۳. شاڪليہ - شاڪليہ رشي روپ، ۹۹۴. شروري پتي - رات جا سوامي (چندرما روپ) ۹۹۵. پرمارٿ گرو دت - پرمارٿ جي اپديش ڪرڻ وارا گرو دتا ترايا روپ، ۹۹۶. آشرت وتسل - شرڻ ۾ آيل ماڻهن تي ديا ڪرڻ وارا، ۹۹۷. سوم - پاروتيءَ سان گڏ شوڀا پائڻ وارا، ۹۹۸. رسگيہ - ڀڳتيءَ جي رس جاڻڻ وارا، ۹۹۹. رسد - پريم جي رس کي ڏيڻ وارا، ۱۰۰۰. سرو ستواو لنبهه - سنسار جي پراڻين کي سهارو ڏيندڙ.

اهڙيءَ طرح شري هري (وشنو) ڀڳوان شنڪر جا هڪ هزار نالا هر روز اچارڻ ڪندي شو - استتي ڪندو هو ۽ هرهڪ منتر تي هڪ هڪ ڪمل جو گل شو لنگ مٿان رکي پوڄا ڪندو هو. هڪ ڏينهن شو - مايا انوسار هڪ ڪمل جو گل گهٽ ٿي پيو ۽ پوڄا ڪرڻ لاءِ ٺئي نهڪري وشنو ڀڳوان پنهنجي ڪمل روپي هڪ اک ڪڍي ڪئي ڀڳوان شنڪر تي چاڙهي ارپڻ ڪئي. پوءِ ته ڀڳوان شنڪر ڏاڍو پرسن ٿي، کيس ”چڪر“ ڏيندي هن طرح چيو، ”اي هري! اوهان جي سهائتا لاءِ لوڪن ۾ اوتار ڌارڻ ڪرڻو پوندو. هي ”سدرشن چڪر“ سڀني شسترن کان اتم آهي. هيءُ سڀ لنهنجي مهما ايتري جو وڏي وڏي آهي سو سڀ ”شو - سهسر نام يعني شو - هزار اکريءَ“ ڪري ٿي سمجهه. جيڪو به ماڻهو هن شو - هزار اکريءَ جو پاٺ ڪندو لنهنکي سپني ۾ به دک نه ستائيندا. هيءُ اتم استوتر وڏا،

۽ اليڪ ڪرم ڪرڻ وارا، ٨٩٠. سمرٿ - هر حال ۾ خوش، ٨٩١. سمڪ - سندر سوالن وارا،
٨٩٢. سوکير، ٨٩٣. سڪر - سڀني ڳڻن وارا، ٨٩٤. دکشڻ انل - سڀني ڏکن جي هير (واءُ)
روپ، ٨٩٥. نندڪيشور - نندي‌ءَ جي پٺي‌ءَ تي چڙهڻ وارا، ٨٩٦. ڌرڻ - جوابدارين کڻي
لائق، ٨٩٧. پرڪٽ - ڀڳتن لاءِ پرگهٽ ٿيڻ وارا، ٨٩٨. پراڻي ورڌن - پراڻ وڌائڻ وارا،
٨٩٩. اپراجت - ڪنهن کان به هار نه کائڻ وارا، ٩٠٠. سروستو - سڀني کي پيدا ڪرڻ وارا،
٩٠١. گووند - ڪئو لوڪ جي پراپتي ڪرائڻ وارا، ٩٠٢. سچ روپي ٻيل تي سواري ڪرڻ وارا،
٩٠٣. اڌ وسع - آڌار ڪالسواءِ، ٩٠٤. ٻهڀجو ٻانهن ۾ ٻي لٺ، ٩٠٥. سڌ - هميشه ڪامياب،
٩٠٦. پرمت مورتي - اولو شوار واري، ٩٠٧. ٻشوڻن - جس روپي ڌن وارا، ٩٠٨. واراهه شرنگ
ڌرڪ شرنگي - واراهه کي ماري شرنگي روپ ۾ پرگهٽ ٿيندڙ، ٩٠٩. ٻلوان، ٩١٠. ايڪ نائڪ
شڪ اڪيلو بهادر، ٩١١. شرتي پرڪاش - ويدن جي ڦهلاءُ ڪرڻ وارا، ٩١٢. شرتي مان - ويدن
کي ڄاڻڻ وارا، ٩١٣. ايڪ بندو - سڀني جا ساٿي، ٩١٤. اليڪ ڪرت - سڀني پدارٿن
کي پيدا ڪرڻ وارا، ٩١٥. شري وتسل شراواپ - منگل ڪاري، ٩١٦. شانت پدر روپ، ٩١٧.
سر - سڀني کي ساڳي‌ءَ نظر سان ڏسڻ وارا، ٩١٨. يش - جس وارا، ٩١٩. يوشپ - پروي‌ءَ
کي آرام ڪندڙ، ٩٢٠. پوشڻ - سڀني کي سمڪارڻ وارا، ٩٢١. پرتي - ڪلياڻ سروپ، ٩٢٢.
پرلڪرت - ماڻهن کي پيدا ڪندڙ، ٩٢٣. پرليا ون - عوام کي اُمن ڪندڙ، ٩٢٤. اجنسب-
نه ڪسڻ وارا، ٩٢٥. ڀڳتي ڪام - ڀڳتي‌ءَ سان پيار، ٩٢٦. ڪالها - ڪال تي جيت پائيندڙ
٩٢٧. امل لوهت - ليري ۽ لوهي رنگ وارا، ٩٢٨. ستم ورت مهاڀاڳي - ستم ورت ڌاري
۽ ڀاڳي، ٩٢٩. نتم شانتي پرائڻ - شانتي سروپ، ٩٣٠. پراوت ورلوود - پر اُپڪاري ۽
وڏان ڏيندڙ، ٩٣١. ورڪت - وراڳي، ٩٣٢. وشارد - هوشيار، ٩٣٣. شبد شب ڪرنا -
شب ڏيندڙ ۽ شب ڪندڙ، ٩٣٤. شب لاما شب ڪير - شب سروپ شب نالن وارا، ٩٣٥-
الرلمت - نه گهرندڙ، ٩٣٦. اگهي، ٩٣٧. ساکشي اڪرتا - ڏسندڙ، ٩٣٨. ڪنڪ ٻرپ - سون
سمان شريا وارا، ٩٣٩. سرهاڙ پدر - ڪلياڻ ڪاري سڀاءَ وارا، ٩٤٠. مڌستهه - ٻيا پاسخاطري
رکندڙ، ٩٤١. شترگهن - دشمن کي ناس ڪندڙ، ٩٤٢. وگهن ناشن - وگهن کي ناس ڪندڙ،
٩٤٣. شکنڊي، ڪوچي شرلي - موريک، ڪسوچ ۽ ٽرشول ڌارڻ ڪندڙ، ٩٤٤. جٽي منڊي
ڪنڊلي - جٽان، منڊمالا ۽ ڪنڊل ڌارڻ ڪندڙ، ٩٤٥. امرلمر - امر، ٩٤٦. سرو ديو سنگهه-
سڀ طرح ڄاڻڻ وارن ۾ سريشٽ، ٩٤٧. تيجو راشي مهامڻي - تيج وارن ۾ وڏي تيج واري
ڪوستڀ مڻي، ٩٤٨. اسڪيمبو اپرميانما - نه ڇڏي سگهجن لائق جهڙا ۽ وسيع ڪري
سگهجن ڪين جهڙا، ٩٤٩. ويڌ وان ويڌ ڪرود - ظالترارا ۽ طالمن جي ڄاڻڻ وارا، ٩٥٠.
ويڌ - ڄاڻو، ٩٥١. ويوڳ آتما ڪهڻي وتسڻ لائق استري‌ءَ کان پري رهڻ وارا، ٩٥٢. پراور مڻي
شتر - پرمت ۽ پوشپ جي ڄاڻڻ وارا، ٩٥٣. آلومعرد ڌرا ڏرش - سڀني کان اُتم ۽ جنهن کي
جيڪي نه سگهجي، ٩٥٤. مڌر پرڌ درشن - جنهنجو درشن منوهر ۽ پيارو لڳي، ٩٥٥. سرپش -

ڪندي ڪيداريشور جو درشن ڪندو آهي سو جيون - مڪت ٿيندو. هن ڪيداريشور ڏانهن
ياترا ڪندي ئي جيڪڏهن اڌ رستي ۾ ڪو ماڻهو مري ويندو آهي ته به شو-لوڪ ۾ واسو
ڏيندو آهي. ڪيداريشور ۾ وشواس رکندي بدري ناٿ جي ياترا ڪندي ڪيداريشور جو
درشن ڪندي هتان جو جل جيڪو ماڻهو گرهڻ ڪري ٿو سو به ماڻهو مڪتي پراپت ڪري ٿو.

**سپ رشي** - اي سوامي! اسان ڪيداريشور جو ورڻن ٻڌو. هاڻي ڪرپا ڪري ڀيم
شنڪر مهاديو جي پرگهٽ ٿيڻ جي ڪٿا ۽ مهما ٻڌائي ڪرتارٿ ڪريو.

**سوتجي مهراج** - اي براهمڻو! اڳين سمي ۾ ڀيم نالي هڪ راڪاس هوندو هو ڏاڍو
ظالم، آدمي، ڌرم هنيا ڪندڙ، يگين ۾ وگهن وجهندڙ ۽ سادو براهمڻن کي ڏاڍو ستائيندو
هو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي ماءُ کان پڇڻ لڳو.

**ڀيم راڪاس** - اي ماتا! تون هن سنسان جهنگل ۾ اڪيلي ڇو رهين ٿي؟ منهنجو پتا
ڪٿي آهي؟ اهو سڀ سچ ٿي ۽ کولي کولي ٻڌاءِ ته منهنجي من کي سنتوش ٿيندو.

**ڀيم جي ماتا** - اي پيارا پٽ! منهنجو نالو اصل ۾ **ڪرڪٽي** آهي. ڪرڪٽ منهنجو
پتا هو ۽ پشڪسي منهنجي ماتا. منهنجي مڙس جو نالو **وراڌ** هو. شري رامچندر منهنجي
مڙس **وراڌ** کي ماري ڇڏيو ته مان وري پنهنجي پيءُ ڪرڪٽ وٽ رهڻ لڳس. هڪ ڏينهن
**اگستيه** منيءَ جي شش سنيڪشڻ منيءَ منهنجي پيءُ ۽ ماءُ کي رستي ۾ ويندي سراپ
ڏئي ڀسم ڪري ڇڏيو. هڪ هو جهنگل پيو مان ههس سندر ڪيا ۽ تنهن جراڻي ديوائي
اڪيلي مان هن جبل پهاڙيءَ کان ٻاهر اصل نه نڪتس. شڪار لاءِ ڪنهن مڙئي سالگي
سان راوڻ جو ڀاءُ ڪنڀ ڪرڻ به اچي هن جبل پهاڙيءَ جي پاسي کان لنگهيو. مون پاڻ
لڪائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي مگر هن جي نظر کان بچڻ مشڪل ٿي پيو. اڪيلي اَبلا
ڏسي هن راڪاس جو من چنچل ٿيو ۽ هن مون تي اهڙ زوراوري ڪري منهنجو ڌرم ڀرشٽ
ڪيو. جنهن مان مونکي گرڀ ٿيو ۽ ڪنڀڪرڻ مونکي وري به جهنگل ۾ اڪيلو ڇڏي ويو
۽ تون جلد ئي پيدا ٿئين. پوءِ ته انهيءَ ڏينهن کان اڄ تائين تون ئي منهنجو آسرو آهين ۽
تنهنجي سهاري تي مان لڳي رهي آهيان.

**ڀيم راڪاس** - اي ماتا! مون هيئنر سمجهيو آهي. شري رامچندر منهنجي ٻئرن پتا
کي ماريو. ڪنڀڪرڻ کي ماريو. وري انهي ڀڳت جي شش منهنجي نالي ۽ نانيءَ کي
ماريو ۽ اسانجا پٽي ڪل برباد ڪري ڇڏيا اٿس. هاڻي مان انهيءَ هري (وشنو) سان اهڙو
بدلو جو پاڻهي کن مهنيندو ته سائس به ڪو پڇو.

اهڙيءَ ريت ماتا کي ٻڌائي ڀيم ڏينهن گهور تپسيا ڪرڻ کي لڳي ويو. پوءِ پتا برهما سندس
تپسيا تي پرسن ٿي وٽس آيو ۽ چيو:

**برهما** - اي ڀيم! مان تنهنجي ڏاڍو راضي ٿيو آهيان. هاڻي ٻڌاءِ تون ڇا گهرين ٿو؟

**ڀيم راڪاس** - اي پتا! مون کي طاقت ۽ پراڪرم گهرجي. ڪرپا ڪري اهڙي طاقت

ڏنائين. ڪھڙي اُن مھلات جي واکاڻ ڪجي. اجلي پٿرن سان خوب چمڪڻ لڳو ۽ اندر-
ٻڙن وانگر اندر سڄو سينگاريل نظر اچڻ لڳو. هڪ ڪمري ۾ هيرن ۽ رتن سان جڙيل پلنگ
تي پنھنجي ماءُ کي آرام ڪندو ڏنائين. آواز جي کڙڪ تي ماتا اُٿي کڙي ٿي ۽ اھڙي سندر
مھلات ۾ پاڻ کي ڏسي ۽ ٻالڪ کي ايندو ڏسي ڀڳوان شنڪر جا شڪرانا بجا آڻيندي
ٻالڪ کي ڀاڪر پائيندي ڇاتيءَ سان لڳائيندي ايتري خوش ٿيڻ لڳي ۽ سڌو راجا وٽ مھا
ڪال جي مندر ۾ آئي جتي راجا چندرسين پوڄا ۾ مگن ويٺو هو. راجا جڏهن اکيون کوليون
ته گوالڻ ۽ پنھنجي ننڍي ٻالڪ جي ڪمس سراسري ڳالھ ڪري ٻڌائي. شو-مايا انوسار راجا
يڪدم اُٿي کڙو ٿيو ۽ سڀني وزيرن ۽ اميرن سميت اچي اُن گوالڻ جي ٻالڪ وٽ پھتو جتي
سڀ ماڻھو آنند ۾ موجون ماڻڻ لڳا ۽ شو-ڀڄن ۾ سڄي رات گذاريائون.

لڙائيءَ لاءِ گھيرو ڪندڙ راجائن کي پنھنجي جاسوسن معرفت جڏهن هيءَ خبر پيئي ته
ڏاڍو پشيمان ٿي چوڻ لڳا، ”راجا چندرسين ڏاڍو شو-ڀڳت آهي تنھنڪري اُن مٿان جيت
پائڻ تمام ڪٺن آهي. هيءُ بي خوف ٿي ڪري مھاڪال جي نگريءَ (اُڄين) جو چڱيءَ
طرح راڄ هلائي رهيو آهي. جنھن شھر ۾ ننڍا ٻالڪ به شو ڀڳت آهن اُتي راجا چندرسين
سان ورود ڪرڻ ۾ قدرتي طرح ڀڳوان شنڪر به، اسان تي ڪوپ ڪندو. تنھنڪري هُن
سان هلي دوستي ڳنڍيون.“

پوءِ ته راجا چندرسين جي آگيا انوسار سڀئي مھاڪال جي نگريءَ ۾ آيا ۽ سڀ تي راجا
۽ گوال ٻالڪ جي ساراھ ڪرڻ لڳا ۽ گوال-ٻالڪ جي مندر ۾ پنھنجو پاڻ پڌرا ٿيل شولنگ
جي پوڄا، آرادنا ۽ آرتي اُتارڻ ۾ لڳي ويا. گوالن ۽ ٻالڪ کي پنھنجو راجا مڃڻ قبول ڪيو.

اِتري ۾ هنومان به اچي پرگھٽ ٿيو جنھن گوال-ٻالڪ جي ساراھ ڪندي سڀني راجائن
کي چيو. ”اي راجائو! توهان جي لاءِ ڏاڍي سڀاڳي جي ڳالھ آهي جو گوال-ٻالڪ جي
دوارا پنھنجو پاڻ پڌرا ٿيل مھاڪال جيوتر لنگ جو درشن ڪري پُڻ جا ڀاڳي ٿيا آهيو. هيءُ
گوال-ٻالڪ ته شنڪر جو ايترو ڀڳت آهي ۽ هن سنسار ۾ سک پائي انت ۾ موکش کي
پراپت ڪندو. اِن هنجي ونش ۾ اٺين پيڙهيءَ ۾ هڪ نند نالي گوال پيدا ٿيندو جنھن
وٽ ڀڳوان وشنو اُن جي پٽ شري ڪرشڻ جي روپ ۾ پرگھٽ ٿيندو ۽ اڄ کان وٺي هي
گوال-ٻالڪ ”شريڪر“ جي نالي سان مشھور ٿيندو.“ پوءِ ته هنومان راجائن کي آشيرواد
ڏيئي انتر ڌيان ٿي ويو. چندرسين جي آگيا سان سڀ راجائون موٽي پنھنجي گھر ويا.
چندرسين ۽ گوال ٻالڪ مھاڪال جي سيوا ڪندا رهيا. اهڙيءَ طرح هيءُ مھاڪال جو درشن
۽ اُنجي پوڄا هرقسم جي سک ڏيڻ واري آهي جنھن ۾ منش هن لوڪ ۾ سک پائي ٿو ۽
انت ۾ مڪتي-پد کي رسي ٿو. (هر هر مھاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي
رودر سنگھتا (٤) اڌياءُ ١٧ سماپت.



**سوتجي مهراج-** اي رشيئو! جڏهن سوامي برهمانڊ کي پرڪرما ڏيئي واپس موٽيو ته نارد اچي گڻيش جي شاديءَ تي وڃڻ جي کيس خبر ٻڌائي. هن ڳالهه، سندس من ۾ جوش جاڳايو ۽ ڪدم تي سوامي ڪارتڪ ڪرونچ جبل ڏــي هليو ويو. پاروتي ۽ شنڪر پٽ ڪارتڪ کي وٺڻ لاءِ ويا پر هو واپس نه آيو. پر هر هڪ اماس تي ڀڳوان شنڪر ويندو هو ۽ هر هڪ پورڻماسيءَ تي پاروتي ويندي هئي. هڪ دفعي ٻئي گڏجي ويــا ۽ هڪ لنگ سمانجي ويٺا جنهن جو نالو "ملڪارجن" پرسڌ ٿيو. "ملڪا" معنيٰ آهي پاروتي ۽ "ارجن" معنيٰ آهي شنڪر. جو هن لنگ جو درشن ڪريندو سو سڀيئي پاپن کان ڇوٽڪارو پائي ٿو.

**سپ رشي-** اي سوتجي مهراج! هاڻي اسانکي ٽئين جيوتر لنگ جو ورڻن ٻڌايو.

**سوتجي مهراج-** اي رشيئو. **اونتي** نالي سان هڪ مشهور شهر هو (جنهن کي هينئر **اُڄين** جي نالي سان سڏجي ٿو). هن شهر ۾ ويد جا پاٺ ڪندڙ براهمڻ رهندا هئا. شو-پوڄا ۾ انهن جو تمام گهڻو پريم ۽ وشواس هو. هڪڙي براهمڻ کي چار پٽ هوا جن جا نالا هئا (۱) ديوپريه (۲) پريه ميڌا (۳) سڪرت (۴) سوورت. هيءُ چارئي ڀــا ڏاڍا شو-ڀڳت هئا. پرسان رتن مال جبل تي **دوشڻ** نالي سان هڪ دئيت رهندو هو جو ڏاڍو ظلم ڪندو هو. پنهنجي سٽا گڏ ڪري اُڄين جي براهمڻن کــي ڏاڍو ستائيندو هو. هڪ دفعي هي چارئي ڀائر شو-پوڄا ۾ مگن هئا ته لشڪر سوڌو دئيت **دوشڻ** به اچي حاضر ٿيو ۽ خوب هنن براهمڻن کي مارڻ شروع ڪيو. چئن ڀائرن واهي صبر سان سهڻ شروع ڪيو. اتري ۾ ڌرتيءَ ۾ هڪ وڏي کڏ ٿي وئي جتان هڪ جيوتر لنگ پيدا ٿيو جنهن مان وري ڀڳوان شنڪر پاڻ پرگهٽ ٿي چيو، "اڙي **دوشڻ**! خبردار مان توهان دشٽن لاءِ مهاڪال ٿي آهيان." اِئين چوڻ سان ئي **دوشڻ** ڀاهه ۾ جلي خاڪ ٿي ويو ۽ سندس سٽا ۾ اچي ڀاڪرو پيو. جئن سورج اڀرڻ سان اَنڌڪار ناس ٿي ويندو تئن ڀڳوان جي پرگهٽ ٿيڻ سان دئيت ناس ٿي ويا. ديوتائن پشپن جي ورکا ڪئي. انهن براهمڻن کــي ڌيرج ڏيندي مهاڪال (ڀڳوان شنڪر) چيو، "براهمڻو! گهرو جيڪي گهرڻو هجيو." انهن براهمڻن چيو، "اي پربو! اي مهاڪال!! اي دشٽن کي ناس ڪرڻ وارا!!! توهان اسان جي رکيا لاءِ اسان وٽ هجو." براهمڻن جي ڳالهه ٻڌي ڀڳوان شنڪر انهيءَ ئي مهل اُن کڏ ۾ لنگ جي روپ ۾ سمانجي ويا جو "**مهاڪال- جيوتر لنگ**" جي نالي سان مشهور ٿيڻ لڳو. انهن براهمڻن هــن لوڪ ۾ سک پاتو ۽ انت ۾ موکيه کي پراپت ٿي ويا. اهڙيطرح هن "**مهاڪال - جيوتر لنگ**" جي درشن ڪرڻ سان منش جي ڪامنا پوري ٿيندي. (هر هر مهاديو شمڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي)

ڪوٽي رڌر سنگهتا (۴) اڌياءِ ۱۵-۱۶ سماپت.





( ڪتا منظر 233 - شنڪ چرر جو
للسيءِ سان ڪنڌرو وواهر )





( ڪتا منظر 243 - وشنوءَ جو براهمڻ جي
ويس ۾ شنڪ چرر راجا کان ڪرڄ وٺڻ )



( ڪتا منظر 249 - الڪاسر





( ڪتا منظر 264 - ہاٿاسر ۽ شري ڪرشڻ



(ڪٿا صفحو 215 ڀڳوان شنڪر ڪـان ٻالڪ
جو سر ڪٽڻ)



(ڪٿا صفحو 214 شوالاريءَ جو ٻهڪجي اٿن
جي مٿل مان ٻالڪ جو آڏن ڪرڻ)



(ڪٿا صفحو 219 گڻيش جو [illegible] ڪري
شرط جو کٽڻ)



ڪٿا صفحو 217 پاروتيءَ ۽ شنڪر جو ٻالڪ
گڻيش کي وردان)

## رشيڪا تي شِو-ڪرپا، هڪ دئيت کان هُنجي ڌرم کي بچائڻ
## ۽ اُنجي آشرم نندڪيش نالي سان نواس ڪرڻ
## ۽ سال ۾ گنگا جو هڪ ڏينهن هت اچڻ.

**سپ رشي**- اي سوتجي مهراج! ويساک سُڌي ستميءَ تي گنگا نرمدا ۾ ڪيئن آئي؟ مهاديو جو نندڪيشور نالو ڪيئن پيو؟ اهو اسانکي وستار سان ٻڌايو.

**سوتجي مهراج**- اي رشيئو! هڪ رشيڪا نالي براهمڻي هئي. جيترڪ ڏاين ۽ ورن ۽ نيمن جي پالنا ڪندڙ هئي ته به اڳئين جنم جي ڪنهن خراب ڪرم ڪري هوءَ بال-وڌوا ٿي پيئي. ڀڳوان شنڪر ۾ هنجو ڏاڍو وشواس هو ۽ اندرين کي وس ۾ ڪري ڪٺور تپسيا ڪري لڳي ويئي. هيءَ براهمڻ استري تمام سندر هئي ۽ وجهه وٺي هن براهمڻ-استريءَ جي روپ تي موهه ۾ پئجي وڃڻ لاءِ ۽ ڌرم ڀرشٽ ڪرڻ لاءِ هڪ موڊ نالي دئيت ٻه اچي سهڙيو. رشيڪا پوڄا ۽ آرادنا ۾ مشغول هئي. هن موڊ دئيت کيس ستائڻ شروع ڪيو. رشيڪا اتي ڀڳوان شنڪر کي پڪارڻ شروع ڪيو ۽ ڀڳوان سندس لاج رکڻ لاءِ پرگهٽ ٿي موڊ کي ڀسم ڪري ڇڏيو ۽ براهمڻيءَ رشيڪا ڏانهن ڪرپا درشٽي ڪندي چيو، ”اي ديوي! دئيتن کي ناس ڪرڻ لاءِ ساڌو براهمڻن جي بچائڻ لاءِ مان يگ يگ ۾ پرگهٽ ٿيندو آهيان. هاڻي هيءَ دئيت جلي ڀسم ٿي ويو. باقي جيڪي گهرجيئي سو هن وقت اُنئي سو گهري وٺ.“

**رشيڪا** - اي ديون ديو! توهان ڀڳتن جا رکڪ آهيو، پاپين کي ناس ڪرڻ وارا آهيو، جڏهن توهان منهنجي اڳيان اچي ويا آهيو ته باقي مونکي ٻي ڪهڙي شيءِ گهرجي! منهنجي فقط اها پرارٿنا آهي ته توهان تمام عام جي ڪلياڻ لاءِ هت ٿي رهو.

اتي ۾ ڀڳوان وشنو، برهما ۽ گنگا ماتا به اچي پهتا، جن سڀني ڀڳوان شنڪر جو درشن ڪيو ۽ گنگا چوڻ لڳي.

**گنگا**- اي ديوي! مان به هت تيرٿ تي رهڻ چاهيان ٿي.

پوءِ ته ڀڳوان پارٿو-لنگ ۾ سمائجي ويو. ان ڏينهن کان وٺي نرمدا نديءَ جو هيءُ ڪنارو تمام پوتر تيرٿ لڳو ۽ گنگا به هر سال ويساک سڌي ستميءَ تي پنهنجن پاپن کي ڌوئڻ لاءِ ايندي رهندي. (هر هر مهاديو شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) ڪوٽي رُدر سنگهتا (٤) اڌيا ٥-٧ سماپت.



## پهرين جيوتر لنگ سومناٿ جي پرگهٽ ٿيڻ جي ڪٿا ۽ اُنجي مهما:

سوتجي مهراج ڪپلا شهر جي ڪاليشور، راميشور وغيره. مهما ٻڌائيندي سمنڊ جي ڪناري تي ايندل گوڪرڻ کيتر جي شو-لنگ جي مهما سڀني رشين کي مختصر ٻڌائي.



جيءِ شو شنڪر - جيءِ گنگادر
جٽا جوٽ ڌر - نين ٽين ڌر
نيل ڪنٺ ڌر - ڀسم انگ ڌر
منڊ مال ڌر - ڀال چندر ڌر
نراڪار ساڪار ٻنهي ۾ ڀنا - ڀسن جرڪي هر هند نهنجي سٽا،
ڌر ٻڌ اڌڌاري ٻنهي آهه روپ - ڌنڪار جڳت ۾ سو مارگ انوپ.

# ڪوٽي ردر سنگهتا (۴)

**سپ رشي**- اي سوتجي مهراج! انيڪ تيرٿن ۾ جيڪي شو-لنگ استاپت ٿيل آهن انهن جو وستار سان ورڻن ٻڌڻ چاهيون ٿا. ڪرپا ڪري اسانکي ٻڌايو.

**سوتجي مهراج**- اي مهرشيئو! انيڪن تيرٿن ۾ انيڪ شو-لنگ آهن مگر انهن مان مکيه جيوتر لنگ آهن جن جو مان ورڻن ڪريان ٿو. جتي جتي ڀڳتن ڀڳتيءَ سان واهي ڀڳوان جو پوڄن ۽ سمرڻ ڪيو آهي اتي اتي شنڀوءَ اوتار ڌارڻ ڪري ڀڳتن جا ڪارج راس ڪري پاڻ کي جيوتر لنگن ۾ سمائي ڇڏيو آهي. هنن لنگن جي پوڄا ڪري شو-ڀڳت ڪامنائون (سڌيون) حاصل ڪري ڇڏيون آهن سوراشٽر ۾ سومناٿ، شري شيل تي ملڪارجن، اُجين ۾ مهاڪال، اونڪار تيرٿ ۾ پرميشور، هماليه تي ڪيدار، ڏاڪڻيءَ ۾ ڀيم شنڪر، ڪاشيءَ ۾ وشوناٿ، گوداوريءَ جي ڪناري تي ترمبڪ، چتا ڀوميءَ ۾ ويدناٿ، دارڪ ون ۾ ناگيش، سيتو بند ۾ راميشور، شواليه (حيدرآباد دکن ۾ دولت آباد کان ١٢ ميل پري ايلورا گرام) ۾ گهسميشور وغيره. ٻارهن لنگن جو صبوح جو اٿي جيڪو ماڻهو پاٺ ڪري ٿو سو سڀني پاپن کان ڇٽي مڪتي پائي ٿو.

من ۾ اڇا ڪي رکي سرشٽ ماڻهو هنن جو پاٺ ڪري ٿو تنهنجا ڪارج راس ٿين ٿا. جو ٻنا اڇا رکي ڪري ٿو تنهنکي نه ماتا جي گرڀ ۾ ٿي نه اچڻو پوندو هنن جي پوڄن ڪرڻ سان هن لوڪ جا سڀ دک ناس ٿي ويندا. جيوتر لنگ جو پرساد ضرور وٺڻ گهرجي. انجي وٺڻ سان سڀ پاپ جلي ڀسم ٿي ويندا آهن.

اي رشيئو! لنگن جي پوڄا ۽ درشن بابت توهان کي ٻڌايو ويو آهي، هاڻي اپ-لنگن بابت ٻڌايو ويندو. سومناٿ جو اپ-لنگ آهي. انتڪيشور جو مهي ندي ۽ سمند جي سنگم تي ٿيل آهي. ملڪارجن جو اپ-لنگ آهي ردريشور جو ڀرڳو-ڪڇ ۾.



جيءِ شو شنڪر - جيءِ گنگا ڌر
جٽا جوٽ ڌر - تين نين ڌر
نيل ڪنٺ ڌر - ڀسم انگ ڌر
منڊ مال ڌر - ڀال چندر ڌر
نراڪار ساڪار تون ئي پتا - ڀڳتن جو ڳي هر هنڌ تنهنجي سنا،
ڌر ۽ اڌڪاري نرالي آهه روپ - ڏکارا جڳت ۾ تون مارگ انوپ.

# ڪوٽي رُدر سنگهتا (۴)

**سڀ رشي**- اي سوتجي مهراج! انيڪ تيرٿن ۾ جيڪي شو-لنگ استاپت ٿيل آهن انهن جو وستار سان ورنن ٻڌڻ چاهيون ٿا. ڪرپا ڪري اسانکي ٻڌايو.

**سوتجي مهراج**- اي مهرشيئو! انيڪن تيرٿن ۾ انيڪ شو-لنگ آهن مگر انهن مان مکيه جيوتر لنگ آهن جن جو مان ورنن ڪريان ٿو. جتي جتي ڀڳتن ڀڳتيءَ سان وڏي ڀڳوان جو پوڄن ۽ سمرن ڪيو آهي اُتي اُتي شيوءِ اوتار ڌارڻ ڪري ڀڳتن جا ڪارج راس ڪري ٻاڻ کي جيوتر لنگن ۾ سمائي ڇڏيو آهي. هنن لنگن جي پوڄا ڪري شو-ڀڳت ڪامنائون (سڌيون) حاصل ڪري ڇڏيون آهن. سوراشٽر ۾ سومنات، شري شئل تي ملڪارجن، اُجين ۾ مهاڪال، اونڪار تيرٿ ۾ پرميشور، هماليه تي ڪيدار، ڏاڪنيءَ ۾ ڀيم شنڪر، ڪاشيءَ ۾ وشوناٿ، گوداوريءَ جي ڪناري تي ترمبڪ، چتا ڀوميءَ ۾ ويدناٿ، دارڪ بن ۾ ناگيش، سيتوبنڌ ۾ راميشور، شواليه (حيدرآباد دکن ۾ دولت آباد کان ۱۲ ميل پري ايلورا ڳوٺ) ۾ گهشميشور وغيره. ٻارهن لنگن جو صبوح جو اٿي جيڪو ماڻهو پاٺ ڪري ٿو سو سڀني پاپن کان ڇٽي مڪتي پائي ٿو.

من ۾ اڇا ڪي رکي سرشٽ ماڻهو هنن جو پاٺ ڪري ٿو تنهنجا ڪارج راس ٿين ٿا. جو بنا اڇا رکي ڪري ٿو تنهنکي ته ماتا جي گرڀ ۾ ٿي نه اچڻو پوندو هنن جي پوڄن ڪرڻ سان هن لوڪ جا سڀ دک ناس ٿي ويندا. جيوتر لنگ جو پرساد ضرور وٺڻ کپي. اُنجي وٺڻ سان سڀ پاپ جلي ڀسم ٿي ويندا آهن.

اي رشيئو! لنگن جي پوڄا ۽ درشن ٻابت توهان کي ٻڌايو ويو آهي، هاڻي اُپ-لنگن ٻابت ٻڌايو ويندو. سومنات جو اُپ-لنگ آهي. **انتڪيشور** جو مهي ندي ۽ سمنڊ جي سنگم تي ٿيل آهي. ملڪارجن جو اُپ-لنگ آهي **رُدريشور** جو ڀرگو-ڪڪشه



جيءِ شِوَ شنڪر - جيءِ گنگا ڌر
جٽا جوٽ ڌر - تيسن نيڻ ڌر
نيل ڪنٺ ڌر - ڀسم انگ ڌر
منڊ مال ڌر - ڀال چندر ڌر
نراڪار ساڪار ٻنهين جي پتا - ٻن جوڙيءَ جي هر هنڌ لهجي ستا،
ڌر ڌر اَرڌناري ٻنهي آهه روپ - ڌارڻهار جڳت جو تون ماڻڪ انوپ.

# ڪوٽي رُدر سنگهتا (۴)

**سُت رشي**- اي سوتجي مهراج! ايڪ ٻيا ٻين جيڪي شِوَ-لنگ اِستاپت ٿيل آهن اُنهن جو وستار سان ورڻن ٻڌڻ چاهيون ٿا. ڪرپا ڪري اسانکي ٻڌايو.

**سوتجي مهراج**- اي مهرشيئو! انيڪن ٻين ۾ انيڪ شِوَ-لنگ آهن مگر اُنهن مان مکيه جيوتر لنگ آهن جن جو مان ورڻن ڪريان ٿو. جتي جتي ڀڳتن ڀڳتيءَ سان وڏي ڀڳوان جو پوڄن ۽ سمرن ڪيو آهي اُتي اُتي شِوءِ اوتار ڌارڻ ڪري ڀڳتن جا ڪارج راس ڪري ٻاڻ ڪي جيوتر لنگن ۾ سمائي چڪو آهي. هن لنگن جي پوڄا ڪري شِوَ-ڀڳت ڪامنائون (سڌيون) حاصل ڪري چڪا آهن سوراشٽر ۾ سومنات، شري شئل تي ملڪارجن، اُجين ۾ مهاڪال، اونڪار تيرٿ ۾ پرميشور، هماليه تي ڪيدار، ڏاڪنيءَ ۾ ڀيم شنڪر، ڪاشيءَ ۾ وشوناٿ، گوداوريءَ جي ڪناري تي ترمبڪ، چتا ڀوميءَ ۾ ويدناٿ، دارڪ بن ۾ ناگيش، سيتو بند ۾ راميشور، شواليه (حيدرآباد دکن ۾ دولتآباد کان ۱۲ ميل پري ايلورا گرڦا) ۾ گهسميشور وغيره ٻارهن لنگن جو صبوح جو اُٿي جيڪو ماڻهو پاٺ ڪري ٿو سو سڀني پاپن کان ڇٽي مڪتي پائي ٿو.

من ۾ اڇا کي رکي سڀاشت ماڻهو هنن جو پاٺ ڪري ٿو تنهنجا ڪارج راس ٿين ٿا. جو بنا اڇا رکي ڪري ٿو تنهنکي نه ماتا جي گربه ۾ ٿي نه اچڻو پوندو هنن جي پوڄن ڪرڻ سان هن لوڪ جا سڀ دک ناس ٿي ويندا. جيوتر لنگ جو پرساد ضرور وٺڻ گهرجي. اُنجي وٺڻ سان سڀ پاپ جلي ڀسم ٿي ويندا آهن.

اي رشيئو! لنگن جي پوڄا ۽ درشن ٻابت توهان کي ٻڌايو ويو آهي، هاڻي اپ-لنگن ٻابت ٻڌايو ٿو. سومنات جو اپ-لنگ آهي. انتڪيشور جو مهي ندي ۽ سمنڊ جي سنگم تي ٿيل آهي. ملڪارجن جو اپ-لنگ آهي رُدريشور جو ڀرڳو-ڪڇ ۾.

۽ جمر لولنگ جي روپ ۾ ڀڳوان سمائجي ويو. اهڙيءَ طرح جهڪو مالهو جمرلو لنگن جي ڪٿائن کي پڙهي لو يا ٻڌي لو سو سڀني پاپن کان ڇوٽڪارو پائي انت ۾ مڪتي پراپت ڪري لسو. (هر هر مهاديو شمبو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) شت ردر سنگهتا (۳) اڌياءِ ۴۲ سماپت.

## شت ردر سنگهتا سماپت



ڀڳوان شنڪر - مان مالڪ جڳت ۾ ورتي مهيشور اور -
مرڳ ۽ جمع ڪسان رهان مان دور.
رهان ٻنهجي ڀڳتن جي وس لو سدا -
اڃي جمر پاپن لسـ رهان لو جدا.
جڏهن ڏرم خطري ۾ مان لو ڏسان -
راڪاس ۽ دلتن جو زور لو ٻسان.
ڌاريان روپ هر هنڌ لو مان بيشمار -
مها ڪال، پهلاد ڪرشن درشن هزار.
درواسا، سدماسي، ڀتي، هنس مان -
هنومان، آزڏوت، وشوناٿ مان.
ساڌن کي پاپين کان بچايان لو مان -
پاپين کي جڳت مان مٽايان لو مان.
ڀڳتيءَ کي لٺمن سر لو قائم ڪريان -
هر ٻسکر ۾ آرڻاو لو ڌارڻ ڪريان.

ڀڳوان شنڪر جو ٽيون اوتار آهي مهاڪال جو اُجين نگريءَ ۾ ٿيو. هڪ دفعي دُوشڻ نالي
دئيت ويدڪ ڌرم کي ناس ڪرڻ شروع ڪيو. براهمڻن جي هٽيا ۽ هنسا ڪندي دئيت
اچي اُجين ۾ پهتو جتي ويد نالي براهمڻ جي پٽ ڀڳوان شنڪر جو سمرڻ ڪيو. جتي تي
ڀڳوان شنڪر پرگهٽ ٿي ”هونڪار - شبد“ ڪان دوشڻ دئيت کي ڀسم ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ
ورِي ديوتائن جي پرارٿنا ڪرڻ تي مهاڪال جيوتر لنگ جي روپ ۾ اُتي پرگهٽ ٿيو.
ڀڳت وتسل ۽ پرم آتم ٻل سان ڀرپور ڀڳوان شنڪر جو چوٿون اوتار ونڌيہ جي منورٿ پوري
ڪرڻ لاءِ ٿيو. ديوتائن جي پرارٿنا تي اُن روپ ۾ ادلجي ويو. ١. اونڪار ۾ اونڪاريشور
۽ ٢. پارٿو لنگ ۾ پرميشور. ٻنهي جو درشن ڀڳتن لاءِ سکدائي آهي. پنجون اوتار ڪيداريش
جيوتر لنگ روپ ۾ ڪيڏو امل آهي. هماليہ جبل تي نر - نارائڻ جي اوتار جو ديوتائن جي
پرارٿنا تي اڌليل روپ آهي. لنگ روپ ۾ شنڀوءَ جو درشن ۽ پوڄن ڀڳتن کي من واڇت
ڦل ڏيڻ وارو آهي. ڇهون اوتار جو نالو ڀيم شنڪر آهي. جتي ليلائون ڪري ڀڳوان ڀيماسر
دئيت کي ماريو هو. راجا سدڪشڻ ڀڳوان شنڪر جو ڀڳت هو. ڀيماسر دئيت اُنکي ڏاڍو
ستايو هو. راجا سدڪشڻ جي بچاءَ لاءِ ڀيماسر دئيت جي مارڻ لاءِ ڀڳوان کي اوتار ڌارڻو پيو
۽ راجا جي پرارٿنا تي ڊاڪنيءَ ۾ ڀيم شنڪر نالي لنگ ۾ رهڻو پيو. ڀڳوان شنڪر جو ڪاشي-
وشوناٿ جي سان ڪاشيءَ ۾ ٿيو جتي وشنو وغيره ديوتائون ڪيلاش - پتي **شو ۽ ڀيرو**
جي هميشه پوڄا ڪندا هئا. ڪاشي وشو - ناٿ جا جيڪي ڀڳت هميشه جاپ ڪندا
رهندا سي ڪرم بندن کان ڇٽي نرڀي مارگ رستي مڪتي پد پائين ٿا. اٺون اوتار چندر
شيکر (شو) جو ”ترمبڪ“ نالي سان گوتمي نديءَ جي ڪناري تي گوتم رشيءَ جي پرارٿنا سان
پرگهٽ ٿيو جنهن جي درشن ۽ ڇهڻ سان سڀ ڪامنائون پوريون ٿي وڃن ٿيون. نائون
اوتار ”ويديہ ناٿ“ جي نالي سان پرسد ٿيو. هن اوتار ۾ ڀڳوان ڪيترائون ئي ليلائون
ڪيون. راوڻ جي ڪري ئي ڀڳوان شنڪر جيوتر لنگ ۾ چتا - ڀوميءَ واريءَ جاءِ ۾ آهن
ٿيو. جيڪي هن اوتار جي مهاتم کي پڙهن ٿا سي سنسار ۾ سک ڀوڳي انت ۾ مڪتي کي
پراپت ٿين ٿا. ڏهون اوتار ”ناگيشور“ جي نالي سان چيو وڃي ٿو جو ڀڳتن جي رکيا ۽
دشٽن جي ناس ڪرڻ لاءِ پرگهٽ ٿيو. هن اوتار ۾ دارڪ نالي راڪاس کي ماري ڀڳوان
شنڪر گوريءَ سان گڏ جيوتر لنگ ۾ سمائجي ويو. يارهون اوتار ”راميشور“ نالي سان چيو
وڃي ٿو جو رامچندر جو اِشٽ ديو چيو وڃي ٿو جنهن ڪري ئي رامچندر کي لڙائيءَ ۾ جيت
حاصل ٿي. شري رامچندر جي ٻل ناهڻ وقت ڀڳوان جيوتر لنگ ۾ سمائجي ويو. جيڪو ماڻهو
ڀڳتيءَ سان گنگاجل سان راميشور لنگ جي پوڄا ڪري ٿو سو جنم مرڻ جي چڪر کان مڪتي
پائي ٿو. ”گهشميشور“ اوتار گهشما جي آنند ڏيڻ لاءِ ئي ٻارهون اوتار پيدا ٿيو. گهشما جي
پٽ کي سديهه ماري ڇڏيو هو ان کي وري جيئري ڪرڻ لاءِ گهشما شنڪر جي آراڌنا
ڪئي هئي اُنجي ڀڳتيءَ تي پرسن ٿي ڀڳوان کي اچڻو پيو. لنهنکانوءِ گهشما جي پرارٿنا تي اُن لاءِ

وڏو جهنگلي ڀيلن ۽ انهن جي ڏنگين کان بچڻ وارو ڪو نه آهي.

قاصد ٿي اچي ارجن جا ڪٺور لفظ ٻڌي موٽي آيو ۽ پوءِ نه ڪراتن جو راجا (ڀڳوان شنڪر) اڳتي وڌي آيو. هيڏانهن ارجن به استر شستر کڻي ڀڳوان شنڪر جو من ۾ سمرڻ ڪرڻ لڳو. انهيءَ سمرڻ ڪرڻ سان ارجن جي اندر ۾ وڌيڪ طاقت اچڻ لڳي. لڙائي شروع ٿي وئي، ٿوريءَ دير کان پوءِ ارجن ڪراتن جي راجا جي پيرن کي جهلي چوڌاري ڦيرائڻ شروع ڪيو. انهيءَ ۾ ڪراتن جي راجا پنهنجو اصلوڪو اهو روپ آهستي آهستي ڏيکارڻ شروع ڪيو جنهن جي ويدن ۾ واکاڻ ڪيل آهي. اهڙي روپ کي ڏسي ارجن ڏلدان اڳراون وجهي شرمائجي ويو ۽ اندر ۾ چوڻ لڳو، "اڙي! هيءُ مون ڇا ڪيو، جنهن کي اهڙو روپ ڪري مون سمجهيو هو، سو ڀڳوان شنڪر هيءُ آهي! اڙي شو-ليلا جو انت پائڻ ڏکيو آهي ۽ مان شو-مايا ۾ موهجي، نه ڪرڻ جهڙو ڪم ڪري ويٺو." پوءِ ته ارجن هڪدم هٿ جوڙي، ڪنڌ جهڪائي شرمندو ٿي اٿي رهيو ۽ آهستي آهستي نماڻيءَ ٻوليءَ ۾ چوڻ لڳو.

**ارجن** - اي ديون جا سوامي مهاديو! مون جيڪو اپراڌ ڪيو آهي سو ڪرپا ڪري ڪميا ڪريو. توهان پنهنجي روپ کي لڪائي هيءُ ڇا ڪيو؟ اڙي سائين! مون توهان سان ڀڄ ڪرڻ واري کي ڏڪار آهي!

اهڙيءَ طرح پاڻ تي ملامتون وجهندو ارجن ڀڳوان جي چرڻن تي شرمسار ٿي ڪري پيو ۽ ڀڳوان شنڪر کيس پنهنجي ڪومل هٿن سان کڻندي چيو.

**ڀڳوان شنڪر** - اي پارٿ! هي سڀ تنهنجي پرکيا لاءِ هو. مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان ۽ جيڪي لڙائيءَ ۾ مونڏانهن تو پاڻ ٽي اڇلايا سي ڇٽڪ منهنجي لاءِ گل ۽ ڦل هئا. تنهنڪري ڪو به شوڪ نه ڪر ۽ گهٻراهٽ ڇڏي جيڪي گهرڻو هجيئي سو گهر.

پوءِ ته ارجن گد گد ٿي آستتي ڪندي چوڻ لڳو.

**ارجن**- اي پڀو! مان توهان جي ڪرپا جو ڪهڙو ورڻن ڪري سگهان؟ اي ديوتائن جا سوامي منهنجي توهان کي نمسڪار آهي. اي ڪئلاش واسي منهنجو پرڻام آهي. سداشوا مان نمان ٿو. اي پنجن مکن وارا پرميشور مان سر جهڪائان ٿو. توهان جٽا ڌاري آهيو، ٽن اکين وارا آهيو، توهانکي وار وار نمسڪار آهي. توهان هر وقت خوش مزاج آهيو، هزارن مکن وارا آهيو، توهانکي وندنا آهي. اي نيل ڪنٺ، سديوجات، ڏاند جي نشاني جهنڊي ۾ رکڻ وارا ۽ گئوريا کي کاٻي پاسي ۾ وهارڻ وارا، توهان کي نمسڪار آهي. ڏهن ٻانهن وارا، ڏمروءَ جي وڄائڻ وارا، مڻين جي مالائن وارا، ڪافور سمان سفيد شڪل وارا، پناڪ ڌنش ڌاري، ترشول ڌاري، چنڊ جي چوٽيءَ کي ڌارڻ ڪرڻ وارا، هاٿيءَ جي چمڙيءَ کي اوڍڻ وارا، گنگا کي ڌارڻ ڪرڻ وارا، ناگن کي گلي ۾ پائڻ وارا، نندي گڻ ۽ ٻين گڻن کان شيوا ڪرائڻ وارا، ڪاڙهن چرڻن وارا منهنجي توهان کي وار وار نمسڪار آهي. گڻيش ۽ سوامي ڪارتڪ جا پتا، ڀڳتن جي دک نوارڻ وارا ۽ سکن جي ڏاتا وارا، نرگڻ، سگڻ،

اچي ويٺو آهي. پوءِ ته اندر به ڪيس شو-منتر جو اپديش ڏئي روانو ٿي ويو. اندر کي نمسڪار ڪري ارجن وري پنهنجي شو-پوڄن، شو-آراڌنا ۽ شو-اپاسنا ۾ لڳي ويو. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) شت رُدر سنگهتا (٣) اڌياءُ ٣٣-٣٨ سماپت.



## موڪ - دئيت جو سوئر جي روپ ۾ اچڻ ۽ ڪرات (ڀيل) جي ويس ۾ ڀڳوان شنڪر جو اچڻ ۽ پنهنجو دوت موڪلڻ.

نند ڪيشور - اي سنتڪمارو! "پنچ-اکري" شو منتر ۾ لڳل ارجن جي تپسيا جو تيج ديوتائن وٽ پهتو جي ڀڳوان شنڪر وٽ پهتا. ڀڳوان ديوتائن کي دلجاءِ ڏني. انهيءَ وچ ۾ دريوڌن هڪ موڪ نالي دئيت کي ارجن جي تپ ۾ ڀنگ وجهڻ لاءِ موڪليو. موڪ دئيت خوفناڪ سوئر جو روپ ڌاري اچي ارجن جي اڳيان بيٺو. ارجن کي وقت سر ڪڙڪ پئجي ويئي جنهن هنسڪ ۽ هولناڪ جانور کي ايندو ڏسي تير ۽ ڪمان تيار ڪري رکيو. هوڏانهن وري الائي جو ناٿ ڀڳت وتسل پڀو جنهنجي ڌيان ۾ ارجن لڳل هو تنهن پنهنجي ڀڳت مٿان پيڙ آئل ڏسي ڪرات (ڀيل) جو روپ ڌاري پنهنجا دوت به ساڻ ڪري ۽ انهن کي به ڀيلن جي پوشاڪ پهرائي اچي پهتو. اڳيان سوئر ته پويان ڀيلن جو راجا (شنڪر). جڏهن سوئر ارجن جي ويجهو آيو ته ارجن ان تي مٿس وار ڪرڻ شروع ڪيائين، هيڏانهن ڪرات (شنڪر) به ٻاڻ هلائڻ شروع ڪيا ڀڳوان شنڪر (ڪرات) جو ٻاڻ سوئر جي پٺيءَ مان لنگهي وات مان اڪري آيو ۽ ارجن ٻاڻ ڦٽو ڪيو مس تنهن کان اڳيئي سوئر ليٽڙيون پائيندو ڌرتيءَ تي ڪري پران پساهه ڏنا. ارجن اندر جو اندر ۾ ڀيل-راجا جا شڪرانا اچاءِ آڻڻ لڳو ۽ سمجهڻ لڳو ته ٻاڻ شنڪر ڀڳوان مون تي خود دَيا ڪئي آهي يا ڪنهن ٻئي معرفت دَيا ڪئي آهي. پوءِ ته من ئي من ۾ ڀڳوان شنڪر جو منتر اچارڻ لڳو. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) شت رُدر سنگهتا (٣) اڌياءُ ٣٩ سماپت.



## ڪرات ۽ ارجن جي جنگ - سڄاڻڻ تي ڀڳوان شنڪر جي استتي ڪرڻ. ارجن جو پوئتي موٽڻ ۽ شري ڪرشن سان ميلاپ.

نند ڪيشور - اي ويد وياس! پوءِ ان ڀيل راج (ڪرات) پنهنجو ٻاڻ واپس ڪرائڻ لاءِ پنهنجي هڪ قاصد کي موڪليو ته کڻي اچي. هيڏانهن ارجن به پنهنجو ٻاڻ کڻڻ آيو ته ٻئي هڪ مهل اچي مليا. ارجن کي پنهنجيءَ طاقت جو فخر هو سو تنهن يڪدم ڪرات جي قاصد کي ٻڌان تي هڪل ڪري چيو، "اي خبردار! جي منهنجي ٻاڻ کي هٿ لاتو

ٿالي سان راجا ٿي راڄ ڪرڻ لڳو ۽ براهمڻي راڄ - ماتا ٿي رهڻ لڳي. براهمڻ ڪمار سڀ ڀيڻ ڀاءُ جي راڄ ۾ آنند سان رهڻ لڳو. هيءَ ڪٿا هڪ من چت سان هر روز پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ڪري سگهن ٿا ڀوڳن جـي پراپت ڪرائڻ واري رهندي. (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) شت رودر سنگهتا (۳) ادياءُ ۳۱ سماپت.



## ڀڳوان شنڪر جي سريشور اوتار جي ڪٿا، اُپمنيوءَ جي تپسيا ۽ اُنکي وَر جي پراپتي.

نندڪيشور - اي سنتڪمارو! ڀڳوان شنڪر جڏهن "اُپمنيوءَ" جي وڏي ڀاءُ "ڌَوميہ" جو ڪلياڻ ڪيو هو تڏهن اُپمنيوءَ جي ڀڳوان سريشور (اندر) جو اوتار ڌاري پرگهٽ ٿيو. اُپمنيوءَ وياگهر پاد مني جو پٽ هو. اُپمنيوءَ اڳين جنم ۾ خوب تپسيا ڪئي هئي، جڏهن ڪري هيٺئين رشيءَ جي گهر ۾ ڪيس جنم مليو. ننڍپڻ کان ئي ماءُ سان گڏ ناناڻي گهر ۾ ماءُ وٽ رهندو هو. هڪ ڏينهن هنکي تمام ٿورو کير پيئڻ لاءِ مليو. پوءِ بہ کير پيئڻ لاءِ ڏاڍو گهڻو پاڙائڻ لڳو. ماءُ وٽ پوءِ کير ڪونہ هو مگر هو کير گهرندو ئي رهيو. سندس ماءُ نيٺ ڪجهہ ٻج گڏ ڪري اُنهن جو پاؤڊر ڪري تهڪندڙ پاڻي ملائي اُٿلي کير ٺاهي سندس اڳيان رکيو. کير ڏسي اُپمنيو خوشيءَ ۾ گد گد ٿيڻ لڳو مگر پيئڻ ئي ڪيس معلوم ٿيو تہ اصلي کير ڪونہ هو تڏهن ڪري ماءُ کي چوڻ لڳو، "اي ماتا! هي کير سـو ڪونہ آهي." اِهين چئي روئڻ لڳو. سندس مـاءُ ڪيس روئندو ڏسي سندس ڳوڙها اگهڻ لڳي ۽ ڪيس پرچائڻ لڳي ۽ چيائين، "پٽ! اسان غريب ماڻهو آهيون. جهنگ ۾ رهڻ وارا آهيون. هتي اسانکي کير ڪٿان ملي سگهندو؟ جڏهن ئي ڀڳوان شنڪر جي ڪرپا ٿيندي آهي اُنهن وٽ ئي کير جهجهي انداز ۾ موجود ٿيندو آهي."

ماتا جي ڳالهہ ٻڌي ڪٽي ڳنڍي ڪيائين. ڀڳوان شنڪر جي تپسيا لاءِ هماليہ پربت ڏانهن هليو ويو جتي وڃي اُٺ سون جو هڪ شو - مندر ٺاهيائين جنهن ۾ شو - لنگ استاپت ڪري ساڳيءَ سدا شو جي ڀڳتيءَ ۾ لڳي ويو.

اُپمنيو جي تپسيا جـي تيج ۾ سنسار پرڪار ٿڻ لڳو. جلد ئي ديوتائون ڀڳوان شنڪر وٽ دانهن آيا. ڀڳوان شنڪر بہ ديوتائن جي ڪم پوري ڪرڻ لاءِ سريشور (اندر) جو روپ ڌارڻ ڪيو، پاروتي شچيءَ (اندر جـي استريءَ) جو روپ ڌارڻ ڪيو ۽ نندڪيشور ايراوت (اندر جي هاٿيءَ) هاٿيءَ جو روپ ڌارڻ ڪري اُپمنيو پالڪ وٽ پهتا ۽ چوڻ لڳا، "اي اُپمنيو! ٻڌاءِ توکي ڇا گهرجي؟" اُپمنيو سريشور اندر کي ڏسي ڪري چيو، "اي مهراج! منهنجي وردان ڏيو تہ شو - ڀڳتي منهن ۾ قائم رهي." پوءِ سـو سريشور روپ ڌاريءَ (ڀڳوان شنڪر) شنڪر جي گلا ڪرڻ شروع ڪئي. شنڪر جي گلا ٻڌندي اُپمنيوءَ کي ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ اگهور - استر سان اندر، شچيءَ ۽ ايراوت کي مارڻ لاءِ تيار ٿي ويو. نندڪيشور ان اگهور - استر

ڪندڙ ۽ پرجا کي سکي رکندو هو. ڪافي وقت راڄ ڪيائين. هڪ دفعي شالو ديش جي راجائن اچي هن جي ملڪ تي چوڌاري گهيرو ڪيو. شالو ديش جي راجائن وٽ وڏي ڀاري ڀيڙڪر سينا هئي. ستيه رٿ راجا همت نه هاري ۽ لڙائي شروع ٿي وئي. جلد ئي ستيه رٿ کي هار کائڻي پيئي. دشمن ڪيس پڪڙي اُتي ماري وڌو. راجا جي مرڻ کان پوءِ اچي لشڪر ۾ ٽاڪرو پيو. ستيه رٿ جا وزير ۽ عملدار گرفتار ڪيا ويا. پوءِ نه محلات کي به گهيرو ڪيو ويو. ستيه رٿ جي استري محلات اندران ڪنهن حيلي سان ڀڄي نڪتي. ڀڳوان شنڪر جو سمرڻ ڪندي شو-نام جپيندي راڄڌانيءَ جي حدن کان ٻاهر نڪري وئي. راڻي گرڀواري هئي ۽ مٿان اچي رات پيئي ته به جهنگ جهر جهاڳيندي پنڌ ڪندي هلي. صبوح ٿيڻ تي هوءَ هڪ تلاءَ جي ڪناري تي پهتي. سڄيءَ رات جي ٿڪاوٽ سبب ڪيس ٿوري ننڊ ڪٽي وئي. اوري وقت کان پوءِ جاڳڻ تي هڪ سٺي مهورت ۾ ڪيس هڪ پٽ ڄائو. ويم جي تڪليف ۽ رستي جي ٿڪاوٽ کان ڪيس ڏاڍي اُڃ لڳي. اَمالڪ ٻار کي هڪ هنڌ سمهاري راڻي تلاءَ جي پاسي پهتي. اڃا جهڪي پاڻي پيئڻ شروع ڪيائين ته پاسان هڪ واگهه جي نظر اچي مٿان ٽپ جڏهن اچي ڪيس پنهنجو شڪار بنايو ۽ ڪيس کڻي ويو. ٻالڪ ڄمندي ئي اناٿ ٿي پيو. بک ۽ پياس کري زور سان رڙيون ڪرڻ لڳو. اناٿن جو ناٿ، هيڻن جو همراهه ۽ نڌرن جو آڌار پرڀو ڀولاناٿ اچي پرگهٽ ٿيو، جنهن پنهنجي ايشوري طاقت سان ٻالڪ مٿان دايا درشٽي ڪئي ۽ ٻالڪ سرڪ وڃائي ٻڌڻ جي ڪرپا سان آرام ۾ ايا ڪنهن تڪليف جي سمهي پيو. پاسان هڪ ڳوٺ مان شو-آڳيا هڪ برهمڻي به ان ٻالڪ جي پاسان اچي پهتي. ان برهمڻيءَ کي هڪ سال جو پنهنجو ايڪڙو ٻار کڇ ۾ هو. ڏڪرائيءَ ئي سهڻي ٻالڪ تي سندس اچي نگاهه پيئي ته ڇا ڏسي ته تازو ڄاول ٻار جنهنجو ڏن (ناڙو) به اڃان نه ڪٽيو ويو آهي سو آرام ۾ سمهيو پيو آهي. من ۾ ويچار آڻي چيائين، ”اڙي! هن ٻالڪ جو پتا ماتا به ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. هن سنسان ويرانيءَ ۾ هيءَ ڪنهن جو ٻالڪ هوندو؟ هنجي ذات پات به ڪنهن کان پڇان؟ مان جيڪر هنکي پنهنجي پٽ وانگر پاليان ۽ ڇاتيءَ جو کير پياريان ته مونکي جي ڪل ۽ ذات جي پوريءَ طرح پروڙ پوڻ گهرجي.“ اتري ۾ ڀڳوان شنڪر هڪ سنياسي جي روپ ۾ اتان اچي لانگهائو ٿيو جتي هيءَ برهمڻي ڇاول ٻار اڳيان اٿي ٻه وٺل هئي. سنياسيءَ کيس ڏسي تڪ ڏٺو ۽ چيو.

سنياسي- اي برهمڻي! هيءَ ٻالڪ نردوش ۽ پرم پوتر آهي. تون هنکي پنهنجو پٽ سمجهي وٺي هن جو پالن پوشڻ ڪر.

براهمڻي- اي مهراج! مهنجا سچ پچ سنا ڀاڳ آهن جو توهان هت پڌاريا آهيو ۽ سو ته به مان پڇڻ چاهيان ٿي ته حقيقت ۾ هي ڪنهن جو ٻار آهي؟ توهين ڪير آهيو؟ هن وقت توهان جي اچڻ جو ڪارڻ ڪهڙو؟ مون کي ته سنياسيءَ جي ويس ۾ توهان ايشور پيا لڳو ۽ هيءَ ٻالڪ اڳئين جنم ۾ ڪو توهان جو ڀڳت هوندو ۽ مان به توهانجي مايا الرساو

## ڀڳوان شنڪر جي اَوڌوت - اوتار جو ورڻن ۽ مهما.

نندڪيشور- اي سنتڪمارا! اندر ۽ گرو ورهسپتي هڪ ڏينهن ڀڳوان شنڪر جو درشن ڪرڻ هليا. ڀڳوان شنڪر کي ٻه ڀرڙن ڏٺجي وڃا نه اندر ۽ ورهسپتي ولس اچڻ وارا آهن سو رستي تي ئي هڪ اَوڌوت (اگهاڙو ملنگ) جو روپ ڌاري بيهي رهيو. اندر ۽ ورهسپتي ته اچي لانگهائون ليا. رستي روڪ ڏسي اندر کي جو پنهنجي طاقت جو غرور هو سو ڪهڙ رڏ ڳالهائڻ شروع ڪيائين ۽ چيو (اندر جو هٿيار) ڪٿي هٿڻ لڳو نه رهيو اُڀڻي بيهي رهيو. اِهو اَوڌوت جي اکين مان ڪروڌ روپي باهه جا اُلا نڪتا ورهسپتيءَ جو اَوڌوت ۾ انترو لمح ڏٺو ۽ اندر جون رهيو سڀني ڳالهين هڪ هڪ پهچندين ڏانهن سو سمجهي ورتو نه هي اَوڌوت جي روپ ۾ ئي ڀڳوان شنڪر اسان جي پريکيا وٺڻ آيو آهي سو هٿ ٻڌي امسڪار ڪئي ۽ چيو.

ورهسپتي- اي ديناناٿ! اندر توهان جي چرڻن ۾ آيل آهي، شرڻ ۾ آيل آهي، ڪرپا ڪريو، رکيا ڪريو، توهان ڀڳت وٺل آهيو، ديوتائن جا سوامي آهيو، ڪالي مهر ڪريو. مهرباني ڪري اندر جي رکيا ڪريو. اڙي! هيءُ توهانجي مستڪ مان ڪروڌ روپي جوالامکي (ٽانڊن جهڙي باهه) اسانکي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيندي.

ورهسپتيءَ جي وينتي ۽ اندر جي مجبوري ڪهڙ ڏسي اهنڪار کي ڪالڻ وارو ديوتا جي ديو مهادیو ٿورڪ ڏيندي چيو.

اَوڌوت - اي ديو گرو! مان ڏاڍي پرسن آهيان، اندر کي جيڏان ولي ڏيڻ ڪري اڄ کانپوءِ تنهنجو نالو "جيوَ" جي نالي سان مشهور ٿيندو. باقي اندر جي هٿ ڪري هيءَ واپس آيل اکين مان پنهنجي شڪتي ۾ جذب نه ڪندس ۽ هن کي ڪنهن دور استان تي موڪليندس جو هن کي ديوتائون سهي نه سگهندا. ائين چوندي ڀڳوان ان ڪروڌ کي وٺي وڏي کاري سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو جنان هڪ ٻالڪ جهڙي روپ ۾ بدلجي ويو ۽ جنهن نالو جلندر پيو. اِهو ديوتائن جي سواميءَ ديوتائن جي ڀراڻتائن تي جلندر دليپ کي به ماري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح اَوڌوت روپي ڀڳوان شنڪر الرڏيان تي ويو. اندر ۽ ورهسپتي گهر موٽي آيا. هن ڀولڙ ڪٿا کي پڙهڻ ۽ ٻڌائڻ، ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ وارن جو دنيا ۾ جس ٿيندو آهي ۽ انت ۾ سُک- لوڪ جو واسو ٿيندو آهي. (هر هر مهادیو شمبو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) شِو رُدر سنگهتا (۳) ادهياءُ ۳۰ سمپورڻ.



## ڀڳوان شنڪر جي ڀکيوريه اوتار ۾ راڪمار ۽ براهمڻ تي ڪرپا

نندڪيشور- اي سنتڪمارا! هڪ سمي جي ڳالهه آهي ته ودرڀ ديش ۾ ستيه رٿ نالي سان هڪ ڏوهي، سچار ۽ سُک- ڀڳتي ۾ پيارو راجا هو. هيءُ ڌرم راجا

ڪري ڏاڍو عجب ڪاڌو ۽ ڇيو.
پتا- اي پت! دنيا جو ويڙهو آهي ۽ وڏا ويري پاپ آهن. اُنهن توکي تکيو آهي. هاڻي دلجاءِ ڪر. مان توکي هڪ سهڻي صلاح ٿو ڏيان جنهن ۾ تنهنجو ڀلو سمايل آهي. اڄ ڪالهه ''انگريس ڪولز'' وارا پراهڻ پيا، ڪري رهيا آهن. اُنهن کي هرهڪ ڇهڻ ڏينهن جي ڪم ۾ غلطي محسوس ٿئي ٿي. تون اُنهن کي ٢ سوڪٽ (ويد منترن جي گڏيل منترن جي ڏکر کي سوڪٽ چئبو آهي) وشوديوا جا چڱيءَ طرح وڃي پڙهي ٻڌاءِ. هو توکي خوش ٿي پيا، پوري ڪرڻ ڪانپوءِ پيا، جو باقي اهيل تن تنهنجي لاءِ ڇڏي ويندا.

پتا جا وچن ٻڌي سدو اُتي پهتو جتي پراهڻ پيا. ڪارڻ ڪري رهيا هئا. نمرتا سان وڃي هن پتا جي چوڻ موجب ويد منترن جو اُچارڻ ڪيو. پيا، پوري ٿيڻ کان پوءِ جڏهن آهي پراهڻ سرڳ ڪان هليا ۽ باقي پيا، سامگري ۽ تن ڇڏي ويا. هن اِها گڏ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ هڪ عجيب پرش (ماڻهو) ''ڪرشن درشن'' نالي ٻرگهت ٿي هنکي منع ڪندي چيو.

**ڪرشن درشن** - اي پرش! تون ڪير آهين؟ ڪنهن توکي هت موڪليو آهي؟ هيءَ پيا، جو اهيل تن منهنجو ٿي رهندو آهي. ڪنهن جي حڪم سان تون گڏ ڪري رهيو آهين.

نيڳم - اي ديو پرش! هيءَ تن وشڻ مونکي ڏنو آهي ۽ تون ڪير آهين جو مونکي منهنجي هن حق کڻڻ کان روڪي رهيو آهين؟

**ڪرشن درشن**- اي پرش! هن معاملي ۾ تنهنجي پيءُ کي اسين اَمين ٿا وارپون ۽ جيڪي به فيصلو ڪندو سو مونکي منظور آهي. تون هينئر اڪدم پيءُ وٽ وڃ ۽ ڪاتولس چڱي طرح پڇا ڳاڇا ڪري اچ.

نيڳم اڪدم پيءُ وٽ پهتو. ڪيس سراسٽي ڳالهه ڪري ٻڌايائين. پٽس کيس چيو، ''اي پت! اهو ڀڳوان ردر ئي آهي. جيڪو توسان ڳالهيون ڪري رهيو آهي ۽ اهين اوار به آهي ۽ هيءَ سڀ اُنجو حق آهي. تون وڃي ڪاتولس معافي وٺ ۽ پنهنجا اپراڌ معاف ڪراءِ. ياد رک! هن ردر ديو سان تمام نمرتا سان پيش اچڻ ۽ شايد تنهنجي جهولي ڀري وڪندو.''
پيءُ جا وچن ٻڌي نيڳم جلد واپس وريو ۽ **ڪرشن درشن** کي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو.

نيڳم - اي ڪرشن درشن! منهنجي توهانکي نمسڪار آهي. هيءَ ساري ترلوڪي ئي توهانجي آهي. باقي هن پيا، سامگريءَ ۽ تن جي مان کهڙي ڳالهه ڪريان! اي سائين! توهانجو حق آهي ۽ توهان کڻو. اي ناٿ! مان حقيقت کان اڻواقف ٿيڻ ڪري جيڪو گناهه ڪيو آهي سو به ڪرپا ڪري پنهنجو ٻچو سمجهي مونکي معاف ڪراءِ ۽ مونتي پرسن ٿيو.

**ڪرشن درشن**- اي نيڳم! تنهنجي پتا ڌرم اَنڪول ڳالهه ڪئي آهي ۽ تو به سچ ئي چئي ڏنو آهي، تنهنڪري توکي مان برهم گيان جو تت عطا ٿو ڪريان. خوش ٿي ڪري هيءَ سڀ تن توکي ئي بخشيان ٿو هن لوڪ ۾ آنند وٺي انت لوڪ ۾ تنهنجو شو لوڪ ۾ واسو ٿيندو. (هر هر مهاديو شيو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) شت ردر سنگهتا (٣) اڌياءُ ٢٩ سماپت.

ڄراڻ لاءِ لڳا لڳي ته ڀڳوان شنڪر وري چيو.

ڀڳوان شنڪر - اي ديوي! جيئن ته اوهان ڪڇيو، ته ته گهري ريت آءٌ اوهان کي ڪري لوڪن وري ٻئي جنم ۾ منهنجو درشن اهڙي ٿيندو، جيئن ۾ منهنجو "هنس - اوتار" روپ پرڪٽ ٿي اوهان اهڙي اپديش جو پاڻ مطلب ڪرائيندو. هيءُ پول آهوڪ ٿيندو جي راجڌاني ۾ راجا ويرسين جو پٽ "نل" جي نالي سان پيدا ٿيندو ۽ اوهان ودڀ راڄ جي راجا ڀيم سين جي ڌيءُ ٿي "دميتيءَ" جي نالي سان پيدا ٿينديون. منهنجو هنس روپ اوهان ٻنهي جو وري ميلاپ ڪرائيندو جتي سماري سک ڀوڳي وري اڳيءَ مڪتي. پڻ کي پائيندا. جو پڻ وڻن وڻن ڀرڪڻ لاءِ به دولڀ آهي.

آهوڪ ۽ آهوڪا جلي ڀسم ٿي ويا مگر اڳيءَ جاءِ لئي ڀڳوان شنڪر لنگ روپ ۾ سمالجي ويو جو "اچليشور" نالي سان پرسد آهي جنهن جي معنيٰ آهي ته آهوڪ ڀول ۽ ڀلڻي ٻنهجي ڏور ٿي اچل رهيا.

لوڪ ٻئي جنم ۾ نل ۽ دميتي پيدا ٿيا ۽ هنس روپ ۾ ڀڳوان اُنهجو ميلاپ ڪرايو ۽ نل - دميتي جي پيار ڪٿا اڄ به مشهور آهي. (هر هر مهاديو شيو - ڪاشي وشواناٿ گنگي) شسٽ ودر سنگهتا (٣) اڌياءِ ٢٨ سماپت.

## ڀڳوان شنڪر جي ڪرشن درشن نالي اوتار جي ڪٿا.

نند يڪيشور - اي سنتڪمارو! ڀڳوان شيوءِ جي اُن اوتار جو نالو "ڪرشن درشن" آهي جنهن ۾ اُن اهڪ راجا کي گيان ڏنو هو. شراڌ ديو وغيره نالي منوءَ جا پٽ هئا. تنهن ۾ شراڌ ديو جا وري پيا پاڻ هئا. اُنهن ۾ نالون نمو ليڪم هو. اُن جو پٽ نالاڪ نهنجو پٽ انبريش هو، منوءَ جو پٽ اهڪ ڏاڍو سمجهه وارو هو. اُنڌي هرلڌي ٿي آشرم ۾ ودبا پڙهڻ ويو هو ۽ جڏهن هي ودبا پڙهندو ٿي هو تڏهن هن جي پاڻن ڀيءُ کان جدا ٿي پاڻ حصا ڀڃون ورائي ڪيا. هن جي آشرم ڏانهن وڃڻ ڪري هنن کي به يادگيري نه رهي ۽ اُنهن سڀني ڀيءُ جي سڄي ملڪيت ڪٽي هئي لاءِ ڪجهه به نه رکيو. پوءِ جڏهن اوسنا پوري ڪري جڏهن واپس ورهيو ته ڏٺائين ته سڀني پاڻن سڀ ڪجهه ورهائي کنيو آهي. پوءِ نه اُنهن وٽ ويو ۽ رهي اُنهن سان ملڻ ۽ سڪ محبت سان ڪهن چوڻ لڳو، "اي ڀائرو! اوهان پنا جي سڄيءَ ملڪيت جو ورهاڱو ڪيو آهي مگر مونکي ڪجهه به نه مليو آهي. ڪرپا ڪري مونکي به پنهنجو واجبي حصو ڏئي ڪرائيندا ڪيو جنهن جي ولڻ لڌ مان مرد آهيو آهيان."

سڀ ڀائر - اي ڀاءُ! جڏهن ورهاڱو ٿي رهيو هو تڏهن هنن کي به تنهنجي ڳالهه ياد ڪانه آئي. هاڻي اسان پنهنجي پنا کي ٿي تنهنجي حصي ۾ لوڪي ڏيون ٿا. اوهان اُنکي وڃي کڻ ۽ اسانکي ڪو به اعتراض ڪونهي.

ليڪ ڀيءُ وٽ پهتو ۽ سرڀئي کيس ڳالهه ڪري ٻڌائيندس، جنهن ٻڌي

## ڀڳوان شنڪر جي يتيناٿ ۽ هنس اوتار جو ورڻن .

**نندڪيشور-** اي سنتڪمارو! اربداچل پربت جي پرسان هڪ ڀيل رهندو هو، جنهن جو نالو آهوڪ هو ۽ سندس استريءَ جو نالو آهوڪا هو. ٻئي ڏاڍي پريم سان رهندا هئا. ٻئي ڏاڍا مهمانواز هئا. اتي سنتڪار جي ڏاڍي هنن جي هاڪ هئي. ڀڳوان شنڪر هنن جي مهمانوازيءَ جي پرکيا وٺڻ لاءِ تيار ٿي هڪ جوڳيءَ جو ويس ڌاري اچي هنن وٽ پهتو. ڀيل کنهن ڪم سانگي ٻاهر نڪتل هو. ڀيلڻي گهر ۾ اڪيلي ويٺل هئي ته جوڳيءَ ۽ اچي سڏ هنئي. ڀکيا وغيره وٺي واهي رهيو. اتري ۾ آهوڪ ڀيل به اچي شام جو گهر پهتو ۽ ڇا ڏسي ته هڪ جوڳي گهر ۾ ويٺل آهي. استريءَ کان پڇڻ تي معلوم ٿيس ته جوڳيءَ جي مرضي آهي ته هڪ رات جي رهڻ لاءِ کيس اجهو گهرجي اهو ڏئي ڀيل چيو.

**آهوڪ-** اي يوگيراج! هي خوفناڪ جهنگل ۽ پهاڙي ديش آهي. اسانجي جهوپڙي ننڍي آهي. ڇڱو ائين ٿئي ته ڀکيا وٺي توهين هلي وڃو ها. هاڻي شام ٿيڻ واري آهي توهان اڃان به ڪٿي ٻئي کنهن جو آسرو وٺي سگهو ٿا.

جوڳيءَ جڏهن ٿي اٿڻ جا سانباها ڪيا ته ڀيلڻيءَ کيس روڪيو ۽ پتيءَ کي چيو-

**ڀيلڻي آهوڪا-** پراڻناٿ! اڻواقف جوڳيءَ کي ٻاهر نه ڪيو. خوفناڪ جانورن کان بچاءَ ڪرڻ لاءِ مان ڪجهه هٿيار کڻي ٻاهر ٿي آرام ڪندس. توهان ۽ جوڳي اندر جهوپڙيءَ ۾ آرام ڪري سگهو ٿا.

آخر گهڻيءَ رد بدل ڪرڻ کانپوءِ اچي راضي ٿي. ڪاني ٻئي جوڳي ۽ ڀيلڻي اندر الڳ الڳ ٿي ڪري آرام ڪرڻ لڳا ۽ آهوڪ ڀيل جهوپڙيءَ جي در وٽ ٻاهران سمهي پيو. هنسڪ جانورن کان بچاءَ لاءِ ڀال ۽ تلوار به کڻي مٿن کان رکيائين.

اونداهيون راتيون هيون ۽ گهڻن ڏينهن کان هڪ بکايل بگهڙ جون اکيون آهوڪ ڀيل مٿان اٽڪيون. بلڪل آهستي آهستي اچي آهوڪ ڀيل کي بڪ وجهڻ شروع ڪيائين. ڀيل جاڳي پيو. جيستائين تلوار ٿي کڻي تيستائين بگهڙ هن تي حملو ڪري چڪو. ڀيل رڙ ڪئي ۽ پکيئڙو پڃري مان پرواز ڪري ويو. ڀيلڻي آئي ۽ جڏهن ٿي بگهڙ ڏانهن حملو ڪيائين ته بگهڙ غائب ٿي ويو. انهيءَ هل هلاچي ۾ جوڳيءَ جون اکيون کلي پيون. ڀيل آهوڪ جو لاش ڏسي جوڳيءَ کي ڏک ٿيو پر ڀيلڻيءَ پنهنجو ڏک دٻائي چيو، ”اي جوڳيراج! جيڪا ٿيڻي هئي سا ٿي چڪي هاڻي ڪرپا ڪري هڪ چکيا تيار ڪريو جنهن ۾ مان پنهنجي پتيءَ سان گڏ پاڻ کي جلائي پنهنجو سدائن ڌرم پاليندس. جوڳيءَ چکيا ٺاهي ۽ پتيءَ سان گڏ آهوڪا جلڻ لڳي. جڏهن باهه ڀڙڪو کاڌو تڏهن ئي جوڳيءَ پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ (شو - روپ ۾) درشن ڏنو ۽ چيو.

**ڀڳوان شنڪر-** اي ديوي! مان توتي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان. گهر جيڪي گهرڻو هجيئي. پتي گڏ چکيا ۾ انت ڪال ۾ ڀڳوان جو درشن پائي آهوڪا ستي گڏ گڏ ٿي ڀڳوان جي

ڪئي. مون خوش ٿي ڪيس ور ڏنو ته پتيءَ جي روپ ۾ مان ڪيس سوئيڪار ڪندس. پاروتيءَ جي ڀڳتي ڏسي ڪري مان ته سندس وس ۾ اچي ويس. مان هيمنگر ساڻس شادي ڪرڻ جو پڪو خيال ڪيو آهي. سپتن رشين وواهه جو شڀ مهورت ڪڍيو آهي ۽ اڄ کان ستن ڏينهن کانپوءِ منهنجي ساڻس شادي ٿيندي. ان موقع تي سنساري ريتن رواجن موجب وڏي اتسو ڪرڻ جو به خيال ڪيو اٿم. تنهڪري اي مني نارد! تون وشنو، برهما، اندر، وغيره سڀني ديوتائن وٽ وڃي هيءَ خبر پهچاءِ ۽ منهنجي پاران شاديءَ جا نيند پتر کڻي وڃي کين ڏج، اڄ جئن اهي سڀئي منهنجي نيند قبول ڪري اتسو جي اچي شوڀيا وڌائين.

نارد، ڀڳوان شنڪر جي آگيا وٺي ڪري سڀني ديوتائن وٽ ويو ۽ سڀني وٽ وڃي نيند - پتر پهچائي موٽي شنڪر وٽ پهتو. ڀڳوان شنڪر ۽ ديوتائن جي اچڻ جي انتظار ۾ رهيو. ڀڳوان شنڪر جا گڻ ۽ دوت ڏاڍا - ڌن خوشيون ملهائي رهيا هئا. وشنو ڀڳوان ۽ پنهنجي پتنيءَ، لڪشمي ۽ ديون سان اچي ڪئلاش پربت تي پهتو. ڀڳوان شنڪر کي نمسڪار ڪري ويٺي رهيو. اندر ۽ ٻيا لوڪ - پال ۽ آهستي آهستي پنهنجن گڻن ۽ ديون سان پهچندا ويا ۽ ڀڳوان شنڪر کي وندنا ڪندا ويهندا ويا. جئن جئن نيند پتر پهچندا ويا تئن تئن وقت انوسار سڀ رشي مني، گندرو، يڪش، ڪنر، سڌ، ناگ، وغيره ايندا ويا ۽ ڀڳوان شنڪر پاران سندن آڌيت ڀاڳت، کاڌ پيئڻ، رهائش، گهمائڻ گهتائڻ ۽ وندرائڻ جو ڀڳوان شنڪر پاران تمام جوڳو بندوبست ڪيو ويو هو ۽ ڪنهن کي به ڪنهن قسم جي شڪايت يا دانهن نه پئي ڪرڻي پئي. ديوتائن جي استريون ۽ سرڳ جي اپسرائن ۽ پنهنجي ناچن ۽ گانن سان اتسو جي شوڀيا وڌائي ڇڏي. سپت - ماترڪائون ۽ ڀڳوان شنڪر کي هار سينگار ڪرائڻ لاءِ اچي پهتيون. چندرما ۽ پنهنجو پاڻ اچي شنڪر جي جٽائن ۾ شوڀيا پائڻ لڳو. ٽئين - نيتر ۽ تلڪ جو مستڪ ۾ روپ اختيار ڪيو. شنڪر جي بدن تي نانگ ۽ پنهنجن مڻين سان چمڪي رهيا هئا. شنڪر جي بدن تي ڀسميءَ پنهنجو روپ ڇڏي چندن جي تلڪ ۾ بدلائي ڇڏيو. مرگ - شالا ۽ هاٿيءَ جون کلون ڀڳوان جي بدن تي سندر ريشمي ڪپڙن وانگر چمڪيءَ وارين ڏوليون ۽ چادرون ٿي پيئون. اهڙيءَ طرح ڀڳوان شنڪر جو روپ اهڙو ته سهڻو ۽ سندر ٿيڻ لڳو جو انجو ورڻن ڪرڻ جي هن قلم کي طاقت ڪانه آهي. اهڙي نهايت سندر روپ کي ڏسي ديوتائون خوش ٿيا ۽ وشنو ڀڳوان چوڻ لڳو.

**ڀڳوان وشنو:** اي ديون جا ديو مهاديو! توهان ڀڳتن جا ڪارج سڌ ڪندڙ آهيو. اسان جي هڪ وينتي آهي. هاڻي شاديءَ جو سمو اچي ويو آهي تنهڪري ناندي - مک شراڌ ۽ گرهن جي پوڄا جو ڪم شروع ٿيڻ گهرجي.

وشنوءَ جي اهين چوڻ تي گرهن جي پوڄا وغيره جو ڀار ڀڳوان شنڪر کڻي برهما مٿان رکيو. برهما وري سڀني رشين جهڙوڪ: ڪشيپ، اتري، وسشٺ، گوتم، ڀرڳو، گرو،

مت مالت ۽ ٻيا مهمان آهستي آهستي راجا هماچل جي گهر اچڻ لڳا. مندراچل،
آستاچل، اُدياچل، مليه، دردر، نشڌ، گنڌمان، ڪروير، مهيندر، پارياتر، ڪرؤنچ،
پرشوتم سشئيل، نيل، ترڪوٽ، چترڪوٽ، وينڪٽ، شري شئل، گوڪا مک، نارد، وِنڌ،
ڪالنجر، ڪئلاش وغيره ۽ ٻيا پربت سندر سندر ماڻهن جا روپ ڌاري ۽ سهڻيون
سوکڙيون ٻاکڙيون کڻي اچي پهتا. شوڻ ندر درياهه ۽ ٻيون نديون به پرش ۽ استرين جا روپ
ڌاري شو-پاروتيءَ جو وواهه ڏسڻ لاءِ ڏاڍي اُلساهه ۽ انتظاريءَ سان اچي پهتا. گوداوري،
جمنا، سرسوتي، ونڌي، گنگا، نرمدا وغيره نديون به سندر استرين جو روپ ڌاري هماچل
وٽ پهتيون. انهن جي اچڻ سان هماچل راجا جي نگري سڀني طرفن کان ڀرجڻ لڳي.
چوڌاري خوشيءَ جون لهرون لڳڻ لڳيون. سڄي نگري سهڻي لڳي رهي هئي. وڏا وڏا
اُتسو ۽ جلسا ملهائجي رهيا هئا. جهنڊيون ۽ وڏا جهنڊا جهولندا نظر اچي رهيا هئا. سڄو
شهر شاميانن ۽ چندن سان اهڙيءَ طرح ڍڪيل هو جو سورج جي لهس جو نالو نشان
ڪونه هو.

پوءِ گرراج هماچل انهيءَ وواهه جي مها اُتسو کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ عجيب نموني سان
سينگارڻ شروع ڪيو. سڙڪن ۽ رستن کي صفا ڪرايو ويو هو. پاڻيءَ جو ڇڻڪار ڪرايو ويو.
پاسن کان گلڪاريون ڪيون ويون هيون. چوواٽن ۽ چوسولن تي وڏا وڏا دروازا کڙا ڪيا
ويا هئا. دروازن تي ڪيوڙي جا پن، انب جا پن ۽ گلن جا تورڻ لڳايا ويا هئا. گلاب،
سورج مکي ۽ مالتي گلن جون مالهائون ٽاهي لڳايون ويون هيون. شهر کي چئني طرفن
کان رنگ برنگي سينگاريو ويو هو.

ڪنيا جي وواهه جي سڀني ساڻن جو ڪارج گرگ منيءَ جي حوالي ڪري هماچل
وشوڪرما کي گهرائي هڪ اهڙو عجيب ۽ وچتر وواهه منڊپ ٺهرائڻ شروع ڪيو جو ان
کي ڏسي هر ڪنهن ٿي عجب کاڌو ۽ از خود واهه واهه ٿي ڪئي. ڪهڙي ان منڊپ جي
مان واکاڻ ڪريان! ڪٿي شينهن اصلي طرح اهڙي نموني ٺهيل هئا جو هو اصل سچا
ٿيون لڳن جنهن ڪري منڊپ جي شوڀا پاڻ وڌي رهي هئي. سياڻي ۽ سياڻا ماڻهو به ٻڌجي
ٿي ويا ته ڪٿي سڪي جڳهه آهي ته ڪٿي پاڻيءَ واري جڳهه آهي. ڪٿي نقلي ٺهيل
شينهن ٺيڪ هوبهو شينهن وانگر ڌاڙي رهيا هئا ڪٿي نقلي مور ٺيڪ سچن مورن
وانگر ناچ ڪري رهيا هئا. ڪٿي نقلي ٺهيل ناريون ۽ مرد هوبهو سچن مردن ۽ نارين وانگر
ناچ ڪري رهيا هئا جن کي ڏسي سڀ جاچي ۽ ماچي ڏندن آڱريون وجهڻ لڳا. هر هڪ
دروازي تي نقلي دواريال اهڙيءَ طرح بيٺا هئا ۽ سلامي ڪري رهيا هئا ۽ ڌنش ٻاڻ کڻي
هيٺ مٿي ڪري رهيا جو ٺيڪ سچا پچا دواريال هئا. هڪڙي دروازي تي هڪ نقلي
مهالڪشميءَ جي مورتي کڙي ڪيل هئي جنهن جي شوڀا اهڙي ٿي ڏسڻ ۾ آئي جهڙي
سچي. ڄڻ کير ساگر مان مهالڪشمي ٺيڪ ساکيات پاڻ ٻاهر نڪري آئي هئي. ان وواهه منڊپ

رهندو. توهان اهڙي شڀ مهورت ۾ پنهنجي ڪنيا شوا - ديوي (جڳت ماتا) ڀڳوان - شو (جڳت جي پتا) کي پردان (سونپي) ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪريو.

اهين چوندي رشين ۽ منين ۾ شرومڻي مني وسشٽ نانا پرڪارن جي ليلائن جاڻڻ واري شو - ڀڳوان جو سمرڻ ڪندي چپ ڪئي ۽ راجا هماچل ۽ راڻيءَ جي دلين تي البت اثر چنبو پئو جن پنهنجن من ماڻين سان صلاح ڪرڻ شروع ڪئي. راجا هماچل پرڻين سان صلاح ڪندي چيو:

**راجا هماچل:** اي ميرو، سهيه، گنڌمان، منداچل، مئناڪ ۽ ونڌياچل وغيره پربتو! توهان ڪرپا ڪري منهنجي ڳالهه ٻڌو. گرو وسشٽ هيءَ ڳالهه ڪري رهيو آهي. هاڻي توهان جي ڪهڙي مرضي آهي؟

**سڀ پربت:** اي مهاڀاڳ! هن سمي ۾ ويچار ڪرڻ مان ڇا وريندو؟ جيئن رشي چون ٿا تيئن انوسار ڪارج ڪرڻ گهرجي. حقيقت ۾ هيءَ ڪنيا ديوتائن جي ڪارج سڌ ڪرڻ لاءِ ئي آئي آهي. هن سدا - شو لاءِ ئي اوتار ڌارڻ ڪيو آهي ۽ ان کي شو کي ڏيڻ گهرجي. وري جڏهن ڀڳوان رُدر جي هن اپاسنا ڪئي آهي ۽ رُدر اچي هن سان ڳالهيون ٻوليون اٿس، ٽيءَ ڪيون آهن نه پوءِ ان سان ئي وواهه ڪرڻ واجب ٿيندو.

**برهما:** اي نارد! ميرو آدي پربتن جي ڳالهه ٻڌي هماچل ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ گرجا پاروتي (پاروتي) نه من جو من ۾ ڏاڍو خوش ٿيڻ لڳي. ارنڌتيءَ به گهڻئي مثال، ڳالهيون ۽ ونيڪ ڪٿائون ٻڌائي مينا ديويءَ کي چڱيءَ طرح سمجهايو. پوءِ نه رشين ۽ ارنڌتيءَ جو پنهنجي زال مڙس ڏاڍو ستڪار ڪيو. پوڄن ڪارايو ۽ هٿ جوڙي هماچل پرارٿنا ڪئي.

**راجا هماچل:** اي رشيئو! توهان اهڙي ڪرپا ڪريو جو اسانجي ڌيءَ ۽ اسان جيون سڀ شيون شنڪر جون ئي وڃن. (ڌيءَ ڏانهن اشارو ڪري) هيءَ منهنجي ڪنيا ڀڳوان رُدر جو ڀاڱو (حصو) آهي. مان هميشه پڪ ڪئي آهي ته منهنجي ڌيءَ رُدر جي ارپڻ ڪندس. (اهڙيءَ طرح راجا هماچل منگڻي جي پڪ ڏني.)

**سڀ رشي:** اي گرو راج! ڀڳوان شنڪر وٺندڙ آهي ۽ توهان ڏيندڙ آهيو ۽ پاروتي ڀڪ پکيا (دان) آهي. ان کان مٿي ڇا ٿي سگهندو؟ اي راجا هماچل! توهان ڌنيه آهيو. (ڪنيا پاروتي ڏانهن) اي ديوي - شوا! تون ڀڳوان شو لاءِ سدائين سک ڏيڻ واري ٿيءُ. شل تنهنجو ڪلياڻ ٿئي. جهڙيءَ طرح شڪل پکي ۾ چندرما وڌندو رهي ٿو اهڙيءَ طرح تنهنجي گڻن جو واڌارو شل چوڏس چوڌار ڦهلجي.

پوءِ راجا هماچل رشين منين کي ٻيل قول ڏنا ۽ منگڻي جي پڪ ڏيڻ وٺڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي راڻين رسمن موجب پنهنجي ڏاڙهيءَ ۽ مڇن کي هٿ ۽ ڪنڪو (ڳاڙهو تلڪ) لڳايو ۽ رشي مني به اُتي روانا ٿيا.

جلد ئي رشي اچي ڀڳوان رُدر وٽ پهتا ۽ نمسڪار ڪري چوڻ لڳا.

**سڀ رشي:** اي ديون جا ديو مها ديو! اسان جي نمسڪار آهي. توهان جي آگيا انوسار گرراج هماچل ۽ مينا کي چڱيءَ

پرڪارن جي وچن کي ڄاڻي سگهندا آهن. ٻهراڻ ته اهي وچن جي ان مهل ٻڌڻ سان ڏاڍا سندر ۽ وڻندڙ لڳن ٿا پر وقت گذرڻ کانپوءِ ڪڙا ۽ ڏکدائي ثابت ٿين. سياڻا ماڻهو پنهنجي سياڻپ جو جوهر اهڙيءَ طرح ڏيکاريندا آهن جنهن سان ڪنهن جو به ڀلو ڪونه ٿئي. ٻئي قسم جا وچن اهڙا ٿيندا آهن جي شروعات ۾ اڻوڻندڙ لڳا ۽ نقصان پهچائيندڙ پيا ڀاسجن پر وقت گذرڻ کانپوءِ وڻندڙ ۽ فيض پهچائيندڙ پيا ثابت ٿين. اهڙن قسمن جا ٻول (وچن) ڌرمي ۽ ديالو ماڻهو ٻوليندا آهن. ٽئين قسم جا وچن اهي آهن جي امرت وانگر مٺا ۽ وڻندڙ لڳن ۽ هر ڪنهن وقت سک پهچائيندڙ هجن ۽ سچا هجن. اهڙا وچن سرشريشٽ ماڻهو چوندا آهن. نيتي شاسترن ۾ اهڙيءَ طرح وچن جي ڀيد ڄاڻ ڏني آهي. هاڻي ٻڌاءِ توکي ڪهڙا وچن سڻا ٿا لڳن؟ ڀڳوان شنڪر سمپورڻ (سڀني) ديوتائن جو سوامي آهي. هن وقت ٻاهران سمپتي ڪاڻي ان جو سبب هيءُ آهي ته هن جو چت گيان ساگر ۾ لڳل آهي. جو گيان - آنند سروپ ۽ سڀ جو ايشور آهي تنهن کي ٻاهران وستن جي ڪهڙي اپيڪشا ٿيندي؟ گرهستي ماڻهو ٻاهران ڏيکاءُ واسطي ئي موهجي پنهنجي ذيءَ ڏيندو آهي ڇو جو ڪنهن غريب ۽ ڪنگال کي ذيءَ ڏيڻ سان پاپ چڙهندو آهي. ڪير ٿو چوي ته ڀڳوان شنڪر ڏکيو ۽ اڪيلو آهي؟ ڪبير جنهن جو نوڪر آهي. جو پنهنجي اک جي اشاري سان سنسار جي سرشٽيءَ جي رچنا ۽ سنگهار ڪري سگهي ٿو. جنهن جي ٽي - مورتيءَ جو نالو برهما، وشنو ۽ رڊر آهي، تنهن کي ڪير نرڌن ۽ دکي چئي سگهندو؟ برهم لوڪ ۾ نواس ڪرڻ وارو برهما، ڪير ساگر ۾ رهڻ وارو وشنو ۽ ڪيلاش ۾ رهڻ وارو رڊر - اهي ٽيئي سندس شڪتيون آهن. ڀڳوان شنڪر مان **پرڪرتيءَ** ۽ ٽن روپن کي اختيار ڪيو آهي. وري ليلا جي ڄاڻڻ ۾ انهن ٽن الڳ روپ ڌارڻ ڪيا آهن. **سرسوتي - ديوي** مک (وات) مان اُتپن ٿيل سمجهو. **لڪشمي ديوي** سندس ڇاتيءَ ۾ اُتپن ٿيل ڄاڻ ۽ **شوا - ديوي** دئيتن جي مارڻ ۽ ديوتائن کي سک پهچائڻ لاءِ ديوتائن کان ڪڍ ڪيل تيج - شڪتي مان پيدا ٿيل ڄاڻ.

وقت جي ڦيري کائي ڪري دڪش جي استريءَ جي گرڀ مان شوا - ديوي، **ستي**، جي نالي سان پرگهٽ ٿي سنسار ۾ مشهور ٿي. دڪش پنهنجو ڀاڳ پنهنجي ذيءَ ڀڳوان شنڪر کي ڏئي ڇڏي. پتا - دڪش جي اڳيان ۾ ديويءَ **ستيءَ** پنهنجي پتيءَ جي گلا نه سهي سگهي ۽ جوڳ - اگنيءَ ۾ پنهنجو شرير تياڳ ڪري ڇڏيو. اي راجا هماچل ياد رک! اها ساڳي ئي ڪلياڻ ڪرڻ واري ستي (شوا- ديوي) پاروتيءَ جي روپ ۾ تنهنجي وارث ۽ مينا جي گرڀ مان پرگهٽ ٿي آهي. هيءَ **شوا - ديوي** جنم جنم ۾ ڀڳوان - **شو** جي استري ٿيندي آئي آهي. هر هڪ ڪلپ ۾ ٻڌيءَ جي روپ واري درڳا - ديوي گياني ماڻهن جي ماتا ٿيندي آئي آهي. هيءَ سدا سڌيءَ ( ڪاميابيءَ ) واري، سڌي ( ڪاميابي ) ڏيڻ واري ۽ سڌيءَ ( ڪاميابيءَ ) جو روپ آهي. ڀڳوان شنڪر هن **ستيءَ** جي چتا جي رک، ( ڀسم-ي ) سمجهي ڪري ٿي چتا - ڀسمي ( شمشان جي رک ) پنهنجي شرير تي مکيندو ( لڳائيندو )

## راڻي ميناَ جو دک جي ساگر ۾ ٻڏڻ ۽ سَتن رشين جو سمجهائڻ

**برهما:** اي مني نارد! ساڌو براهمڻ جي ويس ۾ ڀڳوان شنڪر جيڪي ڪجهه چيو تنهنجو پاروتيءَ جي ماءُ ميناَ جي من تي ڏاڍو گهڻو اثر ٿيڻ لڳو. ميناَ دک جي ساگر ۾ غوطا کائڻ لڳي ۽ جوش ۾ اچي راجا هماچل کي چوڻ لڳي.

**ميناَ:** پراڻناٿ! جيڪي براهمڻ چيو ويو آهي تنهن بابت ويچار ڪرڻ بلڪل ضروري آهي. مان پنهنجي اهڙي سهڻي ڌيءَ ننگ ڌڙنگ، ماٺا ذات ڀڀوت واري ۽ شمشان ۾ رهڻ واري کي ڪانه ڏينديس. ڇوته پنهنجي ڌيءَ جي ڀلائيءَ سان راند ڪرڻي ڪانه آهي. مان پنهنجي ڌيءَ جو دک سهي نه سگهنديس. ڇا به ٿي پوي مان اهڙو ڪم نه ڪنديس. مان مري وينديس پر پنهنجي ڌيءَ هن جي هٿ ۾ نه ڏينديس. نه ڏينديس. (ائين چوندي، روئندي ۽ اوڇنگارون ڏيندي ميناَ بيهوش ٿي وئي)

هيڏانهن ڀڳوان شنڪر ڪيلاش ۾ پهچي سَتن رشين ۽ ارنڌتي، جو (وششٽ جي استريءَ) جو سمرڻ ڪيو. ست ئي رشي ارنڌتيءَ سان گڏ اک ڇنڀ ۾ اچي ڀڳوان شنڪر جي چرڻن ۾ نمسڪار ڪري چوڻ لڳا، ”اي ديون جا ديو! اسان لاءِ ڪهڙي آگيا آهي.“

**ڀڳوان شنڪر:** اي رشيشورو! توهان يڪدم راجا هماچل وٽ پهچي وڃو ۽ راڻيءَ کي سمجهائي ڪم جي پورائي ڪيو.

ڀڳوان شنڪر جي آگيا وٺي ست ئي رشي ۽ ديوي ارنڌتي اچي هماچل وٽ پهتا. هماچل ڏاڍي خاطرداري ڪري چوڻ لڳو.

**راجا هماچل:** اي رشيشورو! اڄ منهنجو گرهست آشرم سڦل آهي. مان اڄ ڌنيه آهيان. منهنجو اڄ جنم سڦل ٿيو جو توهان مهرشي مون وٽ پنهنجا پير گهمايا آهن. منهنجي لاءِ ڪهڙي آگيا آهي. مان سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندس. توهان جـــي فقط حڪم جـــي دير آهي.

**ست رشي:** اي گرراج! ڀڳوان شنڪر جڳت جـو پتا آهي ۽ تنهنجي ڌيءَ پاروتي جڳت جي ماتا ڪري ڄاڻ. تنهنڪري تون پنهنجي ڌيءَ ڀڳوان شنڪر کي ارپڻ ڪري پنهنجو جنم سڦلو ڪر ۽ ان ۾ ڪوبه شڪ نه سمجهه.

**هماچل:** اي رشيشورو! توهان جيڪي چئي رهيا آهيو سو سورهن آنا سچ آهي ۽ مون سچ سمجهي ڇڏيو هو مگر هڪ ويدوان جوتشي براهمڻ اچي بلڪل ابتي ڳالهه ٻڌائي آهي. انهيءَ وقت کان وٺي منهنجي استريءَ جي من تي ڏاڍو خراب اثر پئجي چڪو آهي ۽ هوءَ پنهنجي ڌيءَ جي شادي اهڙي جوڳيءَ سان ڪرڻ لاءِ تيار ڪانه آهي. هاڻي هوءَ دکي حالت ۾ بيهوش پئي آهي ۽ ڪنهن ڳالهه کي مڃڻ نه ڏيندي.

شو-مايا انوسار ارنڌتي ميناَ جي خاص ڪمري ڏانهن رخ رکيو جتي هوءَ بيهوشيءَ جي حالت ۾ پيل هئي ۽ پرسان اچي پريم ۽ دلداريءَ ڀريا وچن ۾ چوڻ لڳي.

العرڏيان لي ويا. اي شمڀو. جڏهن کان توهان انهن وٽان ويا آهيو تڏهن ڏينهن کان وٺي هو ٻئي زال مڙس توهان جي پوڄا، ڀڄن ۽ آراڌنا ۾ لڳل آهن. هاڻي اسان جي پرارٿنا سوڪار ڪريو ۽ انهن تي ڪرپا ڪريو.

ديوتائن جي وينتي ٻڌي ڪري ڀڳوان شنڪر ڪين آلپ ڏنو. ديوتائون خوش ٿي اتان جي پنهنجي گهر روانا ٿيا. پوءِ ڀڳوان ڀڪت وتسل، مايا جو سوامي، لوڪار ۽ شڌ چت سان راجا هماچل جي گهر ويو جتي راجا هماچل پنهنجن مٽن مائٽن، عزيزن ويڙهن، پاروتيءَ ۽ مينا سان ڳالهين ٻولين ۾ مشغول ۽ مست ويٺو هو. ساڌوءَ جي ويس ۾ شريو لسي ويٺي ڪوڙا ٻوريل هڪ هٿ ۾ مالها ۽ ٻئي هٿ ۾ چڻي هئس. ڳچيءَ ۾ شالگرام ڌارڻ ڪيل ۽ مٿي تي تلڪ لڳل هئس. پيرن ۾ چاکڙيون ۽ مک (وات) سان "اوم نمه شوايه" چوندو مهالها الدر آيو. راجا هماچل استريءَ سوڌو اٿي (مهمان) براهمڻ جو سواگت ڪري ساشٽانگ پرڻام ڪيو. ديوي پاروتي نه پنهنجي پراڻ پياري کي الهه سڃاڻي لڳي، پر آءُرو قدم ڪٿي کان ٻالڪي روڪي لٺ الدر جو الدر ۾ آستتي ڪئي. دل و جان سان آهيان جي مورت ۾ ساڌو براهمڻ راجا هماچل کي آشيرواد ڪئي. راجا هماچل عزت ۽ امرلسا سان چيو، "اي مهراج! توهان ڪير آهيو ۽ توهان جي هتي پڌارڻ جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟" تڏهن ان ساڌوءَ جواب ڏنو.

ساڌو براهمڻ: اي گروراج! مان هڪ ودوان ساڌو براهمڻ جوتش جو جاڻو آهيان ۽ سنسار ۾ جيڪي وهي وارڻ ٿيو ٿيندو تنهن جي مونکي ڄاڻ رهندي آهي. پنهنجي گروءَ جي ڪرپا سان مان هر هنڌ پنهنجي مرضيءَ موجب ڦرندو گهمندو آهيان ۽ هوا وانگر منهنجي رفتار آهي. پراپڪار ۾ منهنجو من سدا لڳل رهندو آهي. ساڌو سماج ۽ عام ماڻهن جي ڀلي خاطر جيڪي منهنجي هن شرير مان لڪرلدو آهي سو ڪندو رهندو آهيان. مونکي ڪنهن طرح خبر پئي ته تون پنهنجي سهڻي سڀاڳي ساوان سندر ڌيءُ هڪ لنگ، ڌرلنگ، لاڪاڻ، ڪروپ ۽ اوگڻن سان ڀريل، شمشان ۾ رهندڙ، ڀيڪ ڀٽڪيندڙ، نانگن سان کيل ڪندڙ، ادين تي رکي (ڏوڙ) لڳائيندڙ، ٻنا گهر گهاٽ واري ۽ هڪ وڏيءَ عمر واري کي ڏيڻ لو چاهين. جيڪا نه ڳالهه ڪنهن لائيندو سوچ ويچار ٻڌائڻ ڪرڻ گهرجي. تون پنهنجن مٽن مائٽن سان صلاح ڪر، ڇاڪاڻ جو هو ڪندو ئي آهي. جو ڪري شمڀوءَ کي ڇاڙهو ڪان اڳ پتا ۽ مانا ڪنهن ٻئي ڳوڙهه ڪرڻي پوندي آهي. آهي پاروتيءَ کي هن ڳالهه جي ڪهڙي خبر؟ هوءَ اڃا ٻار آهي ۽ هن کي شو جي نڪ ۽ اوگڻن جي پرک ڪانه آهي ۽ هن کان پڇڻ نه اجايو آهي.

ساڌو براهمڻ جي هن ڳالهه جو پاروتي جي مانا تي ڏاڍو اثر پيو ۽ مٽ مائٽ پڻ ٻاڻ ۾ ... ڪرڻ لڳا. راجا هماچل براهمڻ کي دان دکشنا ورڻ ۽ ڀوڄن ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو. ... ڀوڄن ڪالي روانو ٿيو. (هر هر مهاديو شمڀو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) ردر ... کنڊ (٣) اڌياءِ ... سماپت.

ꕥ ꕥ ꕥ

گرواج هماچل ۽ اچي سهڙيو. ميئا جي ڳالهه ٻڌي ۽ هڪ مرد ناچوءَ کي مطالعه جي حال جي اندر ۾ ڏڙڪ ناچ ڪندو ڏسي هنجي ڪروڌ جي باهه ڀڙڪو کائي اٿڻ لڳي. يڪدم نوڪرن کي حڪم ڪيائين، "ٻاهر ڪيو هن ڀوروپي ناچوءَ کي! جلد ٻاهر ڪيو !! هيڏاهن نتراج ڀڳوانجي لِلاهي جوت ۾ چمڪي رهيو هو. ٻاهر ڪيڻ نه ٻري ۽ ٻر ڪنهن کي سندس ڀرسان وڃڻ جي مجال ڪانه هئي. پوءِ نه نتراج ڀڳوان ليلائون ڏيکارڻ شروع ڪيون؛ ڀوران ۽ وشنوءَ جو مور مڪٽ ڌاري روپ ڌارڻ ڪيائين. چمڪي چمڪي ڏهٺا ۽ سندر ڪڙا ان ڏينهن صبوح جو راجا هماچل ڀڳوانجي مندر ۾ وشنوءَ کي چڙهايا هئا سي سڀ نتراج اسي چڙهيل ڏسڻ لڳو. اڪ چسپ ۾ وشنوءَ مان ڦري چئن مکن وارو برهما ٿي پيو. وري اڪ چسپ ۾ سورج ديوتا ٿي پيو. راجا جون اکيون مڇهائڻ لڳيون نه ڇا ڏسي نه وري اچسان ڀڳوان ردر ويو آهي ۽ پاروتي ۽ ساڻس سنگهاسن تي گڏ وٺي الس. انتري ۾ وري اکيوءَ (فقير) جو واس ڌارڻ ڪيو ۽ ٻهي راجا هماچل ۽ راڻيءَ ميئا کان فقيري واس ۾ پاروتيءَ جي گهر ڪئي، ٻر شو - مايا ۾ موهت ٿي ٻنهي زال مڙس انڪار ڪيو. اکيو (فقير) ٻيا وڻڻ جي جڏهن انترڌيان ٿي ويو نه پوءِ ٻنهي کي سمڪ ٻيئي (سمجهه آئي) ۽ سوچڻ لڳا، "ڀڳوان شنڪر ڀڳوانجي مايا سان اسان کي موهت ڪري هليو ويو." پوءِ نه اٿي شو - ڀڳتي شو - پوڄا شو آراڌنا ۾ لڳي ويا. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) ردر سنگهتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءِ ٣٠ سماپت.



## ديوتائن جي زور ڀرڻ تي برهمڻ جي ويس ۾ شنڪر جو هماچل جي گهر وڃڻ

نارد: اي وڌاتا! جڏهن راجا هماچل ۽ راڻي ميئا فقير کي هٿ ۾ ڏيءَ ڏيڻ کان انڪاري ٿيا نه پوءِ ڇا ٿيو؟

برهما: اي نارد! شو - مايا ۾ موهت ٿي انهن ٻنهي اُن فقير کي نه سڃاتو. جڏ اهو فقير ٻيا ڪجهه وڻڻ جي انترڌيان ٿي ويو نڏهن هنن کي ڄاڻ پيئي نه ديون جو ديو مهاديو پاڻ فقير جي روپ ۾ ۽ ناچوءَ وغيره جي روپ ۾ آيو هو ۽ پاڻ نه ڄاڻاڻي واپس مڙي ويو. ان کان پوءِ ٻنهي زال مڙس ڏاڍو پڇتايو ۽ شو - پوڄا شو - ڀڳتي ۽ شو آراڌنا ۾ لڳي ويا ۽ جڏهن ديوتائن جي سوامي اِندر کي خبر پيئي نه گرو ورهسپتي ۽ ٻين ديوتائن کي ساڻ وٺي ڀڳوان شنڪر وٽ پهتو ۽ سڀني ديوتائن ٻاران ڳالهائڻ لڳو.

اِندر: اي ديون جا ديو مهاديو! اسين ديوتائون توهان جي شرڻ ۾ آيل آهيون. توهان ديوتائن جا دييال آهيو ۽ اسان جي هر وقت سنڪٽن کي ناس ڪندڙ آهيو. توهان راجا هماچل ۽ راڻي ميئا جي گهر ويا هئا مگر هنن توهان کي ڪونه سڃاتو ۽ توهان انهن ٿي فقير جي روپ ۾ ٻيا ٻکيا وٺي

روپ اختيار ڪيا آهن، آزاد رهي به مون ڀاڳڪي ٻنڌن ۾ ڦاسايو آهي. جوڳي سروپ هوندي
به ٽئي جي پرڪاش جي ڪاڻ ڪيڏي ٿي پوي، تون نه مها - مايا سوتنتر آهين ۽ مونکي ٿي
تو پرتنتر بڻائي ڇڏيو آهي. ڪهڙا مکيه گرهه آهن؟ ڪهڙا ڪارڻ روپ آهن ۽ ڪهڙي مريادا
آهي؟ ڪهڙي وڏي آهي؟ اسان نه ڀڳتن جي رکيا لاءِ ۽ ڀڳتن جي سک لاءِ اوتار ڌارڻ
ڪيا آهن. تون ست - رج - تم واري ترگڻ مايا نرگڻ هوندي به - سرگڻ روپ ڌارڻ ڪري
آئي آهين ۽ مان سڀ آتما پرماتما آهيان، تنهنڪري مان تنهنجي پيءُ وٽ تنهنجي سڱ
(ماڱڻي) گهرڻ لاءِ ڪيئن اچي سگهندس. گورشالي ۽ بزرگ ماڻهو ڪڏهن وٽ ڪانه شيءِ
گهرڻ لاءِ ويندا آهن ته سندن عزت ۾ گهٽتائي ٿي پوندي آهي ان تنهنجي چوڻ موجب
مونکي سڀ ڪجهه ڪرڻو پوندو.

**پاروتي:** اي ناٿ! توهان سڀ آتما آهيو. مان پرڪرتي آهيان. اهڙين ڳالهين ۾ ڪنهن
به قسم جو خيال ڪرڻ نه گهرجي. اسان ٻئي سوتنتر هوندي به ڀڳتن جي ڪلياڻ لاءِ سرگڻ
روپ ڌاري آيا آهيون. منهنجي اها وينتي قبول ڪريو ۽ مريادا قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ
منهنجي پيءُ وٽ اچي منهنجي لاءِ گهر ڪريو. مان توهان جي آڳيا داسي هيس، هاڻي
به آهيان ۽ اڳتي به ٿي رهندس. توهان ڪرپانڌان، ترگڻ، نروڪار، نرداهه ۽ انيڪ
پرڪارن جي ليلائن ڪرڻ وارا آهيو توهان هر شيءِ ۽ هر ڳالهه کي ڄاڻڻ وارا آهيو تنهنڪري
وڌيڪ چوڻ اجايو آهي.

ائين چوندي پاروتي وري پرڻام ڪري وينتي ڪئي ۽ مستڪ جهڪايو. ڀڳوان
شنڪر خوش ٿي ٺهڪ ڏيندي انترڌيان ٿي ڪيلاش ڏانهن اچي ويٺو. اندر ۾ پاروتيءَ
جو وڇوڙو البت ستائڻ لڳو. پنهنجي اندر جو حال اچي نندائيشور ۽ ٻين گڻن (ديوتن) سان
ڪرڻ لڳو، جيڪي اهڙو ڏيکاءُ خوشين ملائڻ لڳا جن کي ڏسي ڀڳوان شنڪر جي دل
وڌيڪ خوش ٿيڻ لڳي. (هر هر مهاديو شنڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي) ردرسنگهتا
(٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءُ ٢٩ سماپت.



## پاروتيءَ جي گهر ڪرڻ لاءِ مهاديو جو پاروتيءَ جي پيءُ ماءُ وٽ وڃڻ

**نارد:** اي وڌاتا! ڪيلاش تي موٽي اچڻ کانپوءِ ڀڳوان شنڪر جي دل پاروتيءَ جي
وڇوڙي ۾ تڙپڻ لڳي ته پوءِ ڀڳوان شنڪر ڇا ڪيو؟

**برهما:** اي مني نارد! جڏهن ڀڳوان شنڪر جي دل تڙپڻ لڳي ته جلد ئي نٽراج جو
روپ ڌارڻ ڪري پاروتي جي مٿ ڪرڻ لاءِ هن جي پيءُ ماءُ جي گهر ڏانهن روانو ٿيو
ته هو ڏانهن وري پاروتيءَ جي تپسيا جي سڦلتا جي خبر اچڻ ۽ والڪر شور جي ڪڏهن ڪڏهن
۾ ٿولجڻ لڳي. شهر جا ماڻهو، پاروتيءَ جا مٽ مائٽ ۽ ماتا مينا ۽ پتا گرراج هماچل
سهڻي رٿ تي تيار ٿي پاروتيءَ کي وٺي اچڻ لاءِ روانا ٿيا. هن طرف وري پاروتي نه

ڪري ماٺو امر ۽ اڪال ۾ پوندو آهي. ٻيءَ ڳالهه موجب ڪال جو روپ ڪهڙو؟ انهيءَ
(شنڪر) جي ڪرپا سان وشنو ۽ برهما پنهنجي پنهنجي اَمر ۽ اوچ پد کي پهتا آهن. ڪلياڻ
روپ شنڪر جي پوڄا ڪرڻ سان ڪهڙو مفروت ٿورو ٿي ٿي سگهندو؟ مهاديو وٽ ڪهڙيءَ
شيءِ جي ڪمي آهي؟ جيڪي ڀڳوان شنڪر جي اُپاسنا نه ڪندا آهن تن وٽ سٺن جنمن
لاءِ لڪشمي واسو نه ڪندي آهي مگر جيڪي ڀڳوان جي سيوا ۾ لڳل رهن ٿا تن وٽ
لڪشمي ڪڏهن به ناس ڪانه ٿيندي آهي. جڏهن ڀڳوان شنڪر اڳيان اٺ- اُٺاوَن ۽ چوڏهن
سڌيون هٿ ٻڌي رهيون آهن تڏهن هو خوش ٿيڻ سان ڪهڙي سنسار ۾ دُرلڀ چيز لڀي
سگهي ٿي؟ جيتوڻيڪ اُن (شنڪر) وٽ ڪا به منگل واري شيءِ حاضر نه آهي پر اُن (شنڪر)
جي سمرڻ ڪرڻ سان ڪهڙي ( اَمنگل ) (اَشڀ) واري شيءِ اڳيان ٽڪي سگهندي؟
ٿرو ڪار شنڪر جي اڳيان ڪهڙي وڪار يا خرابيءَ واري شيءِ کي مجال آهي جو شو ڀڳت
کي ستائي يا چڱي وستي کان بگاڙي ٻيءَ طرح هلالي سگهي شنڪر کي درشن ڪرڻ سان
پراڻي پاپ آتما ٿي پون ٿا. جنهن توهان جهڙو ته مسانن جي رک لڳائڻ کي مڪيندو آهي ٻيءَ
پلا چئو ديوتائون شنڪر جي ان بدن تي لڳايل رک لاءِ سڪايل ٿي ڦرندا وتندا آهن؟ ڀڳوان
شنڪر جي بدن سان ڇهڻ ڪري هر هڪ شيءِ پوتر ٿي پوندي آهي. جو ڀڳوان، هرتا،
ڪرتا ۽ ڀرتا آهي. يعني ناس ڪندڙ پاليندڙ ۽ سنگهار ڪندڙ آهي سو پلا ڀڳتيءَ ۽ ڪٺن جوڳ
۽ تپسيا ڪانسواءِ ڪئن ملي سگهندو؟ جيڪي دراچاري، ڪوڙا، ڪپٽي هوندا آهن سي شو
- تت کي ڪئن ڄاڻي ۽ سڃاڻي سگهندا؟ جنهن ديون جي ديو مهاديو جي توهان وڏي
گلا ڪئي آهي ۽ ڄاڻڻ جو مون توهان جهڙي گلا ڪندڙ ۽ پاپيءَ جو ستڪار ڪيو آهي
تنهن ڪري توهان سان گڏ مون کي به پاپ جو ڀاڱيدار ٿيڻو پوندو. اڙي دشٽ برهمڻ!
توهان جهڙو ته مان شنڪر کي ڄاڻندو آهيان سو حقيقت کان توهان غير واقف آهيو.
سڀ پرش جو پرش ڀڳوان شنڪر ئي منهنجي منزل مقصد آهي. منهنجو اشٽ ديو آهي.
برهما ۽ وشنو هن (شنڪر) جو ارميهي اتا سگهن ته باقي ٻين ديون جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي؟
مون سڀ ڪجهه سمجهي اُن (شنڪر) کي پتي ڪري اپنائڻ جي لاءِ ڪٺن جوڳ ۽ سادن
ڪيا آهن.

(اجا جنهن برهمڻ جواب ۾ چوڻ لاءِ تيار ٿيو ته پاروتيءَ يڪدم ساهيڙيءَ کي اشارو ڏنو ته
کيس ڪجهه ڳالهائڻ لاءِ منع ڪري جو پاروتي هن برهمڻ کان ڪجهه به ڀڳوان شنڪر بابت
ٻڌڻ لاءِ تيار ڪانه آهي-

شو ڀڳتن کي گهرجي ته شو- نندا ڪرڻ وارن کي ماري ماٺ ڪري ڇڏين ۾ جي نندا
ڪرڻ وارا برهمڻ هجن ته اُنهن کي تياڳ ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙيءَ طرح جنهن اُن برهمڻ کي
تياڳ ڪرڻ لاءِ پير ڪٺي اڳتي وڌڻ لڳي مس ته اُن برهمڻ مان روپ ڦيرائي ساڪيات ڀڳوان
شنڪر پاڻ پرگهٽ ٿيو ۽ چوڻ لڳو:

**ڀڳوان شنڪر:** اي پياري پاروتي! مون کي ڇڏي ڪيڏانهن وڃي رهي آهين.

نه گهاٽ، نه مت نه مائٽ، نه يار نه دوست، نه سڄڻ نه دشمن. گهر گرهستيءَ جي ڳالهين،
ڀوڳ ولاس، عيش ۽ آرام کان هردم ٻاهر ۽ ننگ ڌڙنگ (صفا اگهاڙو) رهندو آهي. ڀوت،
پريت، ڏائڻ ۽ ڏائڻيون سندس ساٿي آهن. هن کي پنج منهن ۽ ڏهه ڀڄائون (ٻانهون) آهن. مان
سمجهي نٿو سگهان ته ڪهڙي ڪارڻ تون اُنکي ڌيءَ ڏيڻ سويڪار ڪري رهي آهين؟
تنهنجو عقل ۽ فهم ڪيڏانهن گم ۽ غرق ٿي ويو آهي؟ دڪش، پنهنجي وڏي يگيه ۾ پنهنجي
ڌيءَ ستيءَ کي انهيءَ ڪري نه گهرايو هو جو هوءَ هڪ وڏي ننگي ۽ ڀڪاريءَ جي زال
هئي. نه فقط ايترو پر خود شنڪر کي به، جو يگيه جو ڀاڱو (حصو) ڏيڻ کان به دڪش انڪاري ٿيو
جو سڀني ديوتائن کي گهرايائين ۽ هن (شنڪر) کي نياپو به نه موڪليائين. دڪش جي ڌيءَ
ستيءَ ان اپمان ڪري پنهنجا پراڻ تياڳي ڇڏيا. اي ديوي! تون استرين ۾ رتن آهين ۽ وڏ
گهراڻي راجا هماچل جي ڌيءَ آهين پوءِ توکي هن طرح ڪنهن اپمان ڪرڻ جو ڪهڙو
ضرور آهي؟ هار، سينگار، عطر، تيل، قليل، ڪيسر، چندن ڇڏي ناحق ڌوڙ ۽ خاڪ
لڳائڻ ٿي چاهين! پنهنجو سڄو ڏيهي ڪي، وڃڻ ٿي چاهين!! پنهنجي سورج روپي سهڻي
شرير کي ناس ڪري اوندهه ۾ آڏامندڙ ڪڙڪڻي جي پاپان ڊوڙڻ ۾ توکي ڪهڙو لاڀ ملندو.
ريشمي، مخمل، پٽ ٻٽيهڙ، ۽ قيمتي ڪپڙا ڇڏي جانورن جي کلن ۽ چمڙيءَ جي پهرڻ
مان ڪهڙو فائدو؟ گهر گهاٽ ڇڏي جهنگل ۾ ڌوڻي دکائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اندر
وغيره جهڙن سڀني ديوتائن کي ڇڏي شنڪر لاءِ تپ ڪرڻ جي اڇا ڪرڻ آهي سون کي
ڇڏي لوهه کي پڪڙڻ جنهن مان نه ڪجهه نه حاصل. ڪٿي تنهنجون سندر ۽ ڪومل اکيون ۽
ڪٿي شنڪر! ڪٿي تنهنجا سهڻا وار ۽ ڪٿي شنڪر جون جٽائون، ڪٿي تنهنجي بدن
تي چندن لڳل ۽ ڪٿي شمشان جي رک شنڪر جي بدن تي، ڪٿي تنهنجي ڪينواري
ساڙهي ۽ ڪٿي شنڪر جي بدن تي هاٿيءَ جي کل! ڪٿي تنهنجي بدن تي ڳهڻا ڳٿا ۽
ڪٿي شنڪر جي بدن تي واسينگ نانگ؟ ڪٿي تنهنجي سيوا ڪرڻ لاءِ داس، داسيون ۽
سهڻيون ساهيڙيون ۽ ڪٿي هن جي (شنڪر) جي اڳيان سيوا ڪرڻ لاءِ ڀوت، پريت، پشاچ،
ڏائڻ ۽ ڏائڻيون؟ ڪٿي تنهنجي اڳيان دهل، باجا ۽ شرنايون ۽ ڪٿي هن جي (شنڪر)
اڳيان ڊمرو ۽ ناد؟ جڏهن هن وٽ ڌن ۽ مال هجي نه پوءِ جهڙو اگهاڙو (ننگ ڌڙنگ)
ڇو رهي؟ ڪٿي تنهنجي اڳيان سهڻا رٿ ۽ ڪٿي هن جي (شنڪر) جي سواريءَ لاءِ هڪ
پوڙهو ڏاند؟ جهڙي سهڻيءَ ڪنوار لاءِ هڪ گهوٽ ۾ گڻ هئڻ گهرجن انهن مان هن (شنڪر)
۾ هڪ به گڻ ڪونه آهي پر اُلٽو اوگڻن سان ڀريل آهي. تنهنجي پرم پياري ڪامديو کي به
هن ڀسم ڪري توکي سنسان ويرانيءَ ۾ ڇڏي هليو ويو. هنکي ننگ ۽ شرم جو ذرو به ڪونه
آهي. نه منجهس شناس آهي، نه علم اٿس، نه گيان اٿس، نه اٿڻ ويهڻ، چئڻ چٽڻ ۾ هلڻ
چلڻ جو فهم ۽ فضيلت اٿس. نه گهر ڪٽنب ۾ اٿس، پشاچ سندس ساٿي آهن، ورڪت
(اُداس ۽ تياڳي) رهڻ وارو آهي، اڪيلائي پسند ڪندڙ آهي. تنهنجي ڌيءَ

هن سنسان جهنگل ۾ تون ڪير آهين، ڪنهن جي ڌيءَ آهين ۽ ڪهڙي ڪارڻ ۽ ڪهڙي ديوتا لاءِ تپسيا ڪري رهي آهين؟ تو نوجوان استريءَ جو ايما پتيءَ جي اڇي هن جهنگل ۾ ڪٺور تپسيا ڪرڻ جو ڪهڙو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو؟ ڇا ڪنهن تپسويءَ پتيءَ لوڪ اڪيلو ڇڏي ڏنو آهي يا لوڪ ڇڏي هو ڪيڏانهن هليو ويو آهي؟ اي ديوي! تون ته ڏاڍي ڀاڳ واري ڏسڻ ۾ اچي رهي آهين پر پڪاءُ ته سهين ٿي. تنهنجي پيءُ جو نالو ڇا آهي ۽ ڪهڙو تنهنجو ڪل (گهراڻو) آهي؟ ڇا تون ويد-ماتا گايتري آهين؟ لڪشمي يا سندر روپ واري سرسوتي آهين؟ تنهنجو رنگ، روپ، ڏول ۽ پيشاني سڀ پڌرو، ديوتا جهڙي ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي.

**پاروتي**: اي مهراج! نه مان ويد-ماتا گايتري آهيان، نه لڪشمي ۽ نه سرسوتي آهيان. مان راجا هماچل جي ڌيءَ آهيان ۽ منهنجو نالو پاروتي آهي. جيتري قدر اڳئين جنم جي يادگيري لوام ٿي ته مان پرجاپتي - دڪش جي ڌيءَ هيس ۽ ان وقت منهنجو نالو ستي هو ۽ هڪ ڀيري پتا جي گهر ۾ پتيءَ جي اپمان ٿيڻ ڪري جوڳ اگنيءَ ۾ مون شرير تياڳ ڪيو. هن جنم ۾ مونکي ڀڳوان شنڪر مليو ته هو مگر ڪامديو کي ڀسم ڪندي مونکي ڇڏي ويو. ان جي وڇوڙي ۾ منهنجو حال هيٺو ٿيڻ لڳو پوءِ ته مون ڪيس پائڻ لاءِ ڪٺور تپسيا جو پڪو پهه، پوءِ هن گنگوتري جبل تي اچي پهتس. هتي ڪيتري وقت کان تپسيا ڪري رهي آهيان، پر پراڻ ڪان پياري پرماتما کي نه پائي سگهي آهيان. جنهنڪري هينئر مان اگنيءَ ۾ ٽپو ڏيڻ لاءِ تيار بيٺي آهيان پر توهان کي ڏسي ترسي پيس.

**برهما**: اي نارد! ائين چوندي پرهمڻ ديوتا جي سامهون اگنيءَ ۾ پاڻ کي جلائڻ لاءِ وڃڻ لڳي. براهمڻ هن کي ڪيترا دفعا منع ڪئي. پاروتي جڏهن پاڻ ۾ ٽپو ڏنو ته پاڻ چندن والکر ٿڌي ٿيڻ لڳي. ٿوري دير اُن لديءَ پاڻ، واريءَ جاءِ تي اٿي ڪري جڏهن پاروتي مٿي اٿڻ لڳي تڏهن براهمڻ روپ داري ڀڳوان شنڪر هن کان وري پڇڻ لڳو:

**براهمڻ**: اي ديوي! تنهنجي ڪهڙي قسم جي تپسيا آهي سو ته، منهنجي سمجهه ۾ ٿي نٿو اچي. پاڻ ۾ تي وڃين ته پاڻ جلائي ڪونه ٿي سگهي. ان مان ائين ڪٿي چئبو تپسيا جو لوڪي پورو پيو ڦل ملي چڪو آهي وري ڇاڪاڻ ته اڃان تائين تنهنجي من جو مطلب پورو نه ٿي سگهيو آهي ته چئبو ته تنهنجي تپسيا نشڦل ٿي چڪي آهي. هاڻي سچ پچ تنهنجي تپسيا جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟

ائين پڇي ڪري پاروتيءَ پنهنجي ساهيڙيءَ وجيا کي جواب ڏيڻ لاءِ اشارو ڪيو ۽ سکيءَ (ساهيڙيءَ) وجيا چيو:

**ساهيڙي وجيا**: اي سادو! توهانکي پاروتيءَ جو اُم چرتر تپسيا جو ڪارڻ مان ٿي ٻڌايان. ديوي گرراج امدلي راجا هماچل جي پٽري آهي. پاروتي ۽ ڪاليءَ جي نالي سان مشهور ۾ پرسد آهي ۽ مينا جي ڌيءَ آهي، اڃان تاءِ ڪنواري آهي ۽ هن سان ڪنهن ۽ شادي ڪانه ڪئي آهي. هي ته

ٻڌائي رهيو آهيان. توهان ڪرپا ڪري ٻڌو. شادي ڪرڻ انسان لاءِ ضروري ۽ اهم ڪارج ڪونه آهي، ڇو جو شادي ماڻهوءَ کي ٻڌڻ جهلڻ لاءِ هڪ مضبوط زنجير آهي. جنهن ۾ ڪسنگ گهڻن ئي قسمن جا آهن مگر استريءَ جو سنگ انهن سڀني کان وڌيڪ خراب آهي. ماڻهو سڀني قسمن جي سنگ کان ڇوٽڪارو يا مڪتي پائي سگهي ٿو. باقي استري - سنگ کان ڇوٽڪارو پائڻ نه فقط دشوار يا مشڪل آهي پر ناممڪن آهي. لوهه يا ڪاٺ جي قيد يا جهل مان ته هڪ ڏينهن ڇوٽڪارو ملي سگهندو پر استري، پٽ، گهر، سنسار وغيره کان ڪڏهن ڇوٽڪارو ملندو تنهن جي پڪ ڪانه آهي. تمام وڏي ٻنڌڻ ۾ وجهڻ واريون واسنائون ۽ چاهنائون سدائين وڌنديون رهنديون آهن ۽ جنهن جو من چاهنائن سان ڀريل آهي تنهن جي لاءِ موڪ، مڪتي يا ڇوٽڪارو سپني ۾ به ملڻ دُرلڀ آهي. ماڻهو جيڪڏهن سک ۽ آرام چاهي ته وشين ۽ چاهنائن جو چڱيءَ طرح تياڳ ڪري. ڀوڳن، واسنائن يا چاهنائن ۽ وشين کي وک (زهر) سمان ليکيو ويو آهي. جيئن زهر انسان کي ماري ٿو، تئين وشيه به انسان کي ناس ڪن ٿا. وشين سان ڳالهيون ڪرڻ ۾ ئي ماڻهو اٻوجهه ٿي پوي ٿو. وڏن وڏن آچارين وشين سان مڻيا کي وارڻي (شراب) چيو آهي. جيتوڻيڪ مان (ڀڳوان شنڪر) هن ڳالهه کي چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو ته به توهان جي پرارٿنا سڦل ڪبي جاڪاڻ ته مان ڀڳتن جي وس ۾ رهندي سڀ ڪم ڪندو رهندو آهيان. تنهنڪري ”ڀڳتن جيءَ مرضيءَ موجب ڪندڙ“ نالي سان هن سنسار ۾ مان پرسڌ آهيان. ڀڳتن جي لاءِ مون ڪيترا دفعا ڪشٽ سٺا آهن. گرهه - پتي ٿي ڪري وشوانر منيءَ جا ڏک دور ڪيا اٿم. مان توهان کي ڇا وڌيڪ چوان جيڪو منهنجي پرتگيا کي توهان سڀ چڱيءَ طرح ڄاڻندا آهيو. مان سچ ٿو چوان ته جڏهن جڏهن به ڀڳتن تي ڪا مصيبت نازل ٿيندي آهي تڏهن تڏهن مان انهن جا ڏک دور ڪندو آهيان. تارڪاسر کان جو توهان سڀني کي ڏک رسيو آهي تنهن کي به مان ڄاڻان ٿو، سو اڄ توهان جو دور ڪندس ۽ اهو به سچ ئي سمجهو. جيتوڻيڪ منهنجي شادي ڪرڻ جي منشا دل ڪانه آهي ته به پٽ ڄڻڻ جي خيال سان ديوي - گرجيءَ سان شادي ڪندس. توهان سڀ ديوتائون بي خوف پنهنجي پنهنجي گهر وڃي سگهو ٿا. مان توهان جو ڪم پورو ڪندس ۽ هن ڳالهه ۾ ڪنهن به چنتا ڪرڻ جو سبب نه آهي.

ائين چئي ڀڳوان شنڪر اکيون ٻوٽيندي وري پنهنجي سماڌيءَ ۾ لڳي ويو ۽ ديوتائون ۽ برهما سک سان پنهنجي پنهنجي ڌام ڏانهن روانا ٿيا. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) رودر سنگيتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءُ ٢٤ سماپت.

ٿيندو؟ ويدن ۾ ائين چيل آهي ڀولاناٿ ڀنڊاري جلد راضي ٿيڻ وارو ڀولي ڀالي سڀاءُ وارو آهي ۽ ديئن جو دئيال، ڀڳتن جو رکپال آهي، سو ڀلا اهڙي ڏاڍ ڇا لاءِ؟ سڀ رشي مني ائين ٿي چوندا آهن ته ڀڳوان شنڪر سڀ ڄاڻڻهار، سرو - آتما ، سرو - درشي، سڀني سکن - ڏيڻ وارو، تورالي ۽ الاهي شڪتيءَ سان ڀرپور، سڀني جي اندر وارن ڳالهين جي ڄاڻڻ وارو آهي، ڀڳتن جون مرادون پوريون ڪرڻ وارو ۽ ڏکن کي ناس ڪرڻ وارو آهي سو ڀلا مون لاءِ اهڙي ڏاڍ ڇو؟ مون سڀ ڪامنائون ڇڏي ڏنيون، نارد جي چوڻ موجب پنج - اکري ”اوم نمه شوايه“ منتر جو اُچارڻ ڪيو، سو ڀلا ڪڏهن مونتي ڀڳوان شنڪر راضي ٿيندو؟

ٻئي طرف پاروليءَ جي تپ جو جس چوڌس چوڌار ڦهلجڻ لڳو. خوفناڪ هنسڪ جانور به اچي پنهنجي جنم کان وير وروڌ وساري اچي ان آسيا واريءَ اراضيءَ ۾ رهڻ لڳا. پاروليءَ جي آشرم جي اٿس هيٺ شينهن، ٻڪري ۽ ڳئون، ڪوئا ۽ ٻلاسڪ ٻلائون به پاڻ ۾ دوست ٿي رهڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي جي سهائتا ڪندا رهيا. باغن ۽ بوستانن ۾ ميون ۽ ڀاڄين تي خوب آنند سان گذران ڪندي موج ۽ مستيءَ ۾ رهڻ لڳا. (هر هر مهاديو شمڀو- ڪاشي وشوناٿ گنگي) رُدر سنگهتا (٢) پارولي کنڊ (٣) اڌياءُ ٢٢ سماپت.



## پاروتيءَ جو ڪٺور تپ ۽ برهما، وشنو وغيره ديوتائن جو ڀڳوان شنڪر وٽ وڃڻ

**برهما :** اي مني نارد! ڪيترا سال گذري ويا، ڀڳوان شنڪر جي پراپتيءَ لاءِ پاروتي ڪٺور تپ ڪندي رهي پر اڃان ڪيس درشن نه مليو جنهن تي پاروتيءَ جي ماءُ مينا ۽ راجا هماچل نااميد ٿي پاروتيءَ وٽ آيا ۽ کيس وڌيڪ وقت اجايو وڃائڻ لاءِ منع ڪيائون. کيس چيائون ته ڀڳوان شنڪر جو درشن پائڻ آسان ڳالهه ڪانه آهي جنهن لاءِ وڏا وڏا رشي مني به نااميد ٿيا آهن. ڏاڍو کٺن آهي ۽ ڏکيو آهي، مگر پاروتيءَ مشڪي ڪري جواب ڏنو.

**پاروتي :** پتاجي ۽ ماتاجي ۽ منهنجا سڀئي مترو! مون جو پهرين ڳالهه چئي آهي سا شايد توهان وساري ڇڏي آهي. هينئر به منهنجي اهائي پڪ آهي ته جنهن ڪامديو کي ڀسم ڪيو آهي، جو سنسار کي لياڪي وڪت ٿي پيو آهي تنهن ڀڳوان شنڪر کي مان ضرور ۽ به ضرور راضي ڪنديس. توهان سڀ بيشڪ پنهنجي پنهنجي گهر هليا وڃو، مهاديو مونتي ضرور راضي ٿيندو. ان ڳالهه ۾ ڪوبه مين ميک نه سمجهڻ گهرجي. جنهن مها- ديو ڪامديو کي ڀسم ڪيو آهي، پربت جي ان کي ڀسم ڪري ڇڏيو آهي، تنهن کي تپسيا جي پرڀاءَ ۽ منتن سان جياريندس ياد رکو! مان سچ ٿي چوان ته ڀڳوان شنڪر تپسيا سان ٿي ملي سگهندو.

اکير سان آدر سنتڪار ڪيو ۽ کيس اوچ آسڻ ڏنو. پوءِ پنهنجي ڌيءَ پاروتيءَ جو سمورو احوال کيس ٻڌايو ته ڪئن ڀڳوان رڊر وٽ شيوا لاءِ رهيل هئي ۽ ڪامديو جي ڀسم ڪرڻ کان پوءِ ڏکندي اُرڪندي واپس آئل آهي ۽ هميشه ڀڳوان - رڊر جو وڇوڙو سهي ڪونه ٿي سگهي ۽ روئي روئي ريج پريا اٿس. راجا هماچل کي نارد چيو ، "اوهين ڀڳوان - شنڪر جو ڀڄن ڪيو ته پوءِ سڀ آنند - منگل ٿي پوندا" ائين چئي يڪدم پاروتيءَ وٽ اسارد پهتو ۽ جتي هن کي اڪيلائيءَ ۾ مارس ڏنائين. اداساليءَ جو ڪارڻ ته راجا هماچل کيس اڳ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو سو اهڙيءَ مني نارد چئي ڏنو.

**نارد:** اي ڪالي! تون منهنجي ڳالهه ٻڌ. تنهنجي لاءِ سڀ ڪجھ لاڀ ۽ سک واري آهي . تو شنڪر جي شيوا ايتري ڪئي مگر ان ۾ فخر ۽ ايمان پيدا هو . ڀڳوان شنڪر ديهن جو ديال آهي. هيڻن جو همراهه آهي. نماڻن جو آڌار آهي. هن ڪامديو کي ڀسم ڪري توکي آزاد ۽ سلامت ڇڏي ڏنو ، تنهن ۾ ڪو راز سمايل ٿو ڏسجي. (ائين ٻڌندي پاروتيءَ جو چهرو ڪمل ٽڙندو پئي ويو ۽ انتظار وارن آهين سان پاروتي نارد ڏانهن نهارڻ لڳي ۽ کن ڪري ٿي ٻڌڻ لڳي) ڀڳوان شنڪر توکي پنهنجي ڌرم پتني ڪرڻ چاهيندو مگر تنهن لاءِ توکي هڪ اُپاءُ ڪرڻ گهرجي.

نارد جي ڳالهه ٻڌي ڪري پاروتيءَ جي جان ۾ جهٽڪ جان اچي وئي ۽ يڪدم چئي ڏنائين .

**پاروتي:** اي مني نارد! توهان جا وچن ڪڏهن به ڪوڙا ڪونه ٿيندا آهن . ڇا مون کي ڀڳوان ڌرم پتني ڪندو؟ (ائين چوندي پاروتي خوشيءَ ۾ نه پئي سمائي) اي مني نارد! اهو ڪهڙو اُپاءُ آهي جنهن سان ڀڳوان شنڪر مونکي پتني ڪري اپنائيندو.

**نارد:** اي ديوي! ڀڳوان شنڪر جو ڀڳت - اکري "نمه شوايه" منتر ڏاڍو پيارو آهي. هن منتر جي ڏاڍي وڏي مهما آهي. ساوڻ جي مهيني ۾ خاص ڀڳوان شنڪر هن منتر سان راضي ٿيندو آهي. هن منتر کي "من وانڇت" منتر جيڪڏهن ڪري جپبي ته به ڪو نه چئبو. سهاڳ ۽ ڀاڳ جي ڏاڻ واري منتر جي جپ ۽ تپسيا ڪرڻ سان ڀڳوان شنڪر تو ضرور ملندو ۽ تنهنجي اڇا (مرضي) پوري ڪندو اهڙيءَ طرح نه.

ڀڳتن جي شرومڻي شو - ڀڳت نارد جا وچن ٻڌي ٻه ڪنهن اُپتار ۽ وادوواد ڪرڻ جي پاروتي "نمه شوايه" منتر جي جاپ ۽ تپ ۾ لڳي وڃڻ جو پڪو ارادو ڪيو. (هر هر مهاديو شمڀو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) رڊر سنگھتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءُ ٢٠-٢١ سماپت.



ديوتائن جي پرمارٿ ڪري ڪيو آهي تنهنڪري مان البت انهن جي صدقي ڪجهه ...
ڪرڻ چاهيان ٿو. (رتيءَ ڏانهن) اي رتي! جهڙو مون ڪيو آهي سو ئي اهڙيءَ طرح اص...
ٿيندو. باقي ديوتائن جي پرارٿنا ڪري تنهنجي لاءِ مان جيڪي ڪري سگهان ٿو سو ...
جيستائين ڀڳوان ڪرشن جو اوتار ٿيندو تيستائين تنهنجو پتي بنا شرير رهندو ۽ پوءِ رڪ...
جي گرڀ مان پرديومن نالي پيدا ٿيندو. پرديومن کي ڄائي جمندئي شمبراسر دئيت ...
ويندو ۽ هن ٻالڪ کي پوءِ سمنڊ ۾ ڦٽو ڪندو. ان وري پرديومن جو توسان ميلاپ ٿي...
تمام گهڻو گهاسان ٿوانيءَ ۾ پرديومن شمبراسر دئيت کي ماري ڇڏيندو ۽ پوءِ تون ۽ پر...
سک ۽ چين سان رهڻ لڳندا.

ديوتائون: اي مهاراج! ڪامديو کي بنا شرير ئي جيئدان ته ڏيو.

ڀڳوان رُدر: ديوتائون ۽ ديوي رتي! ياد رکو ته جيستائين عام ماڻهن جـي ش...
ڪامديو جيئرو ئي رهندو رهندو. منهنجو گڻ (دوست) ٿي ڪري ۽ گهمندو ڦرندو ۽ اي...
رتي توڙي ڪامديو جو شهر - اگر ۾ وڃي انتظار ڪر.

ائين چئي ڀڳوان رُدر انتردڌان ٿي ويا. ديوي رتي شهر ملڪ ڏانهن رواني ٿي و...
۽ ديوتائون پنهنجي پنهنجي ڌام ڏانهن روانا ٿي ويا. (هر هر مهاديو شمڀو. ڪاشي وشو...
گنگي) رُدر سنگهتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءَ ١٧-١٩ سماپت.



## ڀڳوان رُدر جي ڪروڌ - اگني سمنڊ ۾ ۽ نارد جو پاروتيءَ کي اُپديش...

نارد: برهما پتاجي! ڪامديو کي ساڙي اگني پوءِ ڪيڏانهن وئي؟ سراسته احوال ...

برهما: اي مني نارد! ڀڳوان رُدر جي ٽئين نيتر مان پرگهٽ ٿيل اگنيءَ ڪامديو...
ڀسم ڪرڻ ڪان پوءِ ٻاڻ وڏڪ خوفناڪ روپ اختيار ڪيو، ٽنهي لوڪن ۾ هاهاڪار ج...
اچڻ لڳو. سڀ پراڻي اي چئن ۽ حيران هئا. ديوتائون ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا ۽ ...
وري مون وٽ ۽ آيا. مان (برهما) برهم لوڪ کان ٻاهر اچي نڪري ڏسان ته اگنيءَ...
خوفناڪ روپ هو جو جڳڪ ٽنهي لوڪن کي ڀسم ڪرڻ لاءِ تيار هئي. مون (برهما) ڀ...
ڀڳوان شنڪر کي سمرڻ ڪيو ۽ اگنيءَ کي ڀڳدم روڪي گهوڙي جي روپ ۾ بدلائي
جنهن جي فقط ناسن مان تيز الا نڪري رهيا هئا. ڀڳوان شنڪر کي نمسڪار ڪري ...
گهوڙي جو لغام پڪڙيو ۽ عوام جي ڪلياڻ لاءِ گهوڙي کي لغام کان وٺي سمنڊ جي ڪ...
ٿي پهتس. مونکي ايندو ڏسي سمنڊ ديوتا ۾ هڪ سندر پرش جو روپ ڌاري منهنجي
هٿ جوڙيندي اچي ايتو ۽ چوڻ لڳو،

ساگر ديوتا: اي سرو شڪتيوان برهما! توهان جو هتي ڪٿان اچڻ ٿيو آهي؟ مان ت...
جي ڪهڙي سيوا ڪري سگهان؟

برهما: پٽ ساگر! تون ڏاڍي عقل وارو آهين. سنسار جـو ڀلو ڪندڙ ۽ سهڻيو آهـ...

ڪٺور تپسيا ڪري رهيو آهي. هو ڪنهن جي وس ۾ ڪونه ايندو آهي. نروڪار، نردوش
۽ بنا ڪامنا (بنا ڪام) وارو پرڀو آهي. اسان ڄاتو آهي ته گرواچ لفظن پاروتي ان ڀاڳيءَ جي
آگيا وٺي ڀڳوان رڌر جي شيوا ٽهل لاءِ ته آئي ٿي ترسيل آهي ۽ سندس پتا جي مرضي اها
ٿي آهي ته پاڻ ۾ ٿي شادي ڪن پر ڀڳوان شنڪر پنهنجي هوڏ تي اٽل آهي، جوڳي آهي
۽ چوي ٿو ته جوڳي ٿي رهندس ۽ شادي ڪونه ڪندس. تنهن ڪري آئي وڃي اهڙو ڪر
رنگ رچاءِ ۽ ملاکڙو مچاءِ ۽ آنند منگل پيدا ڪر جو پاڻ ۾ پاربتي جي پيچ ۾ اٽڪي وڃن ۽
ديوتائن جو ڪارج سڌ ٿئي.

شو - مايا ۾ موهت ٿي ڪامديو خوشيءَ جو اظهار ڪيو ۽ سمورو ڀار پنهنجي ڪلهن تي
رکندي، پنهنجي استريءَ رتيءَ ۽ پياري دوست بسنت رتوءَ کي گڏ ڪٺي ان جاءِ ڏانهن
روانا ٿيا ۽ جتي شو ۽ شوا پنهنجي تپسيا ۾ مگن ويٺا هئا. (هر هر مهاديو شمڀو - ڪاشي
وشوناٿ گنگي) رڌر سنگهتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) آڌياءُ ١٧ سماپت.



## ڀڳوان رڌر جي ٽئين نيتر مان اگنيءَ جو نڪرڻ ۽ ڪامديو جو ڀسم ٿيڻ - رتيءَ جا ورلاپ ۽ ملڻ

نارد: اي برهما! ڪامديو ڇا ڀڳوان شنڪر کي جيتي سگهيو؟

برهما: اي مني نارد! ڀڳوان رڌر پنهنجي ڪٺور تپسيا ۾ البت وگهن سمجهڻ لڳو.
ڪامديو جا ٻاڻ زور شور سان هلڻ لڳا ۽ ڀڳوان جون اکيون کلڻ لڳيون. ڀڳوان رڌر جي من
کي ذرو به لوڏو ڪونه آيو ۽ اکين ۾ لالائي جا تاڻ وڌڻ لڳي. اهو سڀ ڪاوڙ جو اثر هو.
ڀڳوان رڌر جي ڪروڌ جي باهه ڀڙڪڻ لڳي ۽ يڪدم ڀڳوان رڌر چئني طرفن کان نهاري
چيو، "ڪير آهي دشت جو منهنجي تپسيا ۾ ڀنگ وجهڻ ٿو چاهي. مان سمجهان ٿو ته ان
جي سر تي موت ناچ ڪري رهيو آهي." البت کاٻي پاسي نهارڻ سان معلوم ٿيس ته اهو
اڀماني مست ڪامديو آهي ۽ هيءَ سڀ شرارت ان جي آهي. لڳاتار تيرن لڳائڻ ڪاڻ [illegible]
جڏهن سندس سڀ تير کٽي ويا ۽ ناپست ٿيا تڏهن دل ۾ ڪنبڻ لڳو. هيڏانهن اچلايل تير [illegible]
ٿي شو پا مايا سان ابسود ٿيندا ٿي ويا. تنهنڪري ڪامديو کي اچي ڏاڍي ڏکيائي ٿي جنهن
وقت اندر ۽ ٻين ديوتائن جو آواهن ڪيو. سمرڻ - ماتر (فقط يادگيري ڪرڻ) سان سڀ ديوتائون
اچي حاضر ٿيا ۽ انتري ۾ ڀڳوان رڌر جي اک مان ڪيان جي ڀڙڪندڙ جوالا پرگهٽ ٿي جا
ٻهرين تيرن جي اچلائيندڙ ٻوڙان ٻهرين آسمان ۾ ڦولها ڪرڻ لڳي پر آخر کاٻي پاسي کان تير اچلائيندڙ
ڏانهن ان خوفناڪ باهه رخ رکيو. باهه کي پنهنجي وجهه ايندو ڏسي، ڪامديو ته رڙيون ۽ ڪيڪون
ڪرڻ شروع ڪيون. اندر، وشنو، ورڻ ۽ وغيره ديوتائن ڪيس بچائڻ جي ڪوشش ڪئي پر جهستالين

ڪرڻ جي جيڪا شڪتي ٿيندي آهي تنهن کي پرڪرتي (قدرت) چئبو آهي. پرڪرتيءَ مان ئي سڀني جي پيدائش ۽ پالنا ٿئي ٿي. پرڪرتيءَ جي چاهنا سان ئي سڀني جو سنگهار (موت) ٿئي ٿو. اي ايشور توهان ڪير آهيو؟ ۽ سوکيم (باريڪ) پرڪرتي ڇا آهي؟ اهو ويچار ڪرڻ گهرجي. پرڪرتيءَ کان سواءِ هيءُ شرير روپي ڀڳوان ردر ڪئن پئدا ٿي سگهي ٿو؟ توهان سدائين ماڻهن لاءِ پوڄڻ لائق، نمسڪار ڪرڻ لائق ۽ سمرڻ ڪرڻ لائق آهيو. اهو ويچار ڪري جيڪي توهان کي چوڻو آهي سو توهان چئي سگهو ٿا.

**ڀڳوان ردر:** ديوي! مان ڪٺور تپسيا دواران ئي پرڪرتيءَ جو ناس ڪريان ٿو ۽ ان سچي تت واري، پرڪرتيءَ کان سواءِ پرڀوءَ ۾ لين ٿيڻ چاهيان ٿو، تنهنڪري ست - پرشن کي ڪڏهن به پرڪرتيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ نه گهرجي ۽ سنساري ڳالهين کان پري رهي نروڪار رهڻ گهرجي.

**پاروتي:** اي يوگيراج! جيڪي توهان چئي رهيا آهيو ڇا ان کي پرڪرتي نه چئبو؟ اٿڻ، وهڻ، کائڻ، پيئڻ ۽ ڏسڻ، ٻڌڻ، اقرار ۽ انڪار ڪرڻ وغيره، سڀ ڳالهيون پرڪرتيءَ سان ٻڌل آهن. ڪوڙو بحث مباحثو ڪرڻ اجايو آهي. توهان جو هٺ تپسيا ڪرڻ آيا آهيو سو به پرڪرتيءَ جي وس ۾ اچي ڪري توهان شايد پنهنجي روپ کي ڪونه ٿا ڄاڻو. هٿ جي ڪنگڻ کي آرسيءَ جو ضرور ڪونه ٿيندو آهي. جا شيءِ اکين سان ڏسي سگهجي ٿي تنهن بابت وڏوان ماڻهو انومان يا دليل ذريعي پروڙ نه ڪندا آهن. انساني اندرين جا جيڪي وشيه يا ڪرم آهن تن کي وڏوان ماڻهو پرڪرتي ئي سمجهن ٿا. مان پرڪرتي آهيان ۽ توهان پرش آهيو. اهو سورهن آنا سچ آهي. منهنجي ڪري ئي توهان کي سرڳڻ ڪرڻو وڃي ٿو. مون کان سواءِ توهين ڪجهه به نه ڪري سگهندا. توهان اندرين جي جيتيندڙ هوندي به پرڪرتيءَ جي آڌار تي ڪيترا ڪم ڪري رهيا آهيو، ته پوءِ تو اچا وار ڪئن ليا؟ جيڪڏهن پرڪرتيءَ کان پري رهندڙ هجو ته پلا مون سان گڏ رهڻ ۾ توهان کي ڊپ ڇو هئڻ گهرجي؟

**ڀڳوان ردر:** اي سندر ڀاشڻ ڪرڻ واري ديوي! جيڪڏهن تون هن طرح ساڪيه - مت انوسار ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهي آهين ته منهنجي سيوا ۾ بيشڪ اچي حاضر ٿيءُ مگر ياد رک ته منهنجي سيوا شاسترن جي مت انوسار هئڻ گهرجي ۽ نه شاسترن جي برخلاف.

پوءِ ڀڳوان ردر راجا هماچل جي گهر ڏانهن وڃڻ جي خوشيءَ سان اجازت ڏني. راجا هماچل پوءِ به هر روز درشن ڪرڻ ايندو هو. پاروتيءَ وري پنهنجين ان ساهيڙين سان گڏ ڀڳوان جي سيوا ۾ لڳل رهي. مهيشور ۽ ٻين ڀادرن پاروتيءَ کي ساهيڙين سوڌو سيوا ڪندي ڪڏهن به روڪ نه ڪئي. پاروتي به خوب ڀڳوان ردر جا چرڻ ڌوئي پيئندي هئي. ڀڳوان ردر کي ڪوڙن پاڻي، سندس ڪوڙن ڌوئڻ ۽ سندس بدن پاڪيءَ وغيره سان صفا ڪرڻ ۾ مشغول رهڻ لڳي. ڀڳوان ردر جي تپسيا ۾ رهڻ واري وقت ۾ سندس هر طرح پرگهور لهندي پاروتيءَ جو ڪافي سمو گذرڻ لڳو. جڏهن ڀڳوان ردر، ديوي پاروتيءَ کي لڳاتار ۽ اٽڪ سيوا ۾ ڏسندو

ڏنا آهن. تنهنجا مٺا پول ٻڌي سچ پچ خوشي ٿي آهي. هيءُ تنهنجو ديس ۽ خاص ڪري هيءَ هماچل جي چوٽيءَ جا گنگا وارڻ (گنگوتري) الي سان مشهور آهي سا تپسيا جي آهي. ايڪانت ۽ هوا خوريءَ لاءِ سندر استان آهي. رشين، منين ۽ مهاتمائن جي آسري وٺڻ لاءِ سدائين سک پهچائيندڙ آهي. گنگا جهڙن ڏارلون تنهنجي ملڪ کي پوتر ۽ سرسبز بڻائين ٿيون. انڪري سو ضرور ڪجي، ته جيئن مهنجي هن تپسيا ۾ ڪو به وگهن نه پوي. توهان پنهنجي گهر ٻار سوڌا وڃي سکي ٿي سکهو ٿا.

راجا هماچل پوءِ ڀڳوان کان موڪلائي پنهنجي دربار ۾ آيو. جتي سڀني پنهنجن نوڪرن چاڪرن، وزيرن ۽ عملي کي ڏهڻ اشين ڪرائين ته ڪڏا اهي اتر (پاڻهو ايسا ڀڳوان گنگا وٽرڻ چوٽيءَ تي وڃڻ جي ڪوشش نه ڪري جو ڀڳوان ردر تپسيا ڪري رهيا آهن. انڪري قدر جو ڪجهه پهريدار نه ابهاري ڇڏيائين ۽ ڪجهه نوڪر چاڪر ڀڳوان ردر ڏانهن نه موڪلي ڇڏيائين ته وقت سر ڪنهن ڪم ڪار جي وڃي پوريءَ طرح سرانجامي ڪن. (هر هر مهاديو شنڀو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) ردر سنگهتا (٢) پاروتي کنڊ (٣) اڌياءُ ١١ سماپت.



## راجا هماچل جو پاروتيءَ کي ڀڳوان ردر وٽ وٺي وڃڻ ۽ ڀڳوان ردر جي انڪار

**برهما :-** اي مني نارد! راجا هماچل اچي پنهنجي گهر ڳالهه ڪئي ته ڀڳوان ردر اچي گنگوتري جبل وٽ سٺن هنڌن آهي ۽ تپسيا ۾ مشغول رهي ٿو ۽ وقت بوقت راجا هماچل پوڄا جي سامگري کڻي سندس پوڄا ڪرڻ ويندو هو. هڪ ڏينهن اچي دل ٿيس ته پاروتيءَ کي وٺي وڃان ۽ کيس سندس شيوا ڪرڻ لاءِ وجهه وٺي ڏيان. هڪ ڏينهن پاروتيءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي اچي پهتو ۽ چيائين.

**راجا هماچل :-** اي پرڀو! مهنجي ڌيءَ پاروتي سائينجن (توهان) جي شيوا ڪرڻ لاءِ تيار آهي سو جيڪڏهن توهين آگيا ڪريو ته مان کيس هت توهان وٽ ڇڏي وڃان ۽ مهنجي ڌيءَ توهان جي شيوا ڪندي، پنهنجو لوڪ ناهيندي، ڇو نه پنهنجو جنم سڦلو ڪري؟ سائين! وري به جيئن توهين آگيا ڪندا مان ٿئن ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندس.

پوءِ ڀڳوان ردر پاروتيءَ جي منهن مورت، سندر صورت، آشائن ۽ لڇڻائن سان ڀرپور ڇاتي، ڇمار ۾ پرپل اکيون ۽ ڪومل اڌ ن ڏسي پهران نه وري ڏسڻ جي اڪ دل ٿيس ۽ جلد ئي پاڻ کي روڪي، اندرين کي وس ڪري ڪٽي اکيون بند ڪيائين ۽ برهم جي ڌيان ۾ لڳي ويو. تنهن وري راجا هماچل ٿيسي ويٺو ۽ پوءِ پرارٿنا ڪرڻ شروع ڪيائين جنهن تي ڀڳوان ردر اڌ کليون اکيون ڪريون ۽ راجا هماچل وري عرض ڪيو.

**راجا هماچل :-** اي ايشور جا مهنجي

۽ ان تپسويءَ کي چيو تہ منهنجي ڌيءَ جي شيوا سويڪار ڪر ۽ ان وقت هن منهنجي ڳالهہ، اصل نہ مڃي ۽ صفا ٻڌ ڪئي ٻڌي رهيو پوءِ تہ سانکيہ ۽ ويدانت بابت بحث مباحثہ ليڻ لڳا. آخر منهنجي ڌيءَ جي شيوا قبول ڪيائين ۽ منهنجي ڌيءَ بہ ان جي پيار سان شيوا ڪرڻ ۾ لڳي وئي. هاڻي مان ان سمي جي ڦل جو انتظار ٿو ڪريان.

پوءِ تہ مينا ۽ راجا هماچل پاروتيءَ ۽ هماچل جي سمي جي ڦل ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا.

**برهما:**- اي مني نارد! مان توکي ڪهڙي واهي ڀڳوان شنڪر جي مهما جي ڳالهہ ڪريان. ڀڳوان شنڪر جو جس ۽ مهما تمام پوتر ڪندڙ، آنند ڏيندڙ، ڀڳتي وڌائيندڙ ۽ امر آهي. دکيہ - يگيہ مان پنهنجيءَ جاءِ ڪيلاش - پربت تي اچي ڪري ڀڳوان شنڪر پنهنجي پياريءَ ستيءَ جي وڇوڙي ۾ البت مايوس ۽ ملول ٿيڻ لڳو ۽ پنهنجن دلين، ڳڻن ۽ ٻارڪن کي ڪوٺي ڪري ستيءَ جي سڳڻن ٻڌڻ جي پيار سان ڏاڍي واکاڻ ڪرڻ لڳو. هو اهو سنساري گرهستي ماڻهن وانگر پنهنجي استريءَ جي وڇوڙي جي ست نہ سهي سگهيو. جيئن موهہ وس جي سنساري ماڻهوءَ جو استريءَ جو وڇوڙي جي دک ۾ من ڪٺور ٿي پوندو آهي ۽ ڪجهہ وقت تہ ڪجهہ بہ مٺو نہ لڳندو آهي ۽ وقتن تي سنسار کي تياڳ ڪري ڪيترا ماڻهو شغل - شڪار، قيمتي ڪپڙا - لٽا، کهاڻ - کاڌا - پيتا وغيره سڀ ڇڏي ڪري وراڳي ۽ تياڳي ٿي پوندا آهن، تيئن ڀڳوان شنڪر بہ سڀ پنهنجا ڪپڙا وغيره ڦٽي ڪري ننگ - ڌڙنگ (اگهاڙو) ٿي ڪري، مستانن (پاگلن ۽ چرين) وانگر هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ ڦرڻ لڳو. وڇوڙي سندس حال هيڻو ڪري ڇڏيو. ايئن ڪجهہ وڳار من تي ٿيو آهس تہ آخر ناسوڙنت شرير تي ڪهڙو بقاءُ ڇٽيو. سنساري ڇوڙي ۾ جلهن پارت ادا ڪرڻو آهي ۽ ليلا ڪرڻي آهي تہ سنساري مايا جار ۾ اختيار ڪرڻو آهي. سنسار ۾ رهندي ڳجهن ۾ رهندي من کي هڪ نڪاڻي تہ ڪبو تہ ٻڌي نہ سگهبو. لوڪ مريادا پالڻ ڪندي من کي هڪ نڪاڻي رکڻ لاءِ مها پرڀوءَ جي چرڻن جو ڌيان ڪرڻ گهرجي ۽ سچ پچ تہ ايشور نام تي آڌار آهي لهنڊڪري من کي هڪ نڪاڻي ۾ آڻڻ لاءِ ڀڳوان ردر وري اچي هماليہ ۾ وهڻ لڳو ۽ ڪافي وقت اُن سماڌيءَ ۾ لڳل رهيو. هڪ دفعي پگهر جو هڪ ڦڙو سندس مستڪ تان ڪري پيو ۽ جيئن ئي ڌرتيءَ تي پيو تيئن ئي هڪ ٻالڪ پيدا ٿي پيو. ان ٻالڪ جي ڪهڙي مهما ڪريان! چار ٻانهون (ٻانهون)، رنگ اهڙو تہ ڳاڙهو جهڙو لال، سندر صورت ۽ مرڪڻي مورت ۽ عجيب ٽرواني جوانيءَ سان ڏسڻ ۾ آيو. سمي ڏسڻ جي طاقت ۽ شڪتي هرلدي ۽ اهو ڀڳوان ردر اڳيان روئندو اچي اڀو رهيو. ٻالڪ جي روئڻ تي ڀرپور ڌرتي (ڌرتي) ڪنبڻ لڳي ۽ پوءِ ٻاڻ سهاري همت تہ هاري ٻالڪ جي روئڻ تي ڀيرين ڀرتي هڪ سندر استريءَ جو روپ ڌاري ڀڳوان ردر جي اڳيان نمرتا سان اچي ان ٻالڪ کي پنهنجي گود ۾ کڻي پنهنجي ڇاتيءَ جو کير پيارڻ شروع ڪيو. ٻالڪ کي چمڻ ۽ چٽڻ شروع

۽ ان ڀيسويءَ کي چيو تہ منهنجي ڌيءَ جي شيوا سويڪار ڪيو پر ان وقت هن منهنجي
ڳالهہ اصل نہ مڃي ۽ صفا انڪار ڪندي ٻڌي رهيو پوءِ نہ سالڪو، ۽ ويدانت بابت بحث مباحثہ
ٿيڻ لڳا. آخر منهنجي ڌيءَ جي شيوا قبول ڪيائين ۽ منهنجي ڌيءَ ۽ ان جـــي ٻرڀر سان
شيوا ڪرڻ ۾ لڳي وئي. هاڻي مان ان سمئي جي ڦل جو انتظار ٿو ڪريان.

پوءِ نہ مينا ۽ راجا هماچل پاروتيءَ ۽ هماچل جي سمئي جـــي ڦل ڏرلڀڻ جي ڪوشش
ڪندا رهيا.

**برهما:-** اي مني نارد! مان توکي ڪهڙي واهي ڀڳوان شنڪر جي مهما جـــي ڳالهہ
ڪريان. ڀڳوان شنڪر جـــو جس يا مهما تمام پرلو ڪندڙ، آنند ڏيندڙ، ڀڳتي وڌائيندڙ ۽
اتم آهي. دڪيہ-يگيہ مان پنهنجيءَ جاءِ ڪيلاش-پربت تـــي اچي ڪري ڀڳوان شنڪر
پنهنجي پياريءَ ستيءَ جي وڇوڙي ۾ البت مايوس ۽ ماٺول ٿيڻ لڳو ۽ پنهنجن دولن، ڪٽن
۽ پارکدن کي ڪوٺي ڪري ستيءَ جي سٺن لڇڻن جي ٻرڀر سان ڏاڍي واکاڻ ڪرڻ لڳو.
هو اهو سنساري گرهستي ماڻهن وانگر پنهنجي استريءَ جي وڇوڙي جـــي سٽ ڀي سهي
سگهيو. جنهن موهہ وس جي سنساري ماڻهوءَ جو استريءَ جو وڇوڙي جـــي ڏک ۾ من ڪٺو
ٿي پوندو آهي ۽ ڪجهہ وقت نہ ڪجهہ بہ مٺو نہ لڳندو آهي ۽ وقتن تي سنسار کي تياڳ
ڪري ڪيترا ماڻهو شغل-شڪار، قيمتي ڪپڙا-لٽا، کهڻ-گهتڻ، کاڌا-پيتا وغيرهہ
سڀ ڇڏي ڪري وراڳي يا تياڳي بڻجي پوندا آهن، تيئن ڀڳوان شنڪر بہ سڀ پنهنجا
ڪپڙا وغيرهہ ڦٽي ڪري لنگ-ڌڙنگ (ابا ڪپڙن) ٿي ڪري، مستانن (پاگلن يا چرين)
وانگر هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ ڦرڻ لڳو. وڇوڙي سندس حال هيٺ ڪري ڇڏيو. ايست
ڪجهہ واچار من ۾ ٿي آيس تہ آخر ناسونت شرير تي ڪهڙو ٻٽاءُ ڇڏيو. سنساري چرپي
۾ جڏهن پارٽ ادا ڪرڻو آهي ۽ ليلا ڪرڻي آهي تہ سنساري مايا جار ۾ اختيار ڪرڻو آهي.
سنسار ۾ رهندي ڪٿي بہ رهندي من کـي هڪ نڪاڻي تہ ڪيو نہ ٻڌي نہ سگهيو. ارڪ
مريادا پالڻ ڪندي من کي هڪ نڪاڻي رکڻ لاءِ مها پرڀوءَ جي چرڻن جو ڌيان ڪرڻ گهرجي
۽ سچ پچ تہ ايشور نام تي آڌار آهي لنهنڪري من کي هڪ نڪاڻي ۾ آڻڻ لاءِ ڀڳوان ردر
وري اچي تپسيا ۾ ويهڻ لڳو ۽ ڪافي وقت اُن سماڌيءَ ۾ لڳل رهيو. هڪ دفعي پگهر
جو هڪ ڦڙو سندس مستڪ تان ڪري پيو ۽ جنهن تي ڌرتيءَ تي پيو لٿو تي هڪ ٻالڪ
پيدا ٿي پيو. ان ٻالڪ جي ڪهڙي مهما ڪريان! چار ٻانهون (ٻاهون)، رنگ اهڙو نہ
ڳاڙهو جهڙو لال، سندر صورت ۽ موهڻي مورت ۽ عجيب ٻرواٽي جواءِ سان ڏسڻ ۾ آيو.
سڀني قسمن جي طاقتن ۽ شڪتي ڀرلدي ۾ اهو ڀڳوان ردر اڳيان روئندو اچي اٿي رهيو.
ٻالڪ جي روئڻ تي پوران ٻراري (ڌرتي) ڪنبڻ لڳي پر پوءِ ٻاڻ سنڀاري همت نہ هاري
هڪ سندر استريءَ جو روپ ڌاري ڀڳوان ردر جي اڳيان نمرتا سان اچـــي ان ٻالڪ کي
پنهنجي گود ۾ کڻي پنهنجي ڇاتيءَ جو کير پيئارڻ شروع ڪيو. ٻالڪ کي چمڻ ۽ چٽڻ شروع

آهي. هوءَ تپسيا ڪري ڀڳوان رُدر کي پنهنجي وس ۾ رکندي ۽ رُدر ۽ ان ڪانسواءِ اِي ڪنهن سان شادي ڪونه ڪري سگھندو. پڇي ۾ پرم ڏاڍو رهندو ۽ اهڙو پرم نه ڪنهن ٻيو آهي ۽ نه ڪنهن ڪنهنجو ٿيندو. هن کي ديوتائن جا ڪارج ڪرڻا آهن. توهان جي ڪنيا کي حاصل ڪري رُدر جڳت اڌنارِيشور ٿي پوندو. توهان جي ڌيءَ ۽ تپسيا جي پرڀاو سان مهيشور (رُدر) کي خوش ڪري هن جي شرير جو جڳت اڌ حصو ٻڻجي پوندي. توهان کي هيءَ ڪنيا ڀڳوان رُدر ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي ڏيڻ نه گھرجي ۽ هيءُ ديوتائن جو ڳجھو ڪنهنجي لاءِ ظاهر ڪرڻو نه ڪونه آهي.

**هماچل:** اي مني نارد! مون ٻڌو آهي ته ڀڳوان رُدر سڀساري مهاچار کي ليباڳي الدران ڪي وس ۾ رکي نت تپسيا ۾ لڳل رهي ٿو ۽ ديوتائن سان ۽ ملڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ رکي سو هيٺئر مهاپرپوءَ کان موهه، مرڙي ڌيان ٽوڙي، شاديءَ جي ڳالهيون او انهن ڪئن ڪندو؟ ڏٺي جي لات واڱر پرڪاش وارو، نروشيش، نرلپا، اماشي، پرڪرتيءَ کان پري، نرگڻ، سرگڻ هر هنڌ حاضر ڪئن پاهران وسٽن ٿي اڪن چڪن ٿيندو؟ مونکي ته نارد ان ڳالهه ۾ وڏو شڪ آهي. ڇا اها ڳالهه ڪرڻ آهي؟ وري اها ۽ ڳالهه ٻڌي اٿم ته ستيءَ جي ڀراڻ لياڳڻ ڪاپوءِ هن قسم کنيو آهي ته مان اِي شادي اصل ڪرڻ ڪندس سو ڪئن پرلڪيا پڳ ڪري اِي شادي ڪندو؟

**نارد:** اي گرراج! هن ڳالهه ۾ توهانکي ڪو ۽ شڪ آڻڻ نه گھرجي. توهان جي ڪنيا اما ٿي اڳئين جنم ۾ دڪيه ڪنيا هئي. هن اما جو ٿي نالو ستي هو ۽ اها ستي ٿي دڪيه ڪنيا ٻڻجي ڀڳوان رُدر جي استري ٿي هئي هن لهنجي ڌيءَ ٿي اڳئين جنم ۾ اِيءُ جي گھر دڪيه - يگيه ۾ اِي عزتيءَ سبب ۽ ڀڳوان رُدر جي اپمان ٿيڻ ڪري ڪروڌ ۾ اچي پنهنجي شرير کي لياڳي ڇڏيو هو ۽ اهائي وري ستي ٻيو جنم وٺي توهان جي گھر ۾ آئي آهي. توهان جي ڌيءَ ساڪيات شوا - ديوي آهي ۽ ان ۾ ذرو به شڪ ڪرڻ آهي.

نارد جون سڀ ڳالهيون ٻڌي پرسان وپتل اما ديويءَ جو من ٿوانجڻ لڳو، مٿون لسي هلڪي مشڪ آيس، اکين ۾ اڳئين جنم جي ورتانت ٻڌڻ ڪري البت لڄ اچڻ لڳي ۽ شرم کان ڪنڌ کي جھڪائڻ شروع ڪيائين ته گرراج هماچل جي نظر وجي مٿس پيئي جنهن سندس مٿي تي پتا جو پيار ڏيکاريندي هٿ گھمايو ۽ ڳراٽڙي پائي پنهنجي پرسان واپاري ڇڏيو. نارد اتي هلڻ لڳو. (هر هر مهادير شنبو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) رُدر سنگھتا (۲) پاروتي کنڊ (۳) اڌياءُ ۸-۷ سمانپت.



ٻالڪ جي روپ ۾ سنساري ٻالڪ وانگر اُما ديوي مينا جي گرڀ مان اُڀري آئي. اُن سمي جي گھڙي واکاڻ ڪجي. جڏهن سڀ سرشٽي ھن اڙغيبي ٻالڪ جي جنم تي اُرد ۾ اچي وئي. باغن ۽ بوستانن مان سڳنڌي ڪٺندي وڻندڙ ھوا لڳڻ لڳي. برسات جي موسم اسي هوندي به آسمان مان بوندون ڪرڻ لڳيون، جڏهن گلن جي ورشا ٿيڻ لڳي. چندرما اسي چانڊاڻيءَ سان جڏهن لڪ چپ رانـد ڪري رهيو هيو. سنساري لوڪ آنند روپ ٿيندا ديويءَ جي گود ۾ آرامي هئا ٻر اُما ديويءَ جي آرتيءَ ڪرڻ لاءِ ٻادلن روپ گھنڊ گھڙيال وڄڻ لڳا. اھڙي سونهاري سمي ۾ برھما ۽ وشنو به ومانن ۾ چڙھي وندنا ڪرڻ لاءِ اچي وارد ٿيا. برھما ۽ وشنوءَ جي اچڻ سان مينا جي اندر ۾ گيان اُٿي پيو ۽ نورالي ٻـار ۾ انوکي جوت ڏسي اُهن سان ڪٺ مينا به اُستتي ڪري چوڻ لڳي.

**مينا:** اي مھيشوري! توهان مونتي ٻالڪل ڪرپا ڪئي آهي جو تنھي لوڪن جي ماتا ھوندي به مون وٽ ڏيءَ جي روپ ۾ اچي سرڳڻ روپ ورتو اٿو. هاڻي هڪ ڀيرو تسڪين ڪرڻ لاءِ مان توهان جو ساڪيات روپ ڏسڻ چاهيان ٿي.

اھو ٻڌندي اُما ساڪيات روپ ڏيکاريو جنھن کي وندنا ڪري برھما ۽ وشنو روانا ٿي ويا ٻاقي مينا کي اُما چوڻ لڳي.

**اُماديوي:** مينا! تنھنجي ٻرام ۽ ڀڳتيءَ مونکي تو وٽ آندو آهي. مان جيتوڻيڪ آزاد آهيان تہ به ڀڳتن جي وس ۾ آهيان. تو ڌيءَ جي روپ ۾ مونکي ٻـاڻ وٽ گھرائڻ لاءِ مونکان ور ورتو ۽ مونکي قبول ڪرڻو پيو. هيئنر مونکي ديوتائن جي لاءِ اُم ڪارج ڪرڻا ھوندا. ڀڳوان رُدر سان شادي ڪري ديوتائن جا سنڪٽ ۽ ڏک دور ڪبا. ائين چئي اُما ديوي انتر ڌيان ٿي وئي ۽ وري ننڍين ٻالڪ وانگر ماتا مينا جي گود ۾ روئڻ ۽ کلڻ لڳي. ( هـر هر مهاديو شمبو - ڪاشي وشوناٿ گنگي ) رُدر سنگھتا (٢) ٻاروھي ڪنڌ (٣) اڌياءُ ٦ سماپت.



## راجا هماچل وٽ نارد جو اچڻ ۽ ڪيس آڻت ڏيڻ

**برھما:** اي نارد! ٻالڪ جو نام ڪرڻ سنسڪار ڪرائي سندس نالو پاروتي رکيو ويو ۽ راڻي مينا کيس اُما جي نالي سان سڏڻ لڳي. ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان راجا هماچل وٽ اُما جو پالڻ پوشڻ ٿيڻ لڳو. وديا اڀياس ۾ اُما پنھنجو چمتڪار ڏيکاريو. روپ ۽ سندرتا ۾ تہ پنھنجي مٽ پاڻ هئي. اي نارد! ڀڳوان شو جي مايا جي اثر سان تون به هڪ ڏينھن راجا هماچل جي گھر ۾ اچي پھتين. راجا هماچل تنھنجو آدر ستڪار ڪيو. پنھنجي وڏور ڇوڪري (اُما) کي گھرائي تنھنجي اڳيان نمسڪار ڪرائين ۽ ڌيءَ جي گرھن ، گرچرن ۽ ڪنڊليءَ ۾ سھائڻ ڀاڳ ٻابت توکان پڇا ڳاڇا ڪيائين. اي نـارد! تـون

...ڄ ۽ سنهي ۽ ڳرل هئڻ گهرجي. لنگ ــ جيترو وڏو هوندو اوترو وڌيڪ ڦلدائڪ رهندو.
...يجمان يا پوڄا ڪندڙ اُن جلهاريءَ کان سواءِ لنگ جي وکڻ لاءِ ڪاريگر کان ومان ــا مندر
...ڌوالي جيهي جي ٻاهران ديوتائن جون شڪليون اُڪريل هجن ۽ اندر مضبوط شيشن ۽ آرسين
سان سينگاريو مندر ڏسڻ ۾ اچي. اُن مندر کي ٻاهران انيڪ پرڪارن جا موتي، ماڻڪ ۽ رتن
جڙيل هجن، يا ٻيءَ طرح سهڻي دلڪش نموني سينگاريل هجي. مندر جي اوڀر ۽ اولهه وارا
دروازا کليل هجن. مندر واريءَ جاءِ جتي شو لنگ استاپن ڪرڻو هجي اتي پنجاهه ۽ ٩ رتن
جهڙوڪ ـ نيلم لال، ولدوريه، شيام، مرڪت، موتي، مونگا، گومد ۽ هيرو ۽ ٻين سان گڏ
" سديو جات وغيره " وجهه منتر اچارڻ سان پورڻ گهرجن. شو لنگ جي پوڄن جان لاءِ
پوڄا ڪرڻ گهرجي. مٺن مائٽن، عزيزن دوستن وغيره سوڌو لنگ جي پوڄا ڪري اڳيءَ
۾ منترن سان آهوتيون وجهڻ گهرجن. آچاريه يعني پوڄا ڪرائڻ واري کي دڪشنا ڏيڻي ۽ خرچ
ڪجي ۽ پوءِ پوڄا ۾ شامل ٿيل مهمانن جو ڪاڌي وغيره سان ستڪار ڪجي ۽ ٻين گهرجائن
براهمڻن، غريبن، فقيرن ۽ يتيما ولدڙن کي گئو دان، اَن دان، وستر دان وغيره ڏيڻ گهرجي .

"اوم" منتر سان لنگ جي وکڻ جي پوڄا (پرتشٺا) ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طــرح مورتيءَ
جي پرتشٺا "نمه شواءِ" منتر سان ڪرڻ گهرجي. جتي لنگ جي پرتشٺا ڪرڻي هجي اُتي
اُتسو ملهائڻ لاءِ سواري ڪڍڻ جي نمت ۾ مورتيءَ کي وکڻ گهرجي. اهڙيطرح ٻنهي جي گڏ
پوڄا شو لوڪ پردان ڪرڻ واري آهي. ڀڳوان شنڪر جو لنگ روپ ۽ ٻين نمونن سان هر طرح
پوڄا ڪرڻ لائق آهي جهڙوڪ چر ۽ اچر (ستاور ۽ جنگم) يعني هڪ هنڌ بيٺل ۽ گهمندڙ
شيون. وڻ، ولهيون وغيره هڪ هنڌ بيٺل شيون مان آهن جن جي شورا پــاڻي وغيره ڏيڻ
سان ڪري سگهجي ٿي ۽ لنڊا جيئن جيترا وغيره گهمندڙ روپ مان آهن جن کي ڪاڌو وغيره
ڏيڻ ۽ لنگ جي پوڄا چئبي يعني سرشٽيءَ ۾ هر هڪ خلقيل شيءِ ــوءِ بيٺل هجي يـــا
گهمندڙ هجي ته ڀڳوان شنڪر جي پوڄا چئبي. ڇوري ۾ اُهن چيو ته خلق ۾ خالق جـــي
پوڄا سمايل آهي .

مندر جي پرسان جهنڊي جو هئڻ ضروري آهي. شو لنگ جي ١٦ طريقن (شوڊش اُپچارن)
سان پوڄا ڪرڻ گهرجي. جهڙوڪ آواهن، آسن، اَرگهه، گل، ڌوپ، ديپ، ڦل، سوپاري ۽ ڦرڻن
آرتي، نمسڪار ۽ موڪلائڻ ڪرڻ وغيره يٿا شڪتي هر روز ڪرڻ. ماڻهن کان استاپت لنگ،
رشين کان رکيل لنگ، ديوتائن دوارا مقرر ڪيل شو لنگ جي مٿئين طرح ٻڌايل ١٦ طريقن سان پوڄن
ڪجي يا پوڄا جي سامگري يا سامان وٺي ڏيڻ يا ميسر ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي ۽ شو لوڪ جــي
پراپتي ٿئي ٿي. نيم سان پرڪرما، نمسڪار ۽ درشن واري ماڻهوءَ کي ۽ اُهي ٿئي ٿي مٿيءَ اُنــي،
ڪاڻ جي چيٽي، ڪل، ڪنير جي گل، ڦل، ٻڙ، مکڻ، پنيءَ (رکيا) وغيره مان ــ پنهنجي مرضيءَ
موجب شو لنگ هر روز ناهي. "اوم" يا پنجا اکر منتر "نمه شواءِ" جو ڏهه هزار جاپ ڪجي يا صبح

سڄو ملائي ”اوم“ شبد لکي ٿو. اهڙيطرح ”أ“ شبد مان ”ڏم“، ”ا“ شبد ”م“ ۽ ”م“ شبد ”ش“ ۽ ”پوڙي“ شبد مان ”وا“ ۽ وچ واري مکه مان ”يم“ سڄو ملائي ”اوم“ منتر مان ”نم شوايه“ منتر پيدا ٿيو. جنهن مان سڀ منتر ۽ ويد نڪتا آهن. هيءَ پنجن اکرن وارو منتر ”نمه شوايه“ ئي موکيه جو ساڌن يا ذريعو آهي.

**نديڪيشور:** اهڙيطرح ٻنهي جي گروءَ ڀڳوان شنڪر ان مهل برهما ۽ وشنوءَ ٻنهي جي مٿان ڪپڙو وجهي ٻنهي کي اهو منتر ٽي دفعا اچارڻ ڪرايو. ۽ انهن وري هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي.

**برهما ۽ وشنو:** اي پرڀو! توهان نراڪار آهيو ان ڪري — توهان جو پرڪاش آهي جنهن ڪري توهان کي نمسڪار آهي. توهان سڀ جا سوامي آهيو. توهان ”اوم“ آهيو. ”اوم“ توهان جو لنگ آهي. سنسار جي پيدا ڪرڻ وارا نمسڪار آهي. پنجن مکن وارا نمسڪار آهي.

**ڀڳوان شنڪر:** اي پٽروا! آردرا نڪشتر چوڏس ڏينهن هجي ۽ ”نم شوايه“ منتر جو جاپ ڪبو ته تمام وڏي ڦل جي پراپتي ٿيندي. مرگشر نڪشتر ۽ پنروس نڪشتر، اهڙا ٿي سنا سمجهڻ گهرجن. مهيني لنگ جي پوڄا صبوح ۽ منجهند جو ڪرڻ گهرجي. مهيني درشن - پوڄا لاءِ چوڏس جي اڌ رات جو پوري يا **پردوش** يعني ٿيرس جي اڌ رات جي شروع ٿيڻ مهل هجي. پوڄا ڪرڻ وارن کي مهيني مورتيءَ جي يا مهيني لنگ جي پوڄا هڪ جهڙي سمجهڻ گهرجي ۽ ان مان به لنگ جي پوڄا سريشٽ سمجهڻ گهرجي. لنگ جي پوڄا ”اوم“ منتر سان ۽ مورتيءَ جي پوڄا ”نم شوايه“ منتر سان ڪجي. (ائين چئي ڀڳوان انتر ڌيان ٿي ويا). (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشواناٿ گنگي.) وديشور سنگهتا (١) ڏهون اڌياءِ سماپت ٿيو.



## شو لنگ جي استاپنا ۽ پوڄا ڪئن ڪجي

**رشين پڇيو:** اي سوتجي مهراج! لنگ جي استاپنا ڪئن ڪرڻ گهرجي؟ ڪٿي ۽ ڪهڙي وقت پوڄا ڪرڻ گهرجي؟

**سوتجي مهراج:** لنگ جي استاپن ڪرڻ لاءِ تيرٿ استان، نديءَ جو ڪنارو، سندر باغ يا مندر هئڻ گهرجي. هڪ هٿ کان ٻئي هٿ ڪٽي وڃڻ لاءِ مورتي يا لنگ ٺهرائڻ گهرجي ۽ مٿو جڳهه، ٿي هر هميشهه قائم رکڻ لاءِ وڏي مورتي يا لنگ ٺهرائڻ گهرجي. لنگ مٽيءَ، پٿر، لوهه ۽ ڌاتن جو هئڻ گهرجي. لنگ جي ماپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پوڄا ڪرڻ واري جي هڪ آڱر کان ١٢ آڱرن تائين ڊگهائي هئڻ گهرجي ۽ جنهن پدارٿ جو لنگ ٺهيل هجي ته جلهاري به ان لنگ جي رکڻ جي جاءِ به ان مان ئي ٺهرائڻ گهرجي. باقي ٻاڻ لنگ (جنهن ۾ لنگ ۽ جلهاري گڏ گنڍيل هڪ ئي پٿر ۽ ڌاتوءَ جا ٺهيل هجن) لاءِ ڪوئي نيم يا بندش ڪونه آهي. جلهاري گول يا ٽڪندي يا چوڪندي يا کٽ جي پائي وانگر مٿان ۽ هيٺان ٿلهي ۽ وچڪري ۽

پرڪاشمي ۽ اڪر هو. هاڻي جيئن ماڻهو منگهر مهيني ۾ آرد را نکيتر واري ڏينهن تي مهيشور ڀارولي ۾ سونو مورتي ۾ ٻا لنگ جو درشن ڪندو سو مورتي ڪارتڪ (وڏي پٽ) کان ۾ وڌيڪ پيارو لڳندو ۽ جي پوڄا ڪندو آ. ان لاءِ واڻي ۾ واکاڻ نه ٿي ڪري سگهجي. جتي مان پرڪهت ليس الڪي لنگ. استان ۽ اروڻا - چل پرديش آسي رهندو. ۽ ماڻهن جي درشن ۽ پوڄا ڪرڻ لاءِ هي جهوتر- لنگ لڌو لي ويندو جو جهم ۽ مرليڙه جي ڪشتن کان ڇڏائڻ وارو رهندو.

مهيشا ۾ روپ آهن. اڪار لنگ برهم روپ آهي ۽ ساڪار مورتي مهيشور روپ آهي. لنگ مهيشي لئاڻي آهي. مهيشي لنگ جي پوڄا ڪرڻ واري ۾ ۽ مورتي ۾ ڪر پيد ڪرڻ آهي پئي هڪ آهمون. هر مورتي ۾ لي سمائجي ويندو. مهيشي مورتيءَ هولدي ۾ مهيشي لنگ ڪالسراءِ اها جاءِ ڪيتر ڪرڻ سڏي سگهجي. (هو هر مهادار شهيرو- ڪاشي وشرانف ڳنگي) وڌيشور سنگهتا (١) - أڌيائو ٩ سماپت.



## پلڇن اڪرن واري منتر جي مهما

برهما ۽ وشنو. اي پرڀو! سرشٽي ۽ ان سان لاڳاپو رکندڙ ڪهڙا پنج ڪم آهن سي ڪرپا ڪري ڪراي سمجهايو؟

ڀڳوان شنڪر: مهيشي ڪمن کي سمجهڻ ڪٺن آهي. سرشٽي ۽ پالڻ ۽ سنگهار ۽ لوپاڻ ۽ انوگرهه - اهي مهيشا جڳت سان لاڳاپو رکندڙ ۵ ڪم آهن. سنسار جي رچنا کي 'سرشٽي' چئجي ٿو ۽ انجي قائم رکڻ کي 'پالڻ' چئجي ٿو ۽ ان جي ناس ڪرڻ کي 'سنگهار' چئون ٿا ۽ انجي اڌار ڪرڻ کي 'لوپاڻ' چئبو ۽ انجي مڪتيءَ کي 'انوگرهه' چئبو. انهن مان چار سنسار ۾ هلن چلن ٿا باقي پنجون مون ۾ رهي ٿو. مهيشا پڃس انهن کي ۵ پسولن ۾ ڏسن لسا. ا-ول-ريءَ ۾ پيدائش ۽ جل ۾ پالنا، ا-اه. ۾ ناستي ۽ هوا ۾ واڌارو ۽ آڪاش ۾ مڪتي. پراڻيءَ مان هر هڪ شيءِ جي پيدائش لمدي آهي ۽ جل سب جي رکيا ۽ پالنا ڪندو آهي. اهو سب کي ڀسم ڪري ٿي ڇڏي ۽ هوا سب کي واڌارو ڏئي ٿي ۽ آڪاش هر هڪ تي ڪرپا ڪري ٿو. ودوان ماڻهن کي هيءَ وشيه هن لموني سمجهڻ گهرجي ته هنن پنجن پرلن جي بار کڻڻ لاءِ لي مرلکي ۵ مک (مڪهن) آهن يعني چئن تي دشائن ۾ چار مڪهن ۽ پنجون مرڪ وچ ۾. اي پترو! لوهان پنهي امسالون ڪري مولکي حرش ڪري مولکان ا-. ڪم ڇهڙوڪ هڪ پيدائش ڪرڻ جو ۽ پيو پالنا ڪرڻ جو پنهجي پنهنجي لاءِ ورتا آهن. باقي ا-. ڪم (مهيشي اسي الڳ روپ) رڌر ۽ مهيش ورتا آهن. لنٺ هڪ مڪتيءَ جو ڪم ولڻ لاءِ ڪرلي سمرپڻ ڪرا آه. ليهيسڪري ان گيان جي ولڻ لاءِ "اوم" منتر جو جپ ڪرڻ گهرجي. هيءُ منتر مهيشي آلما آهي انجي جپڻ سان مهيشي يادگيري لمندي. مهيشي اتر طرف واري مڪهن مان 'أ' شبد اوله، واري مک مان 'أ' شبد، ڏکڻ واري مک مان 'م' شبد، اوبر واري مڪهن مان 'بڙي' شبد ۽ وچ واري مک مان

اهو ٻڌندي ئي ڀيرو ڀهادر برهما جي هڪ سسي ڪاٽي ڇڏي. ان ڪري ٻه وشنوءَ برهما لاءِ ٻئي اچي پراٿنا ڪئي ته ڀڳوان شنڪر سرڪار ڪندي چيو، "اي برهما! تو ايشور ٿيڻ ڪندي ۽ ڪپٽ ڪيو آهي تنهنڪري ڇٽ سنمان سان هوندي ۽ تنهنجي پوڄا ڪرڻ ٿيندي ۽ اتسو ڪرڻ ملهائيا." ساڳي ٻگهين جو گهرو سمجهي ڪري تنهنجو سنڪار ڪيو ويندو ۽ اهو ٻگهه سڦل نه ٿيندو جتي تنهنجو آسن نه ٿيندو." ڪيتڪيءَ جي گل ڏانهن اشارو ڪندي ڀڳوان شنڪر چيو، "اي ڪيوراج! تاڪاڻ نه تو ڪوڙ ڳالهايو آهي تنهنڪري منهنجي پوڄا ۾ توسان نه ٿيندين!" گل وراڻيو، "اي دادن جيسا دار مهادارا! توهانجي سمرڻ ڪرڻ سان ماڻهن جا انيڪ پاپ نشٽ ٿي ويندا آهن سو ٿي توهانجي ساڪيات درشن ڪرڻ سان منهنجا پاپ ناس نه ٿي سگهندا؟ اهڙيطرح پرارٿنا ڪرڻ سان ڀڳوان چيو، "منهنجا وچن اجايا نه ويندا. وشنو ۽ ٻين ديوتائن جي پوڄائن ۾ تنهنجو جنم سڦل ٿيندو ۽ منهنجي پوڄا جي منڊپ سينگارڻ ۾ تون ڪمالتو رهندين." (هر هر مهادار شنڀو-ڪاشي وشوناٿ گنگي) وديشور سنگهتا (١)- اڌياءُ اٺون سماپت.

## مهاديو جو برهما ۽ وشنوءَ کي پنهنجو روپ ۽ لنگ پوڄا ٻڌائڻ

نديڪيشور: پوءِ نه ٻئي برهما ۽ وشنو ڀڳوان شنڪر کي نمسڪار ڪري هٿ جوڙي کاٻي ۽ ساڄي پاسي کان چپ چاپ ڪري ٿي اٿي رهيا. وري انهي آئي ساڪيات پرگهٽ پوڄيم مهاديو کي اوچ آسن تي ويهاري انهن جي 'پرش وستن' سان پوڄن ڪيائون. 'پرش وستر' جي معني آهي نه گهٽي وقت لاءِ جتاءُ ڪندڙ شيءِ ۽ جا اوري وقت تائين هلي تنهن کي 'پراڪرتي-وستر' چئبو آهي. 'پرش-وستن' جهڙوڪ هار، نروا، مٺن سان جڙيل منڪ، ڪنڊل، اگنيوپوت (جنيو)، گلن جون مالهائون، ريشمي وستر، منهي، ڪافور، چندن، ڌوپ، ديپ، ڇٽ، وغيره سان پوڄا ڪئي.

مهاديو: (خوش ٿي ڪري ۽ مشڪي ڪري چيو) اڄوڪو ڏينهن مها شوراتري ڪري ليکيو ويندو ۽ تاڪاڻا جو توهان ٻنهي گڏجي ڏاڍي پريم سان منهنجي پوڄا ڪئي آهي ۽ اهڙيطرح منهنجي اڪار روپ 'لنگ' ۽ ساڪار روپ 'مورتي' جي پوڄا ڪندو سو مونکي امام پيارو لڳندو. جو ان شوراتريءَ ڏينهن اندران کي وس ڪري منهنجي شڪتيءَ آهر منهنجي پوڄا ڪندو، تنهنجو ڦل هن طرح جاڻڻ گهرجي. جو ماڻهو جيڪر هڪ سال سانده منهنجي پريم سان پوڄا ڪري انهن جيترو ڦل فقط هن هڪ ڏيا شوراتريءَ ۾ پوڄا ڪرڻ سان ملي ٿو. جهڙيءَ طرح چندرما جي اپرڻ سان سمنڊ جي رڌڻ جو وقت اچي ٿو اهڙيطرح هن رات جي پوڄا ڪرڻ ڪري منهنجي ڌرم جو هيءُ ڏانهن منهنجي استاپن ڪرڻ لاءِ ڪلياڻڪاري آهي. پوران جڏهن مان 'اگنيءَ جو لنب' روپ ٿي پرگهٽ ٿيو هوس ته وقت مگهر (مارگشيرشي) مهيني ۾ آردرا نکيتر وارو



لٺي مان هيٺ ڪري پيو جنهن کي ڏسي برهما بلڪل خوش ٿيو ۽ چيائين، "اهو مون انت لڌو آهي - انت لڌو آهي." اهي چوندي ان گل کي چيو، "اي مهاراج! توکي ڪنهن ڇاڙهيو آهي. مان هن اگني جي لٺ جي انت لهڻ جي ڪوشش ۾ اڻ سڦلتا حاصل ڪئي آهي پر توکي ڏسي هيٺئين سموري خبر پئجي ويندي." ڪيتڪيءَ جي گل چيو، "اي برهما! هن جي انت لهڻ جي ڪوشش نه ڪر ۽ مان ڪيتري وقت کان هن اگنيءَ جي لٺ ۾ شنڪر جي مستڪ تي چڙهيل هيس." برهما چيو "اي مهاراج! ڇڪر پلا مون سان گڏجي وشنوءَ وٽ هل ۽ چئه ته مون هن اگنيءَ جي لٺ جو انت لڌو آهي ۽ تون شاهد آهين." ڪيترن لوڙائن کانپوءِ آخر ڪيتڪيءَ جي گل ڪوڙ ڳالهائڻ سويڪار ڪري برهما سان گڏ وشنوءَ وٽ آيو. برهما چيو، "اي وشنو! مون هن اگنيءَ جي لٺ جو انت لڌو آهي ۽ هي ڪيتڪيءَ جو گل شاهد آهي." اهي ٻڌندي وشنو برهما کي نمسڪار ڪئي ۽ سورهن اپچارن سان پوڄا ڪرڻ شروع ڪئي. مس ته اگنيءَ جي لٺ مان پرميشور پرگهٽ ٿيو جنهن جي چرڻن کي پڪڙيندي وشنوءَ چيو، "اي شنڪر! اسان توهانجي ڳولها جي ڪيتري ڪوشش ڪئي پر اسان ٻنهي وارن کان توهانجو ملڻ بلڪل مشڪل ٿي ويو. توهان ڪرپا ڪريو ۽ اسان جا پاپ ناس ڪيو." ڀڳوان شنڪر خوش ٿي چيو، "اي وشنو! مان تنهنجي سچ ڳالهائڻ تي ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان ۽ تون ايشور جي لڄا رکندين ۽ سچ ڳالهايو آهي تنهن ڪري تنهنجي به مون وانگر جدا جدا مندرن ۾ پوڄا ٿيندي." اهو ڏسي سڀ ديوتائن پرسن ٿيا ۽ گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. (شو مهاپراڻ شدير - ڪاشي وشرنامه گنگي) ودياشور سنگهتا (۱) اڌياءُ ۷، سماپت.



## برهما ۽ ڪيتڪيءَ جو گل

نندڪيشور: مهاديو برهما جي اڀمان دور ڪرڻ لاءِ ڀئيروي ڀيرڪئين (اکين جي پڻ) مون سان پنڊ جي رچنا ڪئي جنهن ڀهادر ويهو اڀمان نمسڪار ڪندي چيو، "اي ديون جا ديو مهاديو! مهيندي لاءِ ڪهڙي آگيا آهي." ڀڳوان شنڪر چيو، "اي پترو بهادر! تون هن وقت ڪري برهما جي ڪوڙ ڳالهائڻ واري سسي ڌڙ کان ڌار ڪر."

## برهما ۽ وشڻو

**ننديڪيشور:** هڪ دفعي وشڻو پنهنجي سيج تي آرام ڪري رهيو هو ۽ لڪشمي ان وٽ براجمان هئي. گروڙ ۽ ٻيا پارشد به هئا ته برهما به گهمندي ڦرندي اچي نڪتو. وشڻوءَ کي آرام ۾ سمهيل ڏسي ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو، "تون ڪير آهين جو مونکي ڏسي به ائين سمهيو رهيو آهين. اي پٽ! جلد اٿ ۽ مان تنهنجو سوامي آيو آهيان. جو پنهنجي وڏن کي ايندو ڏسي ادب سان وهنوار نه ڪندو آهي اهو مورک ۽ پرائشچت ڪرڻ جي لائق آهي."

**وشڻو ڀڳوان** (پنهنجو غصو اندر ۾ ئي ڪري ٻاهران ميٺاج واريءَ واڻيءَ ۾ چيو) "اي پيارا! ڀلي آئين. تنهنجو ڪلياڻ ٿئي. هيٺر تنهنجون اکيون ڪونيءَ ڀڏيءَ ۾ آهن ۽ مڪ اچاڻي ڪري رهيو آهي. مان تنهنجو پالڻهار ۽ جڳت جو وڏو پتا آهيان. تون منهنجي ناڀيءَ (دن) مان پيدا ٿي ڪري مونکي "پٽ" شبد ڪوٺيندي اپمان ڪري رهيو آهين. مان سواشت آهيان ۽ سوامي آهيان." اهڙيءَ طرح لفظي چڪتاڻ وشڻو ۽ برهما جي وچ ۾ مهاڀيانڪ يڌ جو اگرو روپ ورتو. وشڻوءَ ماهيشور شستر برهما جي ڇاتيءَ ۾ اڇلايو. سڀ ديوتائن هيءَ جڳت کي ناس ٿيڻ واري روپ ڪار ڏسي ڪنبڻ لڳا ۽ ڀڳوان شنڪر جو آسرو ڳولهڻ لاءِ ٻڪ ٻوڙ ڪرڻ لڳا ۽ نيٺ ڪيلاش پربت جي چوٽيءَ تي پارواتيءَ ساڻ گڏ شنڪر ڀڳوان کي ڏٺائون. اکين ۾ آنسون آڻي نمسڪار ڪندي پرارٿنا ڪيائون. سڀني ديوتائن کي ڌارج ڏيندي ڀڳوان شنڪر گنڀير واڻيءَ ۾ وراڻيو. (هر هر مهاديو شنڀو - ڪاشي وشوناٿ گنگي) وديشور سنگهتا (١) ادياءِ ٦ سماپت.



## اگنيءَ جي ٿنڀ مان شنڪر جو پرگهٽ ٿيڻ

**ڀڳوان شنڪر:** اي ديوتائو! توهان جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي وشڻوءَ ۽ برهما جي گهماسان يڌ جي ڄاڻ پئي ۽ هيٺر توهان دلجاءِ ڪريو." ائين چئي ڀڳوان شنڪر پاروتي ۽ سڀني ديوتائن سوڌو سندر وماڻ ۾ چڙهي روانو ٿيو، جتي برهما ۽ وشڻو سنسار جي ناس ڪرڻ وارن استرن ۽ شسترن واريءَ خونخوار لڙائيءَ ۾ اٽڪيل هئا. تمام وڏي اگنيءَ جي **ٿنڀ** جي روپ ۾ ٻنهي جي وچ ۾ اوچتو پرم شنڪر ڀڳوان ڪڙڪو ٿي پيدا ٿيو. اگنيءَ جي **ٿنڀي** جي ڪڙڪي ٿيڻ سان ٻنهي جا هٿ ئي ٿي هٿيار شستر ۽ استر اچي بند پيا. برهما ۽ وشڻو وائڙن وانگيان هڪ ٻئي ڏي نهارڻ لڳا ۽ ان اگنيءَ جي ٿنڀي جي آتم ڳولها ڪرڻ لڳا. وشڻو سوئر جو روپ ڌاري پاتال ۾ پهتو ۽ برهما هنس جو روپ ڌاري آڪاش ڏانهن اڏامي ويو پر آخر ٿڪجي "اي انت - اي انت" ڪندا واپس وريا. برهما ۽ وشڻو جي ڪمزوريءَ تي ڀڳوان شنڪر ٿورو کلڻ لڳو. ڪيتڪي جو گل (ڪيتڪي گل جو شنڪر جي مستڪ تي چڙهيل هو) ان اگنيءَ جي

سنتڪمار پرم سندر برهم ڏانهن روانا ٿي ويا.

سپ رشي: اي سوتجي مهراج! شروڻ ڪرڻ ۽ منن ـ مڪتيءَ جا ساڌن توهان چڪيءَ طرح مثال سان سمجهايا مگر انهن ساڌن جي اَسمرٿ ڪرڻ وارو مڪتي حاصل ڪيئن ڪري؟ (هر هر مهادير شيو ڪاشي وشوناٿ گنگي) ودييشور سنگهتا ٣ ۽ ٤ آڌياءُ ـ سمايت.



## شولنگ جي پوڄا جو رهسيه ۽ انجي مهما جو ورڻن

سوتجي مهراج: اي شوناڪا! جو شروڻ، ڪرڻ ۽ منن ـ ساڌن ۾ اسمرٿ ڀڳوان شنڪر جي مورتي يا لنگ ڪنهن ثبوت، مٺ، مندر يا شوالي ۾ استاپن ڪري اَنسومنهالي، پنچامرت (ڏڌ، ڪير، مکڻ، ماکي، کنڊ) تلڪ، چانور، گل، ڌوپ، ديپ، موسم جي ميون، عطر، انبير، پڳ پرساد، ڇٽ، چولو ۽ وسترن سان مورتي يا لنگ جي پوڄا ڪندي، جنهن سان ڪيترائي مهاتمائون مڪت ٿي ويا آهن.

سپ رشي: سڀني ديوتائن جي پوڄا مورتي ۾ ٿيندي آهي مگر ڀڳوان شنڪر جي لنگ يا مورتي ۾ سو ڇو؟

سوتجي مهراج: اي رشيئو! توهان جو سوال پاڪ ۽ عجب آهي. هن جو جواب فقط مهاديو پاڻ ئي ڏئي سگهندو. پهرين گروءَ وياس جي مکارولد سان جيڪي ۽ جيئن طرح مون ٻڌو آهي سو ئي ورڻن ڪريان ٿو. ڀڳوان شنڪر نراڪار به آهي ته ساڪار به آهي. سندس نراڪار روپ لنگ آهي ۽ ساڪار روپ مورتي چئجي، تنهن ڪري شنڪر ڀڳوان ساکيات برهم آهن ۽ ٻيا ديوتائون برهم ڪونه چئبا. اڳيئن سمي ۾ مندراچل پربت تي برهم پتر سنتڪمارن ساڳيو ئي سوال نندڪيشور کان پڇيو هو.

سنتڪمار: اي نندڪيشور مهراج! ڀڳوان شنڪر کانسواءِ جيڪي ديوتائون آهن تن سڀني جي پوڄا مورتيءَ سان ڪئي وڃي ٿي پر شنڪر جي پوڄا لنگ يا مورتيءَ سان سو ڇو؟

نندڪيشور: اي سنتڪمارو! لنگ ساکيات برهم جو نشان آهي. ڀڳوان شنڪر برهم روپ آهي ۽ نراڪار آهي. تنهنڪري انهي پوڄا نراڪار لنگ ۾ ڪئي ويندي جو سمورڻ ويدن جو وچن آهي. اڳيئن سمي ۾ برهما ۽ وشنوءَ جي وچ ۾ جنگ لڳي هئي ۽ انهن کي نراڪار شنڪر ڀڳوان ٺيڪ واري لنب مان لنگ جو روپ پرگهٽ ڪندي سندن اڀمان دور ڪيو ۽ ان ڏاڏ ڏانهن وقت کان وٺي ڀڳوان جو لنگ روپ پرسڌ آهي. (هر هر مهادير شيو ڪاشي وشوناٿ گنگي) ودييشور سنگهتا (١) ـ ٥ آڌياءُ ـ سمايت.



ڪرڻ سان ڪلجگ جا پاپي پراڻي اُڌر گتيءَ کي پراپت ٿين ٿا. ڪلجگ جا پاپ تيستائين ٻي طرف ٻيا جهنگ ۾ پيا گوڙيندا جيستائين شو پراڻ جو ڪٿن ٻي پرالڪ نہ ٿيو آهي . هن کي ويد جي برابر سمجهڻ وارو آهي، جنهن جي سڀ کان اڳ ڀڳوان شنڪر اساڻ رچنا ڪئي آهي. (١) وديشور سنگهتا (٢) ردر سنگهتا (٣) ونائڪ سنگهتا (٤) اُما سنگهتا (٥) ماتري سنگهتا (٦) ايڪادش ردر سنگهتا (٧) ڪيلاش سنگهتا (٨) شت ردر سنگهتا (٩) ڪوٽي ردر سنگهتا (١٠) سهسر ڪوٽي ردر سنگهتا (١١) وايوي سنگهتا (١٢) ڌرم سنگهتا. هن شو پراڻ جا ١٢ پرلو ڀاڱا آهن. وديشور سنگهتا ۾ ڏهه هزار شلوڪ آهن- ردر سنگهتا، ونائڪ سنگهتا، اُما سنگهتا ۽ ماتري سنگهتا - هر هڪ ۾ اٺ اٺ هزار شلوڪ آهن. ايڪادش ردر سنگهتا ۾ ١٣ هزار شلوڪ، ڪيلاش سنگهتا ۾ ٦ هزار شلوڪ، شت ردر سنگهتا ۾ ٣ هزار شلوڪ، ڪوٽي ردر سنگهتا ۾ ٩ هزار شلوڪ، سهسر ڪوٽي ردر سنگهتا ۾ ١١ هزار شلوڪ، وايوي سنگهتا ۾ ٤ هزار شلوڪ ۽ ڌرم سنگهتا ۾ ١٢ هزار شلوڪ آهن. انهيءَ طرح مول شو پراڻ ۾ ڪل هڪ لک شلوڪ آهن پر ويد وياس جي مهراج مختصر ڪري ستن سنگهتائن ۾ ٢٤ هزار شلوڪن ۾ ظاهر ڪيو آهي، جنهن ڪري هي سڀني پراڻن ۾ چوٿون نمبر ليکيو وڃي ٿو. اڳئين سمي ۾ ڀڳوان شنڪر هڪ ڪروڙ شلوڪن ۾ پراڻ - ساهتيہ جي رچنا ڪئي. دواپر يگ ۾ وياس مهراج پوءِ رشين سان گڏ چئن ڀاڱا ڪري پراڻ - ساهتيہ کي ۽ لکن شلوڪن ۾ مختصر ڪري ١٨ پراڻن جي رچنا ڪئي جنهن مان شو پراڻ ۾ ٢٤ هزار شلوڪ ڪيا ويا ۽ ١٢ سنگهتائن مان ٧ سنگهتائون قائم رکيون ويون جن ۾ ويدانت جو تت سمايل آهي جو عام لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ڌرم، اَرٿ، ڪام ۽ موکش جي حاصل ڪرڻ جو ساڌن آهي. جنهن کي پڙهڻ، ٻڌڻ ۽ ابياس ڪرڻ سان شو ڀڳت اُهو پد کي حاصل ڪري ٿو. (هر هر مهاديو شنڀو. ڪاشي وشوناٿ گنگي) وديشور سنگهتا (١) - پهريون آڌياءُ سماپت .



## شروڻ - ڪيرتن ۽ منن ڪرڻ

**سوتجي مهراج:** اي رشيئو! شو پراڻ ۾ ڀڳتي، گيان ۽ وئراڳ - تنهن ڪٿا جو خاص طرح ورڻن ڪيل آهي. ورڻن ڪلپ ۾ ڪئين مها رشين هن سرشٽيءَ جي پيدا ٿيڻ بابت ڳالهين ٻولهين ڪندي پساڻ ۾ الجهي پيا. تڏهن سڀئي گڏجي پهچي شنڪا نوارڻ لاءِ اچي برهما جي شرڻ ورتي ۽ چيائون، " اي پرڀو! لوڪن سمورن جڳت جي ڌارڻ پوشڻ ڪرڻ وارا آهيو مگر اسان اهو ڄاڻڻ ٿا چاهيون تہ سڀني عنصرن ۽ تتن کي ڄاڻڻ وارو وڏي ۾ وڏو طاقتور ڪير آهي ؟

**برهما:** اي رشيئو! جو سڀني ديوتائن سان گڏجي هن سنسار ۾ پرگهٽ ٿيو سڀ ديوتائن جو ديو مهاديو آهي. برهما، وشنو، ردر ۽ اندر اُن ۾ سمايل آهن ۽ هو سڀ برهمانڊ جو سوامي آهي. ڀڳتي ڪرڻ سان ئي

ويد وديا وڪڻي پنهنجو پيٽ گذران ڪرڻ لاءِ آيا ڏسڻ ۾ ايندا. ڌن ڪمائڻ لاءِ ئي وديا جو ابياس ڪندا ۽ اهنڪار ۾ ڀرپور رهندا. پنهنجي ذات جي ڪرم کي ڇڏي ڏيندا. گهڻو ڪري ٻين کي ٺڳيندا. ترڪال سنڌيا کان دور رهندي، برهم گيان کان اڻڄاڻ هوندا. ڪتري ۽ پنهنجي ڌرم جو تياڳ ڪندا. ڪسنگ ۾ پاپي ۽ دراچاري رهندا. بهادري عدم پيدا هوندي. خراب ڪرمن ۽ چورائن وغيره سان پنهنجو گذران ڪندا. شودرن جهڙو ورتاءُ ڪندا ۽ انهن جو چت ڪامنائن جو غلام بڻجي پوندو. ونشيه وري پنهنجي ڌرم ٽان ڪرائل، خراب سنگت ۾ قائل، فقط پئسي ڪمائڻ جي لالچ وارا، تور، ماپ ۽ ڪچهريءَ ۾ ڪوڙي ٻڌي رکڻ وارا رهندا. شودر وري براهمڻ ڪرائڻ ۾ اڳرا پيشانيءَ ۾ ٽڪا ٽڪا، ڪرم ڌرم کي ڇڏي هسار سيڪار ۾ هردم تيار هوندا. ڪميڻي ۽ براهمڻن جي گلا ڪرڻ وارا هوندا، وري جي ساهوڪار هوندا ته خراب ڪمن ۾ لڳل هوندا پر جي ودوان هوندا سي اجائي ٻڪ شڪ يا واد وواد ڪرڻ ۾ اڪل هوشيار هوندا. پاڻ کي وڏ گهراڻا سمجهي اتر چالي شادان ڪرڻ ۾ فخر وٺندا ۽ سيني ڌرمن سان ملي چوٽ ڇاٽ جو ٽالو نشان ميٽي ڇڏيندا. ڪلجڳ ۾ زالون پڻ شرم ۽ حياءُ جو ليڪو لنگهي ويندئون ۽ پنهنجن مڙسن جي اي عزتي ڪرڻ ۾ وسان ڪونه گهٽائينديون. سس سهري سان دوهه ڪنديون، خراب ڪاڌو کائينديون ۽ ترلچ اموڙي گلي ڪيڪاربنديون. مڙسن جي سيوا ڪرڻ ۾ ڪيپائينديون. اهڙيءَ طرح جن جي ٻڌي ناس ٿي ويندي ۽ ڌرم تياڳ ڪندا ته پوءِ وري هو لوڪ ۾ سک ڪٿان پائي انت ۾ اُتم گتي حاصل ڪندا! الهيءَ چنتا ۾ اسانجو من وياڪل ٿي رهيو آهي ۽ اوهان ڪرپا ڪري ٻڌايو جو سيني ڳالهين جا توهين ڄاڻو. سوتجي مهراج سڀ ٻڌي ڪري، اندر ۾ ڀڳوان شنڪر جن ڌيان ڪري هي لفظ وراڻيا. (هر هر مهاديو شيو ڪاشي وشوناٿ گنگي) وديشور سنگهتا (١) پهريون آڌياءُ - سماپت.



## شو پراڻ جي واقفيت

سوتجي مهراج: اي سادو سماج! اوهان ڏاڍي سهڻي ڳالهه پڇي آهي. توهان جو سوال ٽنهي لوڪن جي فائدي لاءِ آهي. مان گرديو وياس کي من جي من ۾ نمسڪار ڪري اوهان جو پرلم ڏسي هيءُ وشيه ورنن ڪريان ٿو. توهان عزت سان ڪن لائي ويهي ٻڌو. سيني کان اُتم جو شو پراڻ آهي سو ويدانت جو تت آهي ۽ پهي ٻڌائيندڙ ۽ ٻڌندڙن جي سيني پاپن جي ناس ڪرڻ وارو آهي. نه فقط اتنو ٻـر پرلوڪ ۾ پرمارٿ وستوءَ جي ڏيڻ وارو ۽ خاص ڪري ڪلجڳ ۾ ڪيل پاپن کي ناس ڪرڻ وارو پڻ آهي. هن پراڻ ۾ ڀڳوان شنڪر جو اُتم جس ورنن ڪيل آهي. اي براهمڻو! ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش اهي ڇئن ئي پرشارٿن جي ڏيڻ وارو شو پراڻ پنهنجي ئي پرڀاءُ سان پنهنجي مهما وڌائي رهيو آهي. اي سڄڻو! هن سيني ۾ اُتم پراڻ جي ابياس

لائين ڪيرن ڪري سڄو ڏينهن ستسنگ ۾ رهڻ گهرجي. ڪٿا شروع ڪرڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ڪٿا واچڪ کي وار لهرائڻ گهرجن. جيترا ڏينهن ڪٿا چالو رهي اوترا ڏينهن ڪٿا واچڪ کي نت نيم پوڄا وغيره پوري طرح ڪري ڪم ۾ لڳي وڃڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ به هوشيار ۽ شاسترن جو ڄاڻو ماڻهو سهائتا لاءِ هجڻ گهرجي. ڪٿا ۾ ايندڙ وگهن ۽ رنڊڪن جي ناس ڪرڻ لاءِ ڀڳوان گڻيش جو پوڄن سڀ کان اڳ ڪرڻ ضروري آهي ۽ پوءِ شو پراڻ جي پستڪ جـي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ٻڌندڙ ۽ ٻڌائيندڙ ڪام، ڪرودھ، لوڀ، موھ، اھنڪار ۽ سنساري ڳالهين ۾ ڦاٿل ۽ پاکنڊي هوندا ته ڪين ڪو ڦل پراپت ڪونه ٿيندو. ڪٿا جا ٻڌندڙ ڀوڳن ڏيکيا وٺي نيم سان اپڻي برهمچريه پالن ڪن، ڌرتيءَ تي سمهن، پتن تي يا ٿالهه ۾ کاڌو کائين ۽ هر روز ڪٿا پوري ٿيڻ کان پوءِ ورت ڇوڙين يا شو پراڻ جي سمپورڻ پاراڻ پوري ڪرڻ کانپوءِ ورت ڇوڙين ۽ جنهن ڪهن وٽي ۽ ڪري سگهن.

ڪٿا واچڪ ۽ ٻڌندڙ تمام گهڻي گيهه وارو کاڌو، سڙيل کاڌو، واسي کاڌو، ڏکو گرم کيل کاڌو، مسور جي دال، واڱڻ، ٿوم، بصر، موري، بيلو، هينگ، ... ، گجر، نشيدار شيون، چرٻي ۽ ماس مدرا وغيره کان پاسو ڪري، سچ، پوترتا، نمرتا، ديا، سرلتا، اداريتا ۽ ڪميا وغيره گڻن سان پيار ڪن جيترو ٿي سگهي اوترو ۽ واجبي ڳالهين تي مَن ڌارڻ ڪن. نشڪام شروتا (ٻڌندڙ) موکش کي حاصل ڪندو ۽ ڪاميا واري ڀڳت جي منوڪامنا پوري ٿيندي. غريب، بيمار، بنان سنتان واري ۽ ڀاڳ نه لڳڻ واري ماڻهوءَ جي به من جي اڇا پوري ٿيندي. سندي استري يا جنهن جا گرڀ خراب ٿيندڙ يا اولاد نه ٿيندڙ واريءَ استريءَ يا پرش جا به شو پراڻ ڪٿا امرت ٻڌڻ سان دک دور ٿين ٿا.

**اُديا پن يا موڪلائو:** انهيءَ طرح شو پراڻ جـي پاٺ ۽ ڪٿا مهوتسو پوري ٿيڻ تـي ڀڳوان شنڪر جـي مورتي سمجهي شو پراڻ جي پستڪ جـي پوڄا ڪرڻ گهرجي - ريشمي ۽ سندر رومال چاڙهڻ گهرجي - ڪٿا واچڪ ۽ سندس سهائتا ڪندڙ جـي وستر، ڀوشڻ، ضرورت جي شين ۽ دڪشڻا وغيره سان ستڪار ڪرڻ گهرجي. **ردر سنگهتا** جي هر هڪ شلوڪ سان هون (هوم) ڪرائڻ گهرجي يا شو پنچاڪشر (اوم نمه شوايه) مول منتر سان يٿا شڪتي آچاريه کي دڪشڻا ڏجي - شو پراڻ جي سماپتيءَ جـي نمت گهٽ ۾ گهٽ ٻارهن براهمڻن جو يٿا شڪتي پوڄن ڪرائجي. آچاريه کي شو پراڻ جو پستڪ ۽ يٿا شڪتي سنگهاسن يا صندل ڀيٽ ڪجي. شو پراڻ جي سماپتيءَ جـي پوڄا پاٺ مهل جيڪي سنبنڌي، عزيز، دوست ۽ ٻڌندڙ آيل مهمان هجن انهن جو به يٿا شڪتي ستڪار ڪجي (کارائجي ۽ پيارجي).

اي شونڪ مني! انهيءَ طرح شو پراڻ جو سچو مهاتم ٻڌايان ٿو جو سڀني پراڻن ۾ سرشٽ آهي ۽ جنهن جـي ٻڌڻ ۽ پڙهڻ وارا سنسار ساگر مان پار ٿـي شولوڪ ۾ واسو ڪن ٿا.

(هر هر مهاديو شمڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي) شري شو پراڻ مهاتم ڇهون ۽ ستون اڌياءُ سماپت.

ڪري ياد شنڪر کي جو بار بار- اچي ٿي جي من کي ٿو آنند اپار،
الک ساڻ من جيڪي لائين ٿا- سهي سور نيٺ مُڪتي پائين ٿا.

**سوتجي مهراج:** اي شئونڪ مني! پاروليءَ جي آکيا وٺي نارد جو پيارو متر تنبرو
من جو من ۾ ڌاڀو ۽ پرسن ٿيو ۽ جلد ئي چنچلا سان گڏ هڪ وماڻ ۾ اچي ويٺا چال پرڀ
پهتو. پاروليءَ جي چرڻ انوسار ان پشاچ (دليسه) سان اچي مليو. پوءِ شو جي ڪٿا جي ڳالهه
واري مهاڀلي ٿمبرو ان دليسه کي منترن جي جار سان ڦاسو جهليو ۽ شو پراڻ جي ڪٿا جي
مها آنسو ڪرڻ لاءِ وڏو منڊپ تيار ڪرايو. هيءَ خبر ٻڌي ۽ وانگر چوڌس چوڌار ڦهلجي
وئي ۽ ديوي پاروليءَ جي آکيا انوسار پندڪ ناٿي دليسه جو اڌار ڪرڻ لاءِ مهاڪياڻي تنبرو
شو پراڻ جو پاراڻ ڪرڻ لاءِ ويٺو جيل ئي اچي پهتو آهي. پوءِ ته ڪٿا جو امرت رس وٺڻ
لاءِ ڪيترائي ديورشي اچي پهتا. مهاڪياڻي تنبرو وديشويشر سنگهتا ڪان وٺي وايوي
سنگهتا ۽ مهاتم وغيره سميت شو پراڻ جو چڱيءَ طرح ورڻن ڪيو جنهنڪري دليسه جو من
پرلو ٿيو ۽ ان جي نرمل ديهه ئي پيئي ۽ چنچلا سان ملي ڪري پوءِ شنڪر جي ڪٿا ڳالهه
۾ لڳي ويو. اهو ڏسي سڀ ديورشي عجب کائڻ لڳا ۽ هرڪو پوءِ شو جا گڻ ڳائيند
پنهنجي پنهنجي ڌام روانو ٿيو ۽ پندڪ ۽ پنهنجي پياريءَ استريءَ سان ۽ تنبرو سان پوءِ
شو جا گڻ ڳائيندو سندر وماڻ ۾ چڙهي اچي شولوڪ ۾ پهتو.

چنچلا پاروليءَ جي ساهيڙي ئي ٿئي ۽ پئي ڏال مڙس پرم سک کي پراپت ڪري
جولي سروپ پرم آنند ڌام شولوڪ ۾ رهڻ لڳا. (هر هر مهاديو شمڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي
شو پراڻ مهاتم پنجون اڌياءُ سماپت.



## شو پراڻ جي پڙهڻ جي وڌي ۽ پڙهڻ لاءِ نيمن جو ورڻن

**شئونڪ:** اي شو ڀڳتن ۾ سريشٽ سوتجي مهاراج! توهان ڌنيه آهيو جو واد وياس ڪا
پراڻن ۽ ويد جي ودّيا توهان حاصل ڪئي آهي. مهاڙي ڪرپا ڪري شو پراڻ جي پڙهڻ جي وڌي
ٻڌايو ۽ اهو به ٻڌايو ته ٻڌندڙن لاءِ ڪهڙا نيم آهن جن جي پالن سان سموري ڦل جي پراپتي
لئي ۽ هن لوڪ ۾ سک پائي انت ۾ شولوڪ ۾ واسو لئي.

**سوتجي مهراج:** اي مني شئونڪ! توهان جي اندر ۾ پريم ڏسي مان شو پراڻ جي
پڙهڻ جي وڌي ۽ نيم ٻڌائي رهيو آهيان. پهرين ته ڪنهن جوتشيءَ کي گهرائي شڀ ڏينهن
مقرر ڪجي ۽ چوڌاري متر، مائٽن عزيزن ۽ دوستن ڪي سنديش موڪلجي. ڪنهن شوالي
شو مندر، تيرٿ، باغ يا گهر ۾ سندر جڳهه سينگاري ڪٿا منڊپ ٺهرائجي، ڪيوڙي جي ٿنڀ
ٿلي ۽ جهنڊن وغيره سان شو پراڻ جي پستڪ رکڻ ۽ ڪٿا واچڪ لاءِ جوڳي جاءِ سينگاري
ڪٿا جي پڙهڻ وارن ڀڳتن لاءِ به ڀلا ٻيڻ ياڙ جي عزت سان ويهڻ جي جڳهه. جو ٻڌڻ وا
مقصد ڪٿا واچڪ مدرواٽيءَ وارو، ديالو، ڀولو آتما، هوشيار، شانت سڀاءُ وارو ڪميا ڪ
ئي جيسٽ پاليندڙ هئڻ گهرجي. سڀ اپرڻ ڪان ساڌا ئي پهر پهري
جي ڪٿا جو پاٺ ڪرڻ گهرجي ۽ مهيند ڪان پوءِ ٻه گهڙيون آرام وغيره
ڪرڻ ضروري آهي ۽ پوءِ وري ڪٿا. اپديش شروع ڪرڻ گهرجي ۽ سڀ

لائين ڪيرتن ڪري سڀ ڏينهن ستسنگ ۾ رهڻ گهرجي. ڪٿا شروع ڪرڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ڪٿا واچڪ کي وار لهرائڻ گهرجن. جيترا ڏينهن ڪٿا چالو رهي اوترا ڏينهن ڪٿا واچڪ کي نت نيم پوڄا وغيره پوريءَ طرح ڪري ڪٿا ڪرڻ وڃڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ هوشيار ۽ شاسترن جو ڄاڻو ماڻهو سهائتا لاءِ هئڻ گهرجي. ڪٿا ۾ ايندڙ وگهن ۽ رنڊڪن جي ناس ڪرڻ لاءِ ڀڳوان گڻيش جو پوڄن سڀ کان اڳ ڪرڻ ضروري آهي ۽ پوءِ شو پراڻ جي پستڪ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ٻڌندڙ ۽ ٻڌائيندڙ ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار ۽ سنساري ڳالهين ۾ ڦاٿل ۽ پاکنڊي هوندا ته کين ڪوبه ڦل پراپت ڪونه ٿيندو. ڪٿا جا ٻڌندڙ ڀڳوان ڏانهن ڌيان ڏيندا ۽ نيم سان اچڻ وڃڻ وارا پاڻ کي ڌرتيءَ تي سمهڻ، هلڪي کاڌو کائين ۽ هر روز ڪٿا پوري ٿيڻ کان پوءِ وڌ ڇوڙيان ۽ شو پراڻ جي سموري پاراڻ پوري ڪرڻ کانپوءِ ورت ڇوڙيان ۽ جتن کين وٽي ۽ ڪري سگهن.

ڪٿا واچڪ ۽ ٻڌندڙ تمام گهٽي گيهه وارو کاڌو، سڙيل کاڌو، واسي کاڌو، گهڻو گرم ڪيل کاڌو، مسور جي دال، واڱڻ، ٿوم، بصر، موري، پيئو، هنگ، گجر، نشيدار شيون، چرٻي ۽ ماس مدار وغيره کان پاسو ڪري، سچ، ٻولڻا، نمرتا، دئا، سرلتا، اُدارتا ۽ کميا وغيره گڻن سان پيار ڪن جيترو ٿي سگهي ڪرو ۽ واجبي ڳالهين تي ڌيان ڌارڻ ڪن. نشڪام شروتا (ٻڌندڙ) موڪش کي حاصل ڪندو ۽ ڪاما واري ڀڳت جي منوڪاما پوري ٿيندي. غريب، بيمار، ڀاڳ سنتان واري ۽ ڀاڳ نه لڳڻ واري ماڻهوءَ جي به من جي اڇا پوري ٿيندي. سڀئي استري ۽ جنهن جا گرڀ خراب ٿيندڙ ۽ اولاد نه ٿيندڙ واريءَ استريءَ ۽ پرش جا به شو پراڻ ڪٿا امرت ٻڌڻ سان ڏک دور ٿين ٿا.

**اُديا پن يا موڪلائو:** اهڙيطرح شو پراڻ جي پاٺ ۽ ڪٿا مڪمل ٿي پوري ٿيڻ تي ڀڳوان شنڪر جي مورتي سمجهي شو پراڻ جي پستڪ جي پوڄا ڪرڻ گهرجي. ريشمي ۽ سندر رومال چاڙهڻ گهرجي. ڪٿا واچڪ ۽ سندس سهائتا ڪندڙ جي وستر، پوشاڪ، ضرورت جي شين ۽ دکشنا وغيره سان ستڪار ڪرڻ گهرجي. **رُدر سنگهتا** جي هر هڪ شلوڪ سان هون (هوم) ڪرائڻ گهرجي يا شوپنچا ڪير (اوم نمه شوايه) مول منتر سان يٿا شڪتي آچارڻ کي دکشنا ڏجي. شو پراڻ جي سماپتيءَ جي نمت گهٽ ۾ گهٽ ٻارهن براهمڻن جو يٿا شڪتي پوڄن ڪرائجي. آچارڻ کي شو پراڻ جو پستڪ ۽ يٿا شڪتي سنگهاسن يا صندل پيش ڪجي. شو پراڻ جي سماپتيءَ جي پوڄا ڀائڻ مهل جيڪي سنبنڌي، عزيز، دوست ۽ ٻڌندڙ آيل مهمان هجن انهن جو به يٿا شڪتي ستڪار ڪجي (کارائجي ۽ پيارائجي).

اي شنڪرانڪ مني! اهڙيطرح شو پراڻ جو سڀ مهاتم ٻڌائڻ تي جو سڀئي پراڻن ۾ سرشٽ آهي ۽ جنهن جي ٻڌڻ ۽ پڙهڻ وارا سنسار ساگر مان پار ٿي شولوڪ ۾ واسو ڪن ٿا.

(هر هر مهاديو شنڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي) شري شو پراڻ مهاتم ڇهون ۽ سترن اڌيائ سماپت.

ڪري ياد شنڪر کي جو بار بار - اڇي لن جي من کي ٿو آنند اپار،
اَلک ساڻ من جيڪي لائين ٿا - سهي سور نيت مڪتي پائين ٿا.

**سوتجي مهراج:** اي شئونڪ مني! پاروتيءَ جي آکيا وٺي نارد جو پيارو متر تنبرو من ئي من ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ جلد ئي چنچلا سان گڏ هڪ وماڻ ۾ اچي وندهيا چل پربت تي پهتو. پاروتيءَ جي چوڻ انوسار ان پشاچ (دنڊيس) سان اچي مليو. ڀڳوان شو جي ڪٿن جي ڳالهه واري مهانتا تنبرو ان دنڊيس کي منترن جي ڄار سان قابو جهليو ۽ شو پراڻ جي ڪٿا جي مها اتسو ڪرڻ لاءِ وڏو منڊپ تيار ڪرايو. هيءَ خبر اجليءَ وانگر چئوڏس چوڌار ڦهلجي وئي ۽ ديوي پاروتيءَ جي آکيا انوسار پنهنجي پاپي دنڊيس جو اڌار ڪرڻ لاءِ مهاڪماڻي تنبرو شو پراڻ جو پارائڻ ڪرڻ لاءِ وندهيا چل تي اچي پهتو آهي. پوءِ ته ڪيترا جو امرت رس وٺڻ لاءِ ڪيترائي ديورشي اچي پهتا. مهاڪماڻي تنبرو وديشويشور سنگهتا ڪٿا وٺي وايوي سنگهتا ۽ مهاتم وغيره سميت شو پراڻ جو چڱيءَ طرح ورڻن ڪري جهنڪري ڏنائين جو من پرلو ٿيو ۽ ان جي نرمل ديهه ٿي پيئي ۽ چنچلا سان ملي ڪري ڀڳوان شنڪر جي ڪٿن ڳالهه ۾ لڳي ويو. اهو ڏسي سڀ ديورشي عجب ڳالهه لڳا ۽ هرڪو ڀڳوان شو جا گڻ ڳائيندو پنهنجي پنهنجي ڌام وارو ٿيو ۽ پنهنجو پڻ پنهنجي پياريءَ استريءَ سان ۽ تنبرو سان ڀڳوان شو جا گڻ ڳائيندو سدائين وماڻ ۾ چڙهي اچي شولوڪ ۾ پهتو.

چنچلا پاروتيءَ جي ساهيڙي ٿي پيئي ۽ ٻئي ڄڻا مڙس زال پرم سک کي پراپت ڪري جوتي سروپ پرم آنند ڌام شولوڪ ۾ رهڻ لڳا. (هر هر مهاديو شمڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي)
شو پراڻ مهاتم پهريون اڌياءُ سماپت.



## شو پراڻ جي پڙهڻ جي وڌي ۽ پڙهڻ لاءِ نيمن جو ورڻن

**شئونڪ:** اي شو ڀڳتن ۾ سرويشٽ سوتجي مهاراج! توهان ڌنيه آهيو جو ويد وياس کان پراڻن ۽ ويد جي وديا توهان حاصل ڪئي آهي. مهرباني ڪري شو پراڻ جي پڙهڻ جي وڌي ٻڌايو ۽ اهو به ٻڌايو ته ٻڌندڙن لاءِ ڪهڙا نيم آهن جن جي پالنا سان سمورو ڦل جي پراپتي ٿئي ۽ هن لوڪ ۾ سک پائي انت ۾ شولوڪ ۾ واسو ٿئي.

**سوتجي مهراج:** اي مني شئونڪ! توهان جي اندر ۾ پريم ڏسي مان شو پراڻ جي پڙهڻ جي وڌي ۽ نيم ٻڌائي رهيو آهيان. پهرين ته ڪنهن جوتشيءَ کي گهرائي شڀ ڏينهن مقرر ڪجي ۽ چوڌاري مٺ، مانئن عورتن ۽ دوستن کي سڌايش موڪلجي. ڪنهن شوالي، شومندر، تيرٿ، باغ يا گهر ۾ سٺي جڳهه سينگاري ڪٿا منڊپ تيار ڪجي، ڪيوڙي جي ٿنڀن گلن ۽ جهنڊن وغيره سان شو پراڻ جي پستڪ رکجي ۽ ڪٿا واچڪ لاءِ جوڳي جاءِ سينگارجي. ڪٿا جي ٻڌڻ وارن ڀڳتن لاءِ به ننڍا پيڙ هاڙ جي عرصي سان ويهڻ جي جڳهه. جو ايندو واسطو ڪجي ڪٿا واچڪ مذرواڻيءَ وارو، ديالو، پرلو آتما، هوشيار، شانت سڀاءَ وارو ڪميا ڪندڙ ۽ اپرڪا دوش ٿي جيسين پالينڌڙ هئڻ گهرجي. سج اڀرڻ کان ساڍا ٽي پهر پهرين منجهند ٽالن شو پراڻ جي ڪٿا جو پاٺ ڪرڻ گهرجي ۽ منجهند کان پوءِ ٻه گهڙيون آرام وغيره لاءِ پاٺ جو بند ڪرڻ ضروري آهي ۽ اهو وري ڪٿا. اُيڏهن شروع ڪرڻ گهرجي ۽ سج لهڻ

**چنچلا جي ڪوشش سان پاروتيءَ جي آگيا وٺي تنبروءَ جو وندهيه پربت تي شو پراڻ جي ڪٿا ٻڌائڻ ۽ ٻندگ جو پشاچ جوڻ مان ڇوٽڪارو ۽ زال ۽ مڙس جو شولوڪ ۾ سکي ٿيڻ.**

هڪڙي ڏينهن ڏاڍي آنند ۾ ڀرجي چنچلا اما ديويءَ ( پاروتيءَ ) کي نمسڪار ڪري هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي.

**چنچلا:** اي گرراج نندني! سڪند جي ماتا!! توهان سدائين پوڄڻ لائق آهيو. سڀني سکن کي ڏيڻ وارا آهيو، برهما ۽ وشنو ڀڳوان به توهان جي سيوا ۾ حاضر آهن. نرگڻ ۽ سرگڻ روپ آهيو، سرشٽيءَ جي پيدا ڪرڻ، پالڻ ۽ ناس ڪرڻ وارا آهيو. ٽيئي گڻ توهان ۾ سمايل آهن.

**پاروتي:** پياري چنچلا! مان تنهنجي استتيءَ تي پرسن ٿي آهيان. هاڻي ٻڌاءِ ته توکي ڇا کپي؟

**چنچلا:** اي نشپاپ گرراج ڪماري! منهنجو پتي هينئر ڪٿي آهي؟ اهڙي ڪهڙي حالت آهي؟ منهنجي لاءِ ڪرپا ڪري اهڙو اپاءُ ڪريو جو مان پنهنجي پتيءَ سان گڏجي سگهان؟

**پاروتي:** پياري چنچلا! تنهنجو ٻندگ نالي پتي ڏاڍو پاپي هو. انجو ورتاءُ خراب ٿي چڪو هو ۽ انت ۾ وشيالن ۽ خراب استرين جي سنگ ۾ رهيو. مرڻ کان پوءِ پاپن اريءَ حالت ۾ نرڪ ڀوڳڻ لاءِ ويو، پوءِ هو هڪ پشاچ اوستا ۾ رهي ٿو ۽ ڏاڍا دک سهي ٿو. فقط هوا پي ڪري جيئي ٿو.

( گوريءَ جي اها ڳالهه ٻڌي چنچلا ڏاڍي دکي ٿي وري پرارٿنا ڪرڻ لڳي).

**چنچلا:** اي مهاديوي! ڪرپا ڪري اهڙو اپاءُ ٻڌايو جو منهنجي پتيءَ جي سدگتي ٿئي.

**پاروتي:** تنهنجو پتي جيڪڏهن شو پراڻ جي پوتر ۽ امر ڪٿا ٻڌندو ته امر گتيءَ کي پراپت ڪندو.

امرت سمان پاروتيءَ جا وچن ٻڌي ڪري چنچلا هٿ جوڙي مستڪ جهڪائي پاروتي ديويءَ کي پرارٿنا ڪئي، ”منهنجي پتيءَ کي شو پراڻ جي ڪٿا ٻڌائڻ جو بندوبست جيڪر توهان ڪريو جو هر طرح سمرٿ آهيو.“ پاروتي چنچلا جي پرارٿنا تي قياس ڪيو ۽ شو يش گندرو راج تنبروءَ کي گهرائي چيو ”اي تنبرو! تون منهنجي من جي ڳالهين کي ڄاڻڻ وارو آهين ۽ ڪم جي پوراڻي ڪندڙ آهين تنهنڪري توکي هڪ ڳالهه چوان ٿي. تون هن چنچلا سان گڏجي وندهيه جبل تي وڃ جتي هڪ ڀيانڪر پشاچ رهي ٿو جنهنجو سربستو احوال ٻڌ. هو اڳيئين جنم ۾ ٻندگ نالي براهمڻ هو ۽ هن چنچلا جو پتي هو پر براهمڻڪي ڪرم ڌرم، سدان سنڌيا گايتري ات نيم کي ڇڏي هنسا، پاپ، چوري، جوئا، مدرا مانس ورتائڻ وڪڻڻ ۽ ٻين عادتن ۾ ڦاسي خراب استرين جي سنگ ۾ مانش ڏاهي اڪارلي ڪري ڪرمن جي ڀوڳ سان پشاچ جوڻ پاتي آهي. تون هينئر ڪيس شو پراڻ جي ڪٿا وڌيءَ موجب ٻڌاءِ جو پاپن جي ناس ڪرڻ واري آهي. هن جو هردا جلدي شڌ ٿي ويندو ۽ پريت جوڻ کان مڪتي حاصل ڪندو ۽ مڪتي حاصل ڪرڻ تي سندس ومان ۾ چاڙهي ڀڳوان شنڪر جي سامهون وٺي اچ“.

ڪاڏ آهي ته ان کي ٻسون يا ڪوران ڪري ڇڪيو ڇاڪاڻ ته ان جو چت سمساري ڇاهنائن
۾ ڦاٿل رهندو.

اي براهمڻ ڀيني! اهڙيءَ ڪري توهان نه وشيءَ ۽ سمساري ڀوڳن کان من هٽائي ڀڳتيءَ
ڀاءُ سان ڀڳوان شنڪر جي مهان اُتم شوپراڻ جي وڏيءَ اتساهه ٻڌڻ شروع ڪريو. ارماتما
شنڪر جي ڪٿا جي ٻڌڻ سان ٿيندي ۽ چت جي شڌي ٿيندي ۽ آخر ۾ موڪش پد حاصل
ڪندين. اهڙيطرح جيڪو ماڻهو ڀڳوان شنڪر جي چرڻ ڪملن ۾ چت لڳائيندو ان کي هڪ
ئي جنم ۾ مڪتي حاصل ٿئي ٿي. اهو مان توکي سچ ٿو چوان.

سوتجي مهراج: اي شونڪ رشي! ائين چوڻ کان پوءِ پرمدڻ ديوتا جو من ڀڳوان
جي ڀڳتيءَ ۾ ٻڌي ويو ۽ چنچلا به ابدش ٻڌي گڏ گڏ لهڻ لڳي ۽ خوشيءَ مان اکين ۾
آنسون آڻي براهمڻ جي چرڻن ۾ هٿ جوڙي ارادنا ڪرڻ لڳي.

چنچلا: اي پرماڪاري سوامي! توهان ڌنيه آهيو، مان سچ پچ نرڪ جي سمنڊ ۾ غوطا
کائڻ جي لائق آهيان. توهان ڪرپا ڪري اڌار ڪيو! ڪرپا ڪري مونکي ايڏو پار ڪيو!!
شوپراڻ جي امرت روپ ڪٿا جي ٻڌڻ سان ئي مونکي من ۾ وشيءَ ۽ ڀوڳن کان وراڳ
اُٿي پيو آهي ۽ ان ڪٿا جي ٻڌڻ جي مونکي من ۾ ڏاڍي شرڌا آهي.

سوتجي مهراج: اي شونڪ رشي! ڀڳوان شنڪر جي ڀڳتن ۾ سريشٽ ان براهمڻ
ديوتا کان ڪٿا ٻڌندي چنچلا جي من ۾ گيان اُٿي پيو، ڀڳتيءَ، گيان ۽ وراڳ سان ڀرپور
چنچلا ڪنهن تڪليف جي پنهنجو ساس سڪالراڪيو (پراڻ تياڳيا). تڏهن دليف جي ناس
ڪندڙ ڀڳوان شنڪر جي گڻن (دوتن) سندر ومان ۾ چنچلا کي کڻي اچي شولوڪ ۾ پهچايو.
چنچلا جا سڀ پاپ ناس ٿي ويا. هيمتر تمام انمول ڪايا واري ديوتائن جي استرين والگر
سندر ابسرا ٿي پيئي. گيان واري اکين سان ڀڳوان شنڪر جو درشن ڪيائين جنهن جي اڳيان
مکيه مکيه ديوتائون جهڙوڪ گڻيش، ڀرنگي، نندڪيشور، ويرڀدر وغيره وغيره شوڀا ۾ حاضر
هئا. اي رشي شونڪا! ڀڳوان شنڪر جي روپ جي ڪهڙي ڳالهه ڪريان؟ ڪروڙين سورج
به ان تيج سان نه پهچي سگهن. ٽيري اکيون ۽ پنج مکي شڪل ۽ وري هر هڪ مکي ۾ ٽي
نيترا ۽ اڌ چنڊ جي ٽوپليءَ وارو مڪٽ شوڀا پائي رهيو هو. سڄي بدن تي سفيد ڀسمي لڳل
هئي، سفيد ۽ ڪارنڊ نالڪ جون ماليائون ڌارڻ ڪيل هيون. کاٻي پاسي کان اڄاڻيءَ والگر
چمڪندڙ روپ واري گوري ديوي ويٺل هئي. ٽيجوان روپ جي اڳيان نمسڪار ڪندي
چنچلا جي اکين مان آنند جون لهرون ڦهليون ساري لڳيون. پوءِ ۾ اسر نسي ڏسي ڀڳوان
شنڪر ۽ پاروتيءَ انکي پرسان مڌ ڪري مٿس ڪرپا جي درشٽي ڪئي. اهڙيطرح شولوڪ ۾
آنند سان وقت گذارڻ لڳي ۽ آهستي آهستي پاروتيءَ سان سندس ساٿ جهڙو ناتو ٿيڻ
لڳو (هر هر مهاديو شڀو ڪاشي وشوناٿ گنگي) شو-پراڻ مهاتم ۴ اڌياءُ سماپت.

✻✻✻



شري گڻيشاءِ نمهه

گوري گڻيش گراش کي ڀوان ڪريان نمسڪار،
شو پراڻ ڪٿا مهاتم جو ٻوءِ ڪريان اظهار.

# شري شو پراڻ مهاتم

## شونڪ رشيءَ جو سوال ۽ سوتجي مهاراج کان شو پراڻ جو مهاتم ٻڌڻ.

**شونڪ رشي:** اي مهاگياني سوتجي مهاراج! توهان سڀني پراڻن ۽ ويدن جي تتن جا ڄاڻو آهيو - گيان، ويراڳ ۽ ڀڪتيءَ سان هن چنچل من لي ڪيئن سروپ حاصل ڪجي؟ سادو پرش ڪام، ڪرود، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار تي ڪيئن جيت پائين ٿا؟ گهور، ڪلجڳ ۾ ماڻهن جو سڀاءُ چٽڪ راڪاسي هلت چلت وارو ٿيو پيو ۽ ڪيئن انهن جو سڀاءُ دارلانن جي هلت چلت وارو ڪجي؟ توهان هاڻي ڪلياڻڪاري، منگلڪاري، پوتر ڪندڙ، توهه من کي نرمل ۽ شڌ ڪندڙ جپ تپ يا ڪو سنئون ۾ سٺو اپاءُ ٻڌايو جنهن جي ڪرڻ سان شردم ڀڳوان شو جي پراپتي ٿئي.

**سوتجي مهاراج:** اي مهين ۾ سريشٽ شونڪ رشي! توهان ڌنيه آهيو جو توهانجي من ۾ سڀني شاسترن جي سدانتن سان ڀرپور، ڀڪتيءَ جي وڌائڻ واري ۽ **ڀڳوان شو** جي پرسن ڪرڻ واري **شو پراڻ** ٻڌڻ جي چاهنا لڳي آهي جو **ڀڳوان شو** پاڻ ورنن ڪيو آهي ۽ گهور ڪلجڳ ۾ پراڻين کي اڌارڻ لاءِ اُتم ساڌن آهي. گرداور ويد وياس سنتڪمار منيءَ کان اپديش وٺي **شو پراڻ** جي رچنا ڪلجڳ جي ماڻهن کي پاپن کان اڌارڻ لاءِ ڪئي آهي. شو پراڻ هن ڀرتيءَ تي اتم شاستر ڀڳوان شو جي واڻيءَ جو روپ ٿي سمجهڻ گهرجي ۽ آدر سان انجو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ گهرجي، جنهن ڪري ماڻهو ڀڳوان شنڪر جي ڀڳتي پائي انت ۾ پرم پد کي پراپت ٿئي ٿو. شو پراڻ تالي گرنٿ ۾ چوويهه هزار شلوڪ آهن. ست سنگهتائون آهن. جو پراڻي هر روز نيم سان هن شو پراڻ کي پڙهي ٿو يا پاٺ ڪرائي ٿو يا هن پراڻ جهڙي ڪٿا ٻڌي ٿو سو پورو آتما ڪري ڄاڻ ۽ ان ۾ ذرو به شڪ نه سمجهو. جو اتم ٻڌيءَ وارو انت ڪال ۾ هن پراڻ کي ٻڌي ٿو تنهن تي **مهيش** (شو) ڀڳوان ڏاڍو خوش ٿي پنهنجي چرڻن ۾ واسو ڏئي ٿو. جو ماڻهو سستي چڙهي هن پستڪ تي ريشمي وستر چاڙهي ستڪار ڪندي سدائين پوڄا ڪري ٿو سو هن لوڪ ۾ سدا سکي رهي انت ۾ موکش پراپت ڪري ٿو. هي شو پراڻ ڀڳوان جو روپ آهي ۽ ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش ڏيڻ وارو آهي، جنهنڪري سدا ٻڌڻ ۽ پاٺ ڪرڻ گهرجي. ( شري هر مهادير شيو ڪاشي وشوناٿ گنگي ) شو پراڻ مهاتم پورو اڏيائي سماپت.

ॐ

سناتن ڌرم جي جئه — نمهه شوايه — سناتن ڌرم جي جئه

## سمپورڻ

# شريمد شو پراڻ



الوادڪ: مهراج پيتامبر گگن لعل پاوناٽي

پيتا ٢٥-٠٠ روپيا


ايل - ڪشنچند اينڊ سنس